Maulana Fateh Muhammad Sehwani Mrs Apa Shams Abbas

# مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي شخصيت ۽ سندس علمي، ادبي ۽ سياسي خدمتون

## مسز شمس عباسي

## سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو

## 1988ع



حڪيم قاضي عبدالقيوم

# مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي شخصيت

# علمي، ادبي ۽ سياسي خدمتون

مسز شمس عباسي

فهرست

ناشر طرفان

آپا شمس عباسيءَ جي شخصيت سنڌ جي علمي ۽ ادبي، تعليمي ۽ سماجي حلقن ۾ اڳيئي چاتل سڃاتل آهي ۽ سندس تعليمي ۽ سماجي خدمتون عام و خاص کي معلوم آهن.

سنڌ جي عالمن ۽ اسادن جو هميشه اهو شيوو رهيو آهي ته هو آخر دم تائين علم جي پچر نه ڇڏيندا آهن. حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي اها حديث شريف ته ”پينگهي کان قبر تائين علم حاصل ڪريو،“ سا سنڌين جي سرشت ۾ سمايل آهي.

آپا شمس عباسي رٽائرمينٽ کي ويجهو ٿيندي سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي.ايچ.ڊي ڪري ورتي. سندس تحقيق کي شايع ڪرڻ جو شرف هن بورڊ کي حاصل ٿيو آهي.

اميد ته سنڌي ادبي بورڊ جي تمام پڙهندڙن خواهه محققن ۽ عالمن کي هي ڪتاب پسند

ايندو ۽ ان مان سنڌي جي تاريخ وڌيڪ نروار ٿيندي.

چامشورو حبيب الله صديقي

6 جون 1988ع سيڪريٽري

سنڌي ادبي بورڊ

تمهيد

نحمده و نصلي عليٰ رسولهِ الڪريم

اما بعد: هي تحقيقي ڪم ”مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي شخصيت، علمي، ادبي ۽ سياسي خدمتون“ جي عنوان تي پيش ڪجي ٿو.

ڪيترن همدرد احبابن مشورو ڏنو ته اهو تحقيقي ڪم اوهان جهڙي نازڪ مزاج ۽ نــهايت مصروف شخصيت لاءِ ڪٺن ۽ جاکوڙ طلب ٿيندو. مگر جيئن ته راقمته الحروف جي زندگي انتهائي مشڪل مرحلن کي حل ڪندي گذري آهي، انهيءَ ڪري هيءُ ڪم خوشيءَ سان پاڻ تي هموار ڪيم. عنوان به اهڙو مليو، جنهن سان رت جو رشتو (حڪيم فتح محمد صاحب منهنجو سڳو چاچو ٿئي) قائم آهي، تنهن ڪري گهڻي چاهه سان هن ڪم ۾ هٿ وڌم ته جيئن هيءَ خانداني ميراث ڪٺي ڪري سگهجي.

شروع ۾ خيال هو ته هي ڪم منهنجي لاءِ آسان ٿيندو جو هڪ خانداني فرد جي تحقيق ڪرڻي هيم، پر جڏهن ان طرف وک وڌايم ته بمصداق؛

”که عشق آسان نمود اول ولي افاد مشکلها“

بعد ۾ محنت طلب ۽ ڏاڍو مشڪل ڪم ٿي پيو، جو پوري مواد هٿ ڪرڻ لاءِ ڪيترن هنڌن تي وڃڻو پيم. منهنجي اها ئي ڪوشش هئي ته ادبي

سرمايو پوري سنڀال نه هئڻ ڪري ضايع ٿي ويو آهي، تاهم پنهنجي وسان ڪسر نه ڇڏي اٿم. اميد ته هيءَ جاکوڙ علمي ۽ ادبي ميدان ۾ هڪ اهم قدم ثابت ٿيندي.

پڙهندڙن کي هن موضوع جي مطالعي مان چڱيءَ طرح سڌ پوندي ته اسان جي وطن سنڌ ۾ مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻي صاحب به اڳين نيڪنام سنڌي عالمن ۽ اديبن وانگر وڏيون علمي، ادبي ۽ سياسي خدمتون سر انجام ڏنيون آهن ۽ هو علمي ۽ ادبي ميدان ۾ عظيم انسان هو.

حڪيم صاحب جي مختلف علمي، ادبي ۽ سياسي خدمتن جي پيش نظر هن موضوع کي مختلف بابن ۾ ورهايو ويو آهي. هر باب ۾ موقعي آهر مناسب حقيقتون ڏنيون ويون آهن، جيئن ته باب اول ۾ حڪيم صاحب جي سوانح حيات ۽ زندگيءَ جي مختلف حالات کان پڙهندڙن کي متعارف ڪرايو ويو آهي.

باب ٻئي ۾ حڪيم صاحب جي دور واري علمي ۽ ادبي ماحول ۾ سندس علمي ۽ ادبي حيثيت ڇاڻائي ويئي آهي.

باب ٽئين ۾ حڪيم صاحب جون سنڌي علم و ادب ۾ ڪيل اهم خدمتن جو مفصل احوال ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ سندس تصنيفات ۽ صحافتي خدمتن تي روشني وڌي ويئي آهي.

اهڙيءَ طرح چوٿون باب سياست بابت آهي، جنهن ۾ بر صغير جا سياسي حالات، حڪيم صاحب جي سياسي زندگيءَ جو آغاز ۽ سياسي تحريڪن ۾ ڪيل خدمتن جي اُپٽار ڪئي ويئي آهي. ان کان پوءِ مختلف ضميمن ۾ حڪيم صاحب جي زندگيءَ جي مکيه واقعن، ناياب خطن، مضمونن، امدادي ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن وغيره جي وچور ڇاڻايل آهي.

آخر ۾ هيٺين صاحبن جي ممنون آهيان، جن هن مواد ڪٺي ڪرڻ ۽ ترتيب ڏيارڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي؛

سنڌالاجي سنڌ يونيورسٽيءَ جي سربراهه پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا، جنهن هن ٿيسز جي تياريءَ وقت مفيد مشورا ڏنا ۽ تعاون ڪيو.

ڊاڪٽر عبدالجبار مغل ۽ ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ ڪي به وساري نه سگهنديس، جن مواد ڪٺي ڪرڻ ۽ ترتيب ڏيڻ ۾ منهنجي پوري پوري مدد ڪئي، سندن احسانمند آهيان.

ادا احسن عباسي (منهنجي سوٽ ۽ ڏير) جي پڻ ٿورائتي آهيان، جنهن مواد کي نظر مان ڪڍيو ۽ مفيد مشورا ڏيئي معلومات فراهم ڪئي، سندس ٿورائتي آهيان.

مسٽر محمد بچل ميمڻ (ڊپٽي ڊائريڪٽر بيورو آف ڪريڪيولم، ڄامشورو) پڻ هن ڪم ۾ منهنجو ساٿ ڏنو ۽ معلومات فراهم ڪئي، سندس ٿورائتي آهيان.

مسٽر در محمد قريشي (اسٽينو ٽائپيسٽ ايگرو ٽيڪنيڪل سينٽر لطيف آباد نمبر 11) جنهن

مهرباني ڪري هي ٿيسز ٽائيپ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ته مون تي وڏو احسان ڪيو، جو هي عنوان بحال ڪري مون کي پنهنجي مربي چاچي جي علمي، ادبي ۽ سياسي خدمتن کي سيهڙڻ جو موقعو ڏنو ۽ منهنجي مڪمل رهبري ڪئي. شل رب پاڪ کيس دراز عمر بخشي، آمين.

حيدرآبادمسز شمس عباسي

مورخه 27 ڊسمبر 1982ع

قلم تازو

مون هيءَ ٿيسز 1982ع ۾ لکي هئي ۽ ان جي اشاعت لاءِ مون کي وهم و گمان به ڪو نه هو ته ڪو ايترو جلد، ائين شايان شان طريقي سان شايع ٿي، ڪتابي صورت ۾ منظر عام تي ايندي.

خدا خوش رکي سنڌي ادبي بورڊ جي نيڪنام چيئرمين ۽ سنڌ جي برگزيده روزگار عالم ۽

فاضل، جناب علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ بورڊ جي جملي معزز اراڪين کي، جن منهنجي هن ٿيسز ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو.

بورڊ جي موجوده سيڪريٽري محترم حبيب الله صديقي، جڏهن کان چارج سنڀالي، ته ڇپائيءَ جي هلندڙ ڪم کي جلد کان جلد پايه تڪميل تي پهچائڻ لاءِ خاص دلچسپي ورتي، ان لاءِ سندس ٿورائتي آهيان.

اسان جي خاندان جي عقيدتمند ۽ بورڊ جي سلڇڻي ۽ سباجهي ڪارڪن عزيزي نفيس احمد شيخ، هن ٿيسز کي آب و تاب سان ۽ جلد نروار ڪرڻ لاءِ، شروع کان وٺي جيڪو تحرڪ ورتو ۽ مون سان تعاون ڪيو، ان جو اعتراف لازمي سمجهان ٿي.

بورڊ جي پريس مئنيجر ميان الله بچائي ۽ سندس عملي، هن ڪتاب کي سليقي ۽ محنت سان ڇاپي، بورڊ جي روايتي طباعتي معيار کي قائم رکيو آهي.

پنهنجي پائڻي افضل عباسي جي ٿورائتي آهيان، جنهن جاکوڙ ڪري هن ڪتاب ۾ آيل خاندان جا فوٽو هٿ ڪري ڏنا.

حيدرآباد سنڌ(شمس عباسي)

10 جون، 1988ع

# مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي شخصيت

# ۽

# علمي، ادبي، سياسي خدمتون

## شمس عباسي



قاضي محمد اکبر



قاضي عبدالمجید عابد



قاضي محمد اکرم



قاضي محمد اعظم



محمد محسن عباسي



حڪيم محمد احسن



آپا شمس پنهنجي رفيق، حيات ۽ ٻارن سان
ساڄي کان: طلعت، آپا شمس عباسي، ننڍڙو عقيل،



محمد محسن عباسي



حڪيم محمد احسن



آپا شمس پنهنجي رفيق، حيات ۽ ٻارن سان
ساڄي کان: طلعت، آپا شمس عباسي، ننڍڙو عقيل،

باب پهريون

(الف) ”سيوهڻ شهر جو تعارف ۽ تاريخي اهميت“

سنڌ جي سيني قديم آثارن ۾ سيوهڻ سنڌ جو قديم ترين شهر آهي. جو اڄ به پنهنجي سيني اندر سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن علم و ادب، صنعت ۽ تجارت جا هزارين داستان سانڍيو اچي.

سيوهڻ جو شهر تاريخ جي روشنيءَ ۾ پهريون ڀيرو سڪندر اعظم جي ڪاهه (325-326 ق.م) هيٺ آيو. مورخن جو ان راءِ تي اتفاق آهي ته سڪندر اعظم جي وقت ۾ هي شهر موجود هو ۽ سڪندر ئي هن شهر کي فتح ڪيو هو.

قديم دور ۾ سيوهڻ جو شهر ۽ خطه سٿين قوم جي تسلط هيٺ هو. اهو تسلط ايران ۽ افغانستان کان وٺي ويندي سنڌ تائين رهيو جنهن جو ثبوت سيستان، سيوا (قلات) سبي، سيوهاڻ ۽ سيوستان جا نالا آهن ۽ آثار قديم طرفان ڀنڀور جي کوٽائي مان به سٿين قوم جا ڪي نشان ۽ آثار مليا آهن جي هن نظريه جي تصديق ڪن ٿا.

سيوهڻ سنڌ جي موجوده آباد شهرن مان سڀ کان قديم شهر آهي. جنهن جو ذڪر فارسيءَ جي قديم تاريخن خواه تذڪرن جي ڪتابن ۾ آيل آهي. جيئن تاريخ سنڌ جي قديم سر چشمي ”چچ نامه“ ۾ ڄاڻايل آهي ته ”راءِ سيهرس پٽ سهاسي راءِ جي ڏينهن ۾ سنڌ ملڪ تي چار حڪمران مقرر ٿيل هئا. انهن مان هڪ سيوتان جي قصبه جو حاڪم هو، جنهن جي هٿ ۾ ٻڌيه، جنگان، رونجهاڻ، ڪوه پايه ويندي مڪران جي حد تائين ملڪ هو.“ (1)

ترخانن جي دور ۾ موجده سنڌ ٽن سرڪارن (ٻکر، سيوهڻ ۽ ٺٽو) ۾ ورهايل هئي.

(ان دور جو سنڌ جو نقشو سامهون صفحي تي ڄاڻايل آهي.)



اهڙيءَ طرح "تحفته الڪرام" ۾ سيوستان جو ذڪر هن طرح آيل آهي ته هن ڪي سيوهڻ ۽ سهوڻ به سڏيندا آهن، جو پنجين ولايت ۾ آهي. هي هڪ قديم شهر آهي جو سنڌ جي اولاد سهوارن جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. سندس قلعو سنڌ جي مشهور ڇهن قلعن مان آهي. ان ڪان پوءِ ڪيترائي دفعا هن جي مرمت ٿي آهي. قديم الايام کان خلاصو سنڌ جو تخت گاهه هو. پوءِ وري اروڙ جي راجائن ۽ تنهن کان پوءِ ٺٽي جي بادشاهن جي حڪم هيٺ رهيو. پوءِ شاهه بيگ ارغون چام فيروز کان کسيو هو. ان بعد مغل شهنشاهه اڪبر جي دربار جي گورنرن جي حڪم هيٺ آيو، تڏهن وري سيوهڻ نئين سر علحده تخت گاهه ٿيو. نواب خدا يار جي حڪومت جي ڏينهن کان سويهڻ وري اصلوڪي دستور موجب سنڌ ۾ داخل آهي.

سيوهڻ جي جبل تي "واهي جو چشمو" عجائبات مان آهي. ڪيترائي مريض انهيءَ ۾ غسل ڪري شفاياب ٿيندا آهن. اهو چشمو سدائين ساڳيءَ طرح پريل

رهندو آهي ۽ پاڻي اچڻ جي جاءِ ڪنهن کي معلوم ڪانهي. مقرر ڏينهن تي هندو اتي اچي پوجا لاءِ گڏ ٿيندا آهن.

بي هڪ يڪ-ٿنڀي جاءِ آهي، جو جبل جي غار ۾ هڪ وڏو صفحو ٿنڀ تي بيٺل آهي. عام اعتقاد موجب هي قدرتي ٺهيل آهي. عام ماڻهو سير لاءِ اتي ويندا آهن ۽ آسپاس جا نظارا پسندا آهن. چون ٿا چئن يارن يعني مخدوم جلال جهانيان، شيخ فريد، شيخ عثمان مروندي ۽ شيخ بهاءُالدين زڪريا ملتاني اتي ويهي مڪاشفا ڪيا آهن. هي هڪ ناليري جاءِ ۽ سگهورو مڪان آهي [(1)](#)."

انهيءَ غار بابت مغربي مورخ "هينري ڪزنس" به پنهنجي ڪتاب "The Antiquities of Sindh" ۾ ذڪر ڪيو آهي ته: "سيوهڻ شهر جي وچ ۾ ننڍو غار آهي جنهن کي "هڪ ٿنڀو غار" ڪري سڏيو وڃي ٿو.[(1)](#)"

سيوهڻ بابت مشهور مورخه ۽ تاريخ نويس "يوسف ميرڪ" "تاريخ مظهر شاهه جهاني" ۾ لکيو آهي ته:

"سهوان نالي قديم قلعو درياهه جي ڪپ تي آهي، جنهن جي نالي پٽيان سيوهڻ شهر سڏجي ٿو. سيوهڻ جو قديم شهر آهي جنهن جي اتر ۾ قلعو آهي. هي شهر حضرت لال شهباز جي آستان هئڻ ڪري متبرڪ ليکيو وڃي ٿو. شهر جي چيڙي ۾ پاهرين پاسي حضرت چِتا امراني رحمت الله عليه ۽ ٻين ڪيترن ئي اوليائن جون مزارون آهن. ڏکڻ پاسي پرسان کير ٿر ڳاڙهو جبل اٿس، جنهن ۾ پاڻيءَ جا چشما آهن. انهن جي ڏکڻ ۾ ڪيچ مڪران آهي. اتر پاسي جبل جي پَرينءَ پر ڪابل، قنڌار ۽ ڪشمير آهن[(2)](#)."

اهڙيءَ طرح "Beeton's Dictionary of Georgraphy" ۾ سيوهڻ بابت ڄاڻايل آهي ته:

"Sehwan. Sar - wan, a town of Hindostan, in Scinde standing on the right of bank of Arul, near its entrance into the Indus, 29 miles N.W. from Hyderabad. Manf: Shoes, Caps and Silk goods. The town is Commanded by a fortress in ruins, but its most remarkable building is the tomb of Lal Shahbaz, a saint equally venerated by Hindus and Muslims, with gates of wrought Silver[(3)](#)."

مرحوم محبوب علي چنه (وفات 1977ع) پنهنجي هڪ مضمون ”قلندر شهباز سيوهاڻي“ ۾ سيوهڻ جي تاريخي اهميت تي روشني وجهندي لکي ٿو ته:

”جيڪڏهن تاريخ جي روشنيءَ ۾ سيوهڻ جو گذشته ماضي ڏسبو ته سنڌو تهذيب پر اچين کنڊراتي طبقي بعد سيوهڻ جو درجو اچي ٿو. تاريخ دانن هن قديم شهر جا ڏار ڏار نالا ڏنا آهن. ڪن هن کي يوناني سڪندر جي زماني جو سنڊيمنا، ڪن رامائڻ جي زماني جو سيوستان شروسان، سدوسان يا سادوستان لکيو آهي. هندستان جي قديم جاگرافيءَ جي مصنف صاحب ”مسٽر ڪننگهارام“ بين تاريخ دانن سان متفق ٿيندي لکيو آهي ته هن ”سنڊيمان“ شهر وٽ جابلو قومن جي بادشاهه ”ساميبوس“ سڪندر جي سامهون پنهنجا هٿيار پيش ڪيا [(1).“]

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي ڪتاب ابوالفضل ۽ فيضيءَ ۾ ابن بطوطه جي سفر جو حوالو ڏيندي ثابت ٿو ڪري ته قديم زماني کان وٺي سيوهڻ کي سيوستان سڏيو ويندو هو. ابن بطوطه پنهنجي سفرنامه جي جلد ٻئي ۾ لکي ٿو، جڏهن هو سنڌ ۾ سنه 734هه ڌاري آيو هو تڏهن هن  چا چا ڏنو ان عبارت جو جنسي ترجمو هيٺ ڏجي ٿو:

”پوءِ اسان سفر ڪيو جنائي نالي شهر کان تان ته سيوستان نالي شهر ۾ رسياسين، جنهن جو نالو هن طرح پڙهبو، پهرين جي نقطي س تي زير ۽ ي ان سان موافق چڪيل واءِ تي زير ۽ ٻئي سين تي زير ۽ ت الف واري پويان پڙهجڻ واري پچاڙي ۾ ن. اهو هڪ وڏو شهر آهي[(2).“ اڳتي هلي حڪيم صاحب ساڳين ڪتاب ۾ لکي ٿو ته مدينه شريف جي هڪ وڏي لئبريريءَ ۾ هڪڙو ڪتاب تذڪرة العلماءِ آهي جنهن ۾ گهڻن سنڌي عالمن جو ذڪر آهي جن مان مولانا محمد ع]ابد سنڌي سيوهاڻيءَ جو ذڪر گهڻي تفصيل سان ڏنو ويو آهي [(3).]

سيوهڻ بابت ڊاڪٽر ڊيوئرٽ پنهنجي ڪتاب “The Begger Sant of Sehwan” ۾ لکي ٿو ته سيوهڻ شهر موجوده وقت به ساري دنيا ۾ مشهور آهي. جنهن جو سبب خاص طرح حضرت شهباز قلندر جي درگاهه آهي.
حضرت شيخ عثمان اهل ايران جي مروند شهر ۾ (تبريز جي نزديڪ) عيسوي ٻارهين صدي جي شروع ۾ ڄائو. سندس والد شيخ ڪبير الدين پنهنجي وقت جو مشهور اولياءُ هو. حضرت عثمان قلندر ستن ورهين جي ڄمار ۾قرآن شريف حفظ ڪري ورتو هو. 24 ورهين جي ڄمار ۾ الله تعالى جل شانه ڪيس

ظاهري -توڙي باطني علم سان نوازيو. علم مان فارغ ٿيڻ بعد اسلام جي تبليغ لاءِ ڏورانهن ملڪن جي سفر تي روانو ٿيو. جهڙوڪ؛ بيروت، دمشق، مڪه شريف، مدينه منوره ۽ بغداد وغيره. آخر 1263ع ۾ پنهنجي ٽن ساٿين مخدوم جلال، فريد شڪر گنج ۽ شيخ بهاءُ الدين زڪريا سان اچي ملتان ڪان نڪتو. انهن ڏينهن ۾ ملتان جي گورنر سلطان محمد بلبن (سلطان غياث الدين جو پٽ) کيس ڏاڍو زور پريو ته اتي مستقل رهائش اختيار ڪري، پر آچ قبول نه ڪيائين. پوءِ شيخ بو علي قلندر (پاني پتي) جي مشوري سان سيوهڻ ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائين. ان وقت سيوهڻ ۾ پيا به ڪيترا الله لوڪ ۽ سنت موجود هئا. انهن پهريائين سندس مخالفت ڪئي پر پوءِ سندس علميت، فيض ۽ ڪرامتن ڪان متاثر ٿي سيني کيس پنهنجو سردار ڪري تسليم ڪيو. اسلام جي تمام گهڻي خدمت سر انجام ڏنائين. آخر 1274ع ۾ وفات ڪيائين. سندن وفات واري ڏينهن تي هر سال سيوهڻ ۾ زبردست ميلو لڳندو آهي(1).

(ب)سوانح حيات

فصل پهريون

حڪيم صاحب جي خانداني حسب نسب جو تاريخي پس و منظر

خاندان: حڪيم صاحب سنڌ جي قديم ”عباسي“ خاندان جو چشم و چراغ آهي. فارسيءَ جي مشهور ڪتابن ”مرآت“ ۽ ”جواهر“ ۾ هن خاندان بابت ذڪر ڏنل آهي ته ”عباسي خاندان جي امير سلطان احمد ثانيءَ هڪ رات خواب ۾ ڏٺو ته حضرت امام زين العابدين رضه جي زيارت نصيب ٿي اٿس ۽ کين عرض ڪيائين ته مون کي حڪومت هٿ ڪرڻ ۾ عدد فرمايو جنهن تي حضرت امام رضه جي طرفان اشارو مليس ته ”سنڌ“ ڏي وڃ.“

سلطان احمد ثاني مصر جي پهرين عباسي خليفي ”ابو القاسم احمد مستنصر بالله“ جي ڇهين پيڙهيءَ مان آهي، انهيءَ خيال کان هن خاندان جو پهريون فرد سلطان احمد عيسوي چوڏهين صديءَ ۾ سنڌ پهتو.

”جواهر عباسيه“ جي روايت جو مضمون به اهڙو ئي آهي، فرق صرف هي آهي ته ”مرآت“ ۾ احمد کي امير سلطان احمد لکيو ويو آهي ۽ ”جواهر“ ۾ لکيل آهي ”خليفه ششم سلطان احمد“ ۽ ان ۾ امام صاحب جي خواب واري اشاري جو ڪو به ذڪر ڇاڻايل ڪو نه آهي. فقط ايترو ڇاڻايل آهي ته ”به الهام غيبي از ملڪ عرب، وطن مالوف خود مهاجر گرديد و از راه ڪيچ مڪران در حوالي ملڪ سنڌ رسيد“ (غيبي الهام سببان پنهنجي وطن عرب کان هجرت ڪري ڪيچ مڪران جي رستي سنڌ ۾ پهتو[(1).](#)

حڪيم محمد صادق عباسي (ساڪن راڻيپور شريف رياست خيرپور سنڌ) جو چوڻ آهي ته ”هن عباسي خاندان جي وڏن مان ”قائم عباسي“ سڀني کان اول سنڌ ۾ آيو، جو سنه 259 هجريءَ ۾ ڪنهن اعلى عهدي تي مقرر ٿي آيو هو. ان وقت تائين سنڌ عباسي خلافت جي ماتحت هئي.

”مرآت“ ۾ سلطان احمد ثانيءَ بابت هڪ هنڌ هيٺين تحرير درج ٿيل آهي:

فارسي

هر گاهه در سوار ڪوٽ ڪانڇي بظاهر بنڪار ڪه مقر حڪومت راءِ دهورنگ قوم سهته ڪه فرمانرواي اڪثر ولايت سنده بود، نزول بخشيد- مخطور خاطر خطير آن دشتن ڪه ما تازه وارد و نا واقف اين ملڪ ايم به اعتماد ش پاي استقرار بجاي گزاشته دست تدارڪ بيڪ نوع تدبير در اساس معين خواهيم ڪشاط[(1).](#)

ترجمو

(جڏهن شهر بنڪار جي نزديڪ ڪوٽ ڪانجهي پهتو، جو سهتا قوم جي حاڪم راءِ ڏورنگ جي گادي جو هنڌ هو. راءِ ان وقت سنڌ ولايت جي وڏي حصي جو مالڪ هو. تڏهن دل ۾ خيال آيس ته مان هن سر زمين تي ڌاريو آهيان. ملڪ جي حالتن کان واقف نه آهيان ان ڪري راءِ جي مدد سان قدم ڄمائي فوج گڏ ڪرڻ جي تدبير ڪندس.)

راءِ ڏرونگ جڏهن مقابلي جو ارادو ڪيو تڏهن عباسين جي طرفان ڪيس پيغام موڪليو ويو ته اسين اڳتي وڃي رهيا هئا سين ۽ تنهنجي دوستيءَ جا خواهان هئاسون، مصر کان هيستائين جنهن کي به اسان جي عزت ۽ حرمت جي خبر پيئي آهي، تنهن اسان جي دوستيءَ ۽ رضامنديءَ کي غنيمت ڄاتو آهي. تنهنجي

طرفان جنگ جو ارادو ڪرڻ مناسب نه آهي. رات جو راءِ کي خواب ۾ ڏسڻ ۾ آيو ته مقابلي لاءِ صف بندي ٿي چڪي آهي ۽ سندس فوج مان هر هڪ جو سر وڍجي چڪو آهي. صبح ٿيندي ئي راءِ صلح جو پيغام موڪليو ۽ پنهنجي ڌيءَ جي شادي عباسين جي رئيس سان ڪري ڪيس ملڪ جو ٽيون حصو به ڏنائين(2).

ان بعد عباسي سنڌ ۾ مقيم ٿي ويا ۽ هڪ وڏو باغ پوکايائون، جنهن ۾ پڪن کوهن ۽ حوضن جو بندو بست ڪيائون هڪ مضبوط قلعو ۽ سلطان احمد نالي شهر جوڙايائون. شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ مرحوم (وفات 1929ع) پنهنجي ڪتاب ”قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو“ ۾ ڄاڻايو آهي ته ”عباسي يا بني يعني عباس جو اولاد، جو حضرت محمد صلعم جن جو چاچو هو. انهن مان گهڻا خليفا هئا، جي بغداد ۾ حاڪم هئا. انهن ڏينهن ۾ يا جڏهن محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي، تنهن کان پوءِ انهيءَ نسل مان ڪي سنڌ ۾ آيا، انهن جو اولاد عباسي ٿيا. اڪثر ڪلهوڙن کي عباسي چوندا آهن ۽ انهن کي سرائي ۽ ميان به سڏين. سندن مريدن يا فقيرن کي ميانوال چون“(1).

”تحفته الڪرام“ ۾ ڪلهوڙن جي خاندان متعلق جيڪو احوال ڏنل آهي، ان مان پڻ مرزا قليچ بيگ جي مٿي ڄاڻايل حقيقت جي تصديق ٿئي ٿي. ان ۾ ڄاڻايل آهي ته:

”تاريخ جي ڄاڻن کي معلوم ٿيڻ گهرجي ته نسب نامي جي ماهرين هن گروهه جي نسب کي حضرت عباس عم رسول الله صلعم سان ڳنڍين ٿا. اڪثر مورخين ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن کي عباسي تسليم ڪيو آهي. سلطان احمد 1366ع ۾ سنڌ ۾ آيو. سندس اولاد مان آدم شاهه هڪ صاحب دل بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن جا ٻه پٽ دائود ۽ ابراهيم هئا. ڪائنس پوءِ دائود فقر جي مسند تي ويٺو، هن جي دؤر ۾ اراد تمدن ۾ ڪافي اضافو ٿيو. ميان دائود جي وفات بعد سندس بن پٽن الياس ۽ شاهه علي مان پهريائين الياس ۽ پوءِ شاهه علي مسند نشين ٿيو. شاهه علي وڏو متقي پرهيزگار، خدا پرست ۽ عقلمند انسان هو. هن جي زماني ۾ رشد ۽ هدايت جو ڪم وسيع کان وسيع تر ٿيندو ويو. سنه 1657ع ۾ هڪ مسلح جنگ ۾ شهيد ٿي ويو. هن جي شهادت کان پوءِ سندس پائيٽيو ميان نصير محمد مسند تي ويٺو، جنهن باقاعدي سنڌ تي 35 سال حڪومت هلائي. ميان نصير محمد کان پوءِ ميان دين محمد، ميان يار محمد (جنهن خدا آباد جو شهر ٻڌايو) ميان نور محمد، محمد مراد ياب خان، ميان غلام شاهه (حيدرآباد جو شهر اڏيندڙ) ۽ آخر ۾ ميان سرفراز شهيد هڪ

ٻئي پٺيان سنڌ جا حڪمران ٿيا. ان بعد سنڌ ميرن جي هٿ آئي. مطلب ته ڪلهوڙن ۽ عباسي خاندان ڏيڍ صدي ڪن سنڌ تي حڪمراني ڪئي“.(1)

فصل ٻيو

ولادت ۽ ننڍپڻ

هن فاني دنيا ۾ ڪنهن به شيءِ جي بقا جو امڪان ڪونهي، ليڪن قوت عمل ئي هڪ اهڙي غير قانوني شيءِ آهي، جا انسان کي زنده جاويد بنائي ٿي ڇڏي. آدم جي ابتدائي دؤر کان هلندڙ عرصي تائين بي شمار ۽ لا تعداد عديم المثال ۽ بي نظير هستيون پاڻ ته وڃي خاڪ جون زينت بڻيون، پر سندن ڪارنامن کي دنيا ۾ ابدي زندگي حاصل ٿي ويئي آهي. اهو ئي سبب آهي جو سندن نالو، جيستائين دنيا قائم، تيسين مٽجي نه سگهندو. اهڙين هستين ۽ حڪيم الشعراءِ ”علامه فتح محمد سيوهاڻيءَ“ جو اسم گرامي به شمار ۾ ليکجي ٿو.

حڪيم صاحب جي ولادت 1300 هجري مطابق 1883ع ۾ سنڌ جي مردم خيز شهر سيوهڻ جي قديم معزز عباسي خاندان ۾ ٿي. سندن والد مرحوم ”حڪيم حافظ غلام محي الدين“ (سيوهڻ جي مشهور مخدوم عبدالواحد نعمان ثاني جي اولاد (نانئنگ) مان هئا (سندن شجرو سامهون صفحي تي ڏنل آهي) جو نه فقط تر جو ناميارو عالم هو، ليڪن مشهور حڪيم به هو. وٽن نادر ۽ اڻ لڀ ڪتابن جو وڏو ذخيرو هوندو هو. سندن علميت جي ايتري قدر شهرت هئي، جو عربستان ۽ خراسان تائين سندن فتوائن کي تسليم ڪيو ويندو هو. پاڻ جيڪو به فيصلو لکندا هئا، ان کي پٿر تي ليڪو ڄاتو ويندو. حڪيم صاحب جو ٻالپڻو نهايت سک ۽ سڪون سان گذريو. سندس آتم ڪهاڻيءَ ۾ ڪم آندل لفظن مطابق ته: ”مائٽن جا سڪيلڌا اهڙا هئاسون جو چمڻ شرط اسان جي پرورش ۽ ٿڃ پيارڻ لاءِ دايون مقرر ٿينديون هيون ۽ جڏهن ڪچ تي ڪٽي گهمائڻ لائق ٿيندا هئاسين ته خاص نوڪر اسان جي لائق مقرر ڪيا ويندا هئا(1) جي پنجن ورهين جي ڄمار تائين اسان جي خدمت گذاريءَ ۾ رهندا هئا. ننڍيءَ عمر ۾ راند روندين جو شوقين هوس. شهر جي پرسان عاليشان باغ هو، جنهن ۾ هر قسم جا ميوه دار وڻ هوندا هئا. مون کي آزادي هوندي هئي ته جيڪي وٽيم سو ڪانء، سڄو ڏينهن باغ ۾ الوليون ڪندو گذاريندو هوس.(2)

فصل ٽيون

ابتدائي ۽ ثانوي تعليم

حڪيم صاحب پنهنجي خود نوشه سوانح حيات ۾ ڄاڻايو آهي ته: ”مونتي منهنجي ڏاڏي جو نالو فتح محمد رکيو ويو ۽ عرف جو نالو محمد جعفر. جڏهن پنجن ورهين جو ٿيس تڏهن قرآن شريف پڙهڻ شروع ڪيم. قرآن شريف پڙهڻ واري وقت ۾ راند جي شوق ۽ بيخياليءَ سببان ذهن ڪليل نه هوم ۽ قرآن شريف پڙهڻ ۾ ٽي سال لڳم. ڏهن سالن جي عمر جي آغاز ۾ پارسي پڙهڻ ۽ لکڻ جي مشق ڪرڻ لڳس. پارسي حضرت والد مرحوم ”ڪريما“ بلا معنى پڙهائڻ شروع ڪرايم.الف -ب لکڻ جي مشق به حضرت والد بزرگوار قلم سان ڪاغذ تي شروع ڪرايم. چڱيءَ طرح ياد اٿم ته ”ج“ جو مٿو لکڻو گهٽي سيکارڻ هوندي به چڱو لکي نٿي سگهيس. جنهن تي والد مرحوم پٽ تي ويٺل ڪانوَ جي چهنب ڏي اشارو ڪري فرمايو ته ”ج جو مٿو ڪانوَ جي چهنب جهڙو لک.“ اها تلقين فوراً ڪارگر ٿي ۽ ج جو مٿو هر هر ڪانوَ جي چهنب ڏي نهاري لکڻ لڳس.

والد مرحوم جي هٿان پارسيءَ جي تعليم ۽ لکڻ جي مشق شروع ٿيڻ ۾ مون کي غير معمولي برڪت محسوس ٿي ۽ ذهن به کلي پيو. طبيعت ۾ رواني پيدا ٿيڻ لڳي. جيتوڻيڪ ”ڪريما“ بنا معنى سان پڙهائڻ شروع ڪيائون ته به پڙهڻ مهل ائين محسوس ڪندو هوس ته ڄڻ معنى سمجهان پيو. پوءِ ساڳي ڪريما معنى سان پڙهيم ۽ مهيني کن جي عرصي اندر معنى پڙهي ختم ڪيم انهيءَ وقت ۾ ڪريما سڄي ياد هوندي هيم. تنهن کان پوءِ مولوي محمد عمر چنا وٽ سندس ڳوٺ ۾ پڙهائڻ لاءِ وهاريو ويس،مولوي صاحب موضوع گلستان باب اول کان پڙهائڻ شروع ڪرايم. هو هڪ چڱو زميندار هو ۽ والد مرحوم جو شاگرد. پشت بپشت اسان جي خاندان جي معتقدن ۽ متعلقين مان هو، انهيءَ ڪري منهنجو لحاظ ۽ ادب ڪندو هو. پڙهائڻ ۾ بين وانگر مون سان سختي به ڪين ڪندو هو. آزادي هوندي هيم جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو گلستان جي باب اول ۾ ئي به سال گذري ويم. يارهن سالن ۾ پير پاتم ته حضرت والد مرحوم هن دارالفانيءَ مان عالم جاودانيءَ جو سفر اختيار ڪيو(1).“

والد جي وفات بعد سندس وڏي ڀاءُ خليفي ميان محمد زمان سندس تربيت ۽ پرورش جو بار پاڻ تي هموار ڪيو ۽ هن دردناڪ سانحي جي ڪري تحصيل علم ۾ جيڪي دشواريون ڪين درپيش اچن ها، تن کان بچي پيا. چوڏهن سالن جي عمر ۾ مولوي محمد عمر جي صلاح مشوره سان ڳوٺ پيروز شاهه نزديڪ شاهه پنجو تعلقي ميهڙ ۾ عطاءُ الله جي مدرسي ۾ داخل ٿيو. جتي

گلستان ديباچي کان وٺي اٺين باب تائين، بوستان ابتدائي باب، زليخا بي بي بازغه جي قصي تائين مولوي صاحب وٽ پڙهيو. ان کان پوءِ بوبڪ ۾ مولانا عبدالرؤف بختيار پوريءَ وٽ صرف جامع تعليلات پڙهيائين. سورهن ورهين جي ڄمار ۾ "سيتا" تعلقي، دادو جي مدرسي عربيه ۾ وڃي داخلا ورتائين. اتي مولانا محمد صديق سيتائي کان عربي تعليم حاصل ڪيائين. وٽائنس مختصر معاني ۽ تفسير بيضاوي وغيره پڙهيائين. 21 ورهين جي ڄمار ۾ آخري ڪتاب "ڪنان مطول" پڙهي سنه 1321 هجريءَ جي ماهه رمضان شريف ۾ فارغ التحصيل ٿيو.

کيس مطالعي جو ڏاڍو شوق هوندو هو ۽ ساڳئي وقت ذهين به هو تنهنڪري طالب العلميءَ جي زماني ۾ ئي ڪيترن غير رسمي (غير نصابي) ڪتابن جو مطالعو پڻ ڪندو رهندو هو. خاص طرح لغت جي ڪتابن ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺندو هو ۽ اهي ڪتاب هميشه سندس مطالعي هيٺ رهندا هئا جهڙوڪ: منتخب غياث ۽ رشيدي وغيره. سندس مطالعو نه رڳو لغت جي ڪتابن تائين محدود هو بلڪه تاريخي، ادبي، حديث فقه تفسير، شعر و عروض ۽ مباحثه و مناظره وغيره جي ڪتابن جو به وقت بوقت مطالعو ڪندو رهندو هو. مطالعي جي شوق جو اهو عالم هو جو راتين جون راتيون اوجاڳا ڪري صبح ڪري ڇڏيندو هو. سندس خانداني ڪتب خانو هزارن ڪتابن تي مشتمل هو. پائنجي ٿو ته مشڪل سان ڪو ڪتاب هوندو جيڪو سندس مطالعي هيٺ نه آيو هجي. انهيءَ ڪتب خاني ۾ هر فن تي ڪتاب موجود هئا. جيئن ته فلسفه، طب، رياضي، شاعري، انجنيري ۽ تاريخ وغيره. انهيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سندس معلومات ڪيتري نه وسيع هوندي[(1).](#)

سنه 1318 هجريءَ ۾ جڏهن حڪيم صاحب اڃا عربي جو طالب العلم هو تڏهن سندس مربين خيال ڪيو ته فتح محمد عربي پڙهي دنيا ۾ ڪيئن گذاري سگهندو ۽ پنهنجو گذران ڪيئن ڪندو؟ انهيءَ ڪري بهتر آهي ته ڪائنس عربي ڇڏرائي تپيداري اسڪول ۾ موڪلجي ته تپيدار ٿي پنهنجو پيٽ قوت حاصل ڪري سگهي. انهيءَ وقت تپيدارن جي اسڪول جو هيڊ ماستر مرحوم قاضي فتح محمد پاٽائي هو. جڏهن قاضي صاحب کي انهيءَ ڪم لاءِ چيو ويو ته ڪلندي پڇيائين ته "چوڪرو سنڌي فائينل (ڪاميٽي) امتحان پاس ڪيل آهي يا نه؟ تڏهن بقول حڪيم صاحب "ڪاميٽي ته پري رهي مون سنڌي اسڪول ۾ فقط پهريون درجو پڙهيو هو. تپيداري اسڪول ۾ حسابي علم جي سخت ضرورت هوندي آهي، آئون ته نه حساب پڙهيل نه حساب ڄاڻندڙ. منهنجو حال

اڄ تائين به اهو آهي جو آڳرين تي ليکو ڪري وقت ٽپائيدو آهيان. اهو ٻڌي قاضي صاحب کي ذاتي مشڪلات ٿي. مگر ان هوندي به سرڪار سان لکپڙهه هلائي، منهنجي داخلا بابت خاص اجازت ورتي. تڏهن مائٽن مون کي مدرسي مان گهرائي ورتو ۽ تيپداري پڙهڻ جي خبر ٻڌي زرا زرا روئڻ لڳس ۽ بي حجاب ٿي، وڏن جو لحاظ ئي ڇڏي صاف انڪار ڪرڻ لڳس. مون تي اسلامي عربي تعليم جو اهڙو ته عشق غالب هو، جو آءُ انهيءَ محبوب جو فراق سهي سگهڻ لاءِ هڪ پل واسطي به تيار نه هوس. منجهن مربين ته منهنجي لاءِ دنيوي بهتري گهري ٿي، مگر آءُ دنيوي بهتريءَ کي ديني بهتريءَ جي پيٽ ۾ بلڪل هيچ سمجهڻ لڳس. ڇاڪاڻ ته عربيءَ جو عالم جڏهن علم پڙهي فارغ ٿئي ٿو تڏهن هو نوڪريءَ جي ڳولا ۾ سرگردان نٿو ٿئي، بلڪه هو پاڻ کي بنا ڪنهن دنيوي لالچ جي قوم آڏو پيش ڪري ٿو، ۽ قوم مان فقط اها ئي توقع رکي ٿو ته پاڻ جيڪي اسلامي، ديني، مذهبي ۽ اخلاقي نعمت حاصل ڪري آيو آهي، انهيءَ نعمت مان قوم جا افراد فيض پرائڻ لاءِ سندس خدمتون قبول ڪن. هو اسلامي علم جي روشن شمع قوم جي ڪاشانهء جهالت منور ڪرڻ لاءِ هٿ ۾ جهلي، قوم کي سڏي ٿو ته جيئن سندن ظلمت ڪدن کي هن شمع فروزان سان روشن ڪري. انهيءَ نيت ۽ جذبي جو اثر اهو ٿو ٿئي، جو اڪثر اهڙي بزرگ کي قوم اکين ۾ جاءِ ڏئي ٿي ۽ سندس اسلامي خدمات جي عيوض سندس معاش جي ڪفالت پاڻ تي هموار ڪري ٿي، جا ڳالهه لازمي آهي. اهڙو بزرگ پنهنجي جاهل ۽ اڻ سڌريل ماحول کي ڪجهه وقت ڪان پوءِ اهڙو ته سڌاري ٿو، جو هن جي اڳين ۽ موجوده زندگيءَ ۾ وڏو انقلاب اچي وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح قوم وٽ اهڙي بزرگ جو وقار ۽ احترام به شايان شان وڌي وڃي ٿو ۽ گذران جو مسئلو به بنا ڪنهن درماندگي ۽ پريشانيءَ جي حسب الحال حل ٿي وڃي ٿو.

اسڪولي ۽ ڪاليجي تعليم يافته امتحان پاس ڪرڻ بعد ڏسبو ته آفيسن ۽ آفيسرن، ليڊرن ۽ سرڪار پرستن جي درن تي ڌڪا کائيندا رهندا ۽ اڪثر اهو ئي خشڪ جواب ملندن ته ”نو ويڪنسي“ (جاءِ خالي ڪانهي). هاڻي وچن سو وچن ڪاڏي؟ پڙهيا اهو، جو سواءِ نوڪريءَ جي ٻئي ڪنهن به ڪم نه اچي. هڪ عربيءَ جو عالم ته قوم جي ڪنن تائين قال الله و قال الرسول“ جو نغمه دلنواز پهچائي سگهي ٿو. مگر هڪ اسڪولي يا ڪاليجي تعليم يافته قوم کي ڪهڙي اسلامي ۽ اخلاقي تعليم ڏيئي سگهندو؟ ڇا هو ”قال گليڊ سٽون“، ”قال شيڪسپيئر قال فلان قال فلان“ چئي قوم کي سڌاري سگهندو؟ (1).

اهو نظريه هو حڪيم جو روزگار ۽ اسڪولي يا ڪاليجي علم بابت. سو تيپداري پڙهڻ کان بنهه پڙ ڪدي بيٺو. انهيءَ ڪشمڪش ۾ ٽي-چار مهينا گذري ويا. سندس استاد صاحب کي انهن ڳالهين جي ڪا خبر نه رهي ته حڪيم صاحب بابت ڪهڙيون سٽون ۽ رٿون رٿجي رهيو آهن. آخر استاد کيس عتاب نامو موڪليو، جنهن ۾ سندس ترڪ تعليم تي اظهار افسوس ڪندي، کيس جلد واپس اچڻ لاءِ لکيو هئائون. جڏهن اهو مڪتوب کيس مليو، تڏهن جواب ۾ هڪ قصيده عربيءَ ۾ لکي موڪليائين. اهي قصيده پڙهي استاد صاحب اهڙو ته متاثر ٿيو، جو حڪيم صاحب جي مربين ڏانهن لکي موڪليائين ته: ”فتح محمد کي اسان جي حوالي ڪريو. سندس پرورش ۽ سنڀال جو بار اسان پاڻ تي هموار ڪريون ٿا. روزگار جو فڪر ڪرڻ اجايو آهي.“

وَ يَرزق من حيث لا يَحتسب (القرآن)

”اسان کي رب اتاهون رزق پهچائي ٿو، جتان گمان به نه هوندو آهي.“

”ڪار ساز ما به فکر کار ما

فکر ما در کار ما آواز ما“

(ڪار ساز حقيقي کي اسان جي ڪارسازيءَ جو پاڻ اونو هوندو آهي ته اسين جو ويٺا پاڻ کي ڳڻتين ۾ ڳاريون.)

حڪيم صاحب پنهنجي سوانح حيات ۾ ڄاڻايو آهي ته ”حضرت جن جي انهيءَ ئي ڏينهن مون کي سندن خدمت ۾ رواني ڪرڻ لاءِ تيار ڪيائون. آءُ خوشيون ڪندو وڃي سندن خدمت ۾ پهتس. انهن ڏينهن ۾ منهنجي عمر اوڻيهه سال هئي (1).“

فصل چوٿون

ڌنڌا ۽ مشغوليون

فارغ التحصيل ٿيڻ بعد پنهنجي قائم ڪيل مدرسي سيوهڻ ۾ درس و تدريس ۽ ان سان گڏ پنهنجي خانداني پيشي طب جو شغل اختيار ڪيائين. ڪجهه وقت بعد هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو آنجهاني ”مسٽر وائينس“ سنڌ مدرسي ڪراچيءَ جي پرنسيپال وٽان 1905ع ۾ کيس ارجنٽ تار پهتي ته ”اوهان کي سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ عريبڪ اينڊ پرشن ٽيچر مقرر ڪيو ويو آهي، انهيءَ

ڪري يڪدم اچ." ڪيس جيتوڻيڪ پنهنجي برپا ڪيل مدرسي ۾ ڪم ڪرڻ جو گهڻو شوق هو، مگر سيني عزيزن ۽ دوستن جي صلاح سان ڪراچيءَ روانو ٿيو. اتي پهچڻ تي ڪيس معلوم ٿيو ته "مولانا حميد الدين" (1). (عربيڪ ۽ پرشن ٽيچر) جو فرزند طاعون (پليگ) جي منحوس مرض وگهي انتقال ڪري ويو هو، جنهن جي صدمي سببان مدرسي جي ملازمت تان استعفا ڏيئي، پنهنجي وطن مالوف روانو ٿي ويو ۽ روانگيءَ وقت "وائينس صاحب" کي زوردار صلاح ڏني هئائون ته سندن جاءِ تي فتح محمد سيوهاڻيءَ کي رکيو وڃي. مولانا صاحب جن اها سفارش محض سندن بي نقاط نظم ۽ نثر کان متاثر ٿي ڪئي هئي. بقول حڪيم صاحب؛ مولانا جو گمان هو ته "آءُ ڪو عمر رسيدو، آزمود گار ۽ ڪهنه مشق اديب آهيان، حالانڪه آءُ بلڪل نو عمر هوس". جڏهن ڪراچيءَ پهچي وائينس صاحب جي پيش ٿيو، تڏهن هو ڪيس چوڪراڻ ڏسي حيران ٿي ويو ته ڪيئن مولانا حميد الدين جهڙي علامه هن نوعمر مولويءَ کي ههڙي علمي عهدي تي مقرر ڪرڻ جي شفارش ڪئي آهي! خير، وائينس صاحب ڪيس پنهنجي بنگلي جي هيٺين حصي جي اڌ ۾ رهايو، جو فرنيچر ۽ ٻين ضروريات جي شين سان سينگاريل هو. ٻئي اڌ ۾ مسٽر شيخ عبدالحق (رٽائيرڊ ڊپٽي ايدوڪيشنل انسپيڪٽر فارمُلا اسڪولس) رهندو هو، جو مدرسي ۾ ان وقت ماسٽر هو. حڪيم صاحب انگريزي ته اصل پڙهيل ئي ڪو نه هو، سو هيڏي ساري انگريزي درسگاهه جي انگريزي پڙهندڙ شاگردن کي هڪ انگريز پرنسيپال جي ماتحت تعليم ڏيڻ، سو به هڪ نو عمر اڻ آزمودگار لاءِ ڪٿن ڪم هو. وائينس صاحب کي پڪ هئي ته اهو چوڪراڻ ڪاميابيءَ سان پڙهائي نه سگهندو (1).

مگر حڪيم صاحب به خدا تي پروسو رکي ڪم شروع ڪيو ۽ پروگرام مطابق پئي ڪلاس ورتائين. شاگرد به سندس پڙهائيءَ مان ڏاڍو مطمئن ٿيا ۽ ساڻس ڏاڍي عزت ۽ احترام سان پيش اچڻ لڳا. وائينس صاحب اڪثر ڪري هر نئين استاد جي پڙهائي جي چڪاس ڪندو رهندو هو. سو هن جي به پڙهائيءَ جو نمونو معلوم ڪرڻ لاءِ جاسوس وانگي آسپاس کان بيهي جاچيندو رهندو هو ۽ هر ڪلاس جي مختلف شاگردن کان سندس پڙهائيءَ بابت رايو پڇندو رهندو هو. شاگردن کان سندس پڙهائيءَ جي تعريف ٻڌي وائينس صاحب ڏاڍو خوش ٿيو ۽ خاطري ٿيس ته مولانا حميد الدين جي سفارش بلڪل بجا هئي.

هي اهي ڏينهن هئا جن ۾ ڪراچيءَ ۾ پليگ جو سخت زورشور هو ۽ صدها جنازا شهر ۾ گشت ڪندا زبان حال سان ملڪ الموت جي تڪڙين ڪاراوين جي گواهي ڏيندا لنگهندا ڏسڻ ۾ ايندا هئا. انهيءَ خوفناڪ ۽ پيانڪ نظاري شهر ۾ سخت هراس جي حالت پيدا ڪري وڌي. پبلڪ ۾ ڀاڄڙ شروع ٿي، شهر خالي ٿيڻ لڳو، سڄي شهر ۾ هو جو عالم ڏسڻ ۾ آيو. انهيءَ حالت هوندي به مدرسو اڃا بند نه ڪيو ويو. گويا پرنسيپال يا مدرسي بورڊ کي مسلمانن جي تعليم سندن حياتيءَ کان به وڌيڪ پياري هئي. ماسترن ۾ سپاويڪ چرپر ۽ چميگوئيون شروع ٿيڻ لڳيون. مگر حڪم جا بندا، پاڻ کي پاڻهي ته موڪل ڏيئي نٿي سگهيا. شاگردن پنهنجي مائٽن ڏي هراس ڀريا خط لکيا جنهن ڪري ڪيترن جا وارث اچي سهڙيا ۽ ڇوڪرن کي وٺي ويا. ڪيترن کي خط پهتا ته هليا اچو. انهيءَ طرح مدرسو خالي ٿيڻ لڳو. حڪيم صاحب اڃا نئون هو، طبيعت ۾ آزادي ۽ خود مختياري موجود هيس سو پنهنجي ڀاءُ (راقمة الحروف جي والد) ميان عبدالقيوم سان صلاح ڪري ٽپڙ ٻڌي بنا موڪل مدرسي کي ڇڏي اچي پنهنجي ڳوٺ رسيو. ان بعد سٽت ئي مدرسي کي بند ڪري رخصت جو اعلان ڪيو ويو(1).

مرحوم ميان عبدالقيوم (وفات سنه 1929ع) پنجين درجي انگريزي پڙهندي نوشهري فيروز ۾ وچي ماستري اختيار ڪئي. انهيءَ وقت خانبهادر سيد الهه آندو شاهه آف در ٻيله (تعلقي نوشهري فيروز) پنهنجي علمي جذبي ۽ مسلمانن جي جهالت ۽ بي علميءَ جي احساس کان مجبور ٿي پنهنجي هڪ دوست رئيس جلباڻيءَ جي وسيع اوطاق نوشهري فيروز ۾ انگريزي تعليم جو مدرسو کولايو. مرحوم شاهه صاحب (وفات سنه 1919ع) انهيءَ تر جو وڏو بااثر قومي ليڊر هو، پنهنجي وسيع اثر کان ڪم وٺي نوشهري ڊويزن جي مسلمانن جا ڇوڪرا عام طرح ۽ زميندار جا فرزند خاص طرح گهڻي تعداد ۾ ان مدرسي ۾ داخل ڪرايا. مدرسي سان هڪ بورڊنگ هائوس به کوليو ويو، جنهن ۾ ٻاهريان شاگرد رهايا ويا. پوءِ آهستي آهستي ڪواليفائيڊ به آندا ويا. حڪيم صاحب پنهنجي سوانح حيات ۾ لکي ٿو ته:

”برادرم عبدالقيوم اگرچه ٿورو پڙهيل ۽ ان ڪواليفائيڊ هو مگر سندس خدا داد قابليت ۽ انتظامي قوت کيس نوشهري مدرسي جي سياهه و سفيد جو مختيار بنائي ڇڏيو هو. مرحوم شاهه صاحب سندس ئي صلاح تي عمل ڪندو هو. آخر مدرسو اهڙي ڪڙيءَ کي وڃي پهتو جو شاهه صاحب جي ڪوشش سان

ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ حيدرآباد پنهنجي سرپرستيءَ ۾ ڪنيو. (انهيءَ وقت اجا نوابشاهه ضلعو وجود ۾ نه آيو هو ۽ نوشهرو فيروز حيدرآباد ضلعي ۾ هو).

برادرم عبدالقيوم بابت جڏهن ماڻهن کي خبر پيئي ته سيوهڻ جي مشهور خاندان جو نونهال آهي. والد مرحوم جو نالو اڳيئي اتي جي عام پبلڪ ۽ خاص طرح زميندران ۽ جاگيردارن جي حلقي ۾ آفتاب عالمتاب وانگي روشن هو، تڏهن چوڌاري برادرم مرحوم کان علم طلبي ٿيڻ لڳي. پاڻ جيئن ته اجا طبي فن سان ڪا خاص آشنائي نه رکي هئائين تاهم ڪجهه نه ڪجهه ڪم هلائڻ لڳو مريض به سندس هٿان شفاياب ٿيڻ لڳا پر اڳتي هلي ڪيس دقت محسوس ٿي ۽ مون کي لکيائين ته ”ڪيترائي مريض اچن ٿا جن جي بيمارين کي آئون سمجهي نٿو سگهان انهيءَ ڪري اوهان جو هتي اچڻ ۽ هجڻ ضروري آهي.“ خط ملڻ تي نوشهري وڃڻ جي تياري ڪيم. ان وقت پيسي ڏوڪڙ جي به تنگي هئي، ٻئي ڪنهن عزيز کي به سفر خرچ جي تڪليف ڏيڻ نٿي چاهيم تاهم هڪ هندو دوست کان مدد وٺي سيوهڻ کان سيتا پهتس. اتي جا سيد گهرا دوست هيم انهن مون کي نوشهري فيروز تائين سواري ۽ ساٿي ڏنو جنهنڪري آرام سان وڃي اتي پهتس. نوشهري پهچڻ شرط آس پاس ۾ منهنجو نالو مشهور ٿي ويو ۽ انبوهه مريضن جا اچڻ لڳا. (حڪيم صاحب طب جو وڏو ماهر هو حڪمت جي ڏنڌي ۾ ايڏو ڪمال حاصل هوس ۽ ايترو مشهور هو جو دهليءَ جي مشهور حڪيم اجمل خان (جڏهن طبي ڪانفرنس جي سلسلي ۾ ڪراچيءَ آيل هو) به سندس تعريف ڪئي هئي. بعض خانداني نسخا وٽس تير بهدف هئا خصوصاً ڪمزوري، بواسير وغيره جا نسخا اهڙا مجرب هئا جو فقط استعمال ڪرڻ جي دير هئي. ساهتي پرڳڻي جا وڏا وڏا زميندار سيد پير به متوجه ٿيا ۽ خداوند ڪريم موروثي دست شفا جي نعمت عطا فرمائي ٿوري ئي وقت ۾ خانبهادر سيد الهه آندو شاهه آف در ٻيله (جنهن کي آئون سنڌ جو سر سيد سڏيندو آهيان) سان ملاقات جو اتفاق ٿيو، مون ڏٺو ته هو قومي خدمت جي خمار ۽ عشق۾ الوٿ آهي. ساڻس ملاقات جي دوران گهڻي علمي ۽ سياسي نڪتن بيان ڪرڻ جو موقعو مليو. منهنجي بحث مباحثي ۽ وسيع معلومات مان شاهه صاحب منهنجي علمي لياقت جو اندازو لڳائي نوشهري مدرسي ۾ پارسي پڙهائڻ جي آڇ ڪئي جا مون قبول ڪري ڪجهه عرصو اها خدمت سر انجام ڏني(1).“ ان کان پوءِ 1908ع کان 1910ع تائين پنهنجي پاءُ قاضي عبدالقيوم جي مطب گاڏي کاتي حيدرآباد ۾ رهيو.

آخر حيدرآباد کي خيرباد چئي پنهنجي معاشي ضروريات ۽ خلق خدا کي فائدي پهچائڻ لاءِ وري ڪراچيءَ ڏانهن رخ ڪيائين ۽ اتي ميمڻ مسجد جي پارسين جي پاڙي ۾ ڪچهري روڊ تي پنهنجو مطب کولي مستقل رهائش اختيار ڪيائين. حڪمت سان گڏ، سياست ۽ سنڌي صحافت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو، ڪيترن ئي رسالن ۽ روزانه اخبارن سان وابسته رهيو، جهڙو اصلاح، الوحيد، الاخلاق وغيره (صحافت بابت وڌيڪ تفصيل ايندڙ باب ۾ ڏنو ويو آهي) پاڻ ملڪ جي آزاديءَ جو وڏو حامي ۽ انگريزي حڪومت جو دشمن رهيو. انگريز نوڪر شاهي ۽ انهن جي طرز حڪومت کان کيس سخت نفرت هئي. حڪيم صاحب جي خيال موجب انگريزن جون سازشون ئي ملڪ کي ۽ خاص طرح مسلمانن کي تنزل تي پهچائڻ جون ذميدر هيون. انهيءَ ئي سبب ڪري خلافت تحريڪ ۾ تمام سرگرم عمل رهيو ۽ انهيءَ تحريڪ جو روح روان هو.

حڪيم صاحب جي ادبي خدمتن کي دنيا ڪڏهن به فراموش ڪري نٿي سگهي. سنڌي ٻوليءَ کي هن صاحب وٽان جيڪو علم و ادب جو ذخيرو مليو آهي سو لسانيات، اخلاقيات سيرت نگاري، سوانح عمري، تاريخي، دينيات، ۽ تنقيد تي مشتمل آهي مطلب ته حڪيم صاحب حڪمت سان گڏ، بهترين معلم، سياستدان، صحافي، شاعر، قومي اڳواڻ ۽ زبردست عالم هو، جنهن کي پارسي، عربي ۽ سنڌي علم و ادب جي سڀني پهلوئن تي قدرت حاصل هئي.

## فصل پنجون

### شادي، اولاد ۽ وفات

حڪيم صاحب سنه 1908ع ۾ سيوهڻ جي شريف معزز قريشي خاندان مان شادي ڪئي، جنهن مان کيس الله تعالى پنج نياڻيون ۽ ٻه فرزند ارجمند عطا ڪيا. فرزندن مان هڪ حڪيم محمد احسن، جنهن بمبئي يونيورسٽيءَ جي مئٽرڪ نمايان پوزيشن سان پاس ڪئي. ان بعد دهليءَ جي مشهور يوناني طبيه ڪاليج مان سنه 1940ع ۾ طب جي سند حاصل ڪئي. ساڳئي وقت هن دهليءَ جي مشهور درسگاهه جامع مليه ۾ ايف-اي تائين تعليم حاصل ڪئي ۽ ڊاڪٽر ذاڪر حسين صاحب جو شاگرد ٿي رهيو.

ڪراچيءَ جي عوام ۾ ايترو مقبول هو، جو سنه 1947ع ۾ کيس ڪراچيءَ جو ميئر منتخب ڪيو ويو. پاڪستان ٺهڻ بعد عراق، افغانستان، نائيجريا، يوگوسلاويه، يونان، قطر ۽ مسقط ۾ هڪ ڪامياب سفير ٿي رهيو. موجوده

وقت بحرين ۾ حڪومت پاڪستان طرفان سفير جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي. پاڻ چئن سالن تائين آمريڪا ۾ اقوام متحده ۾ به پاڪستان جو نمائندو ٿيي رهيو آهي ۽ 1966ع ۾ ڪامنويلٿ پرائيم منسٽرس ڪانفرنس ۾ پاڪستان جي وفد جي اڳواڻي ڪيائين.

حڪيم صاحب جو ٻيو فرزند محمد محسن (راقمة الحروف جو گهر وارو) هو. جنهن بي-اي، ايل بي پاس ڪرڻ بعد پهريائين سرڪاري ملازمت اختيار ڪئي. ڪجهه عرصو سنڌ جي وزير تعليم جو پرائيويٽ سيڪريٽري ٿي رهيو، ان بعد ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ حيدرآباد جو چيف آفيسر ۽ پبلڪ پراسيڪيوٽر نئي ۾ ٿي رهيو. اهي عهدا نهايت ايمانداري ۽ خوش اسلوبيءَ سان نڀايائين. آخر سرڪاري نوڪري ڇڏي، حيدرآباد ۾ وڪالت ڪيائين ۽ سنڌ جي مشهور ڪامياب وڪيلن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. سنه 1976ع ۾ وفات ڪيائين.

زندگيءَ جي پوين ڏينهن ۾ حڪيم صاحب کي استخواني سلهه جو عارضو ٿي پيو، اگرچه ذيابيطس جي شڪايت ڳچ عرصي کان وٺي هيس، جنهن جو علاج پاڻهي پاڻ ڪندو هو. ٻنهي مرضن جي ميلاپ ڪري، آخر سندس ڍاڪ جا هڏا هيٺا ٿي پيا. جيتوڻيڪ بمبئي کان خاص ڪاٺ جي گهوڙي گهرايائين ته به هلڻ جهڙو نه ٿيو ۽ ڏينهون ڏينهن ضعيف ٿيندو ويو. پڇاڙيءَ ۾ انهيءَ ئي اتبلاع جي ڪري لازم الفراش ٿي پيو ۽ نيٺ ضعيفي ۽ نقاهت ڪري هن فاني جهان کي ماهه ذوالحج سنه 1361 هه (مطابق ڊسمبر 1942ع) ۾ الوداع چيائين. پنهنجي وصال جو سال هڪ قطعي ۾ چئي ڇڏيو هئائين. اهو مادة تاريخ هو ”مشت خاڪ“ جنهن مان سنه 1361 هجري نڪري ٿو. انهيءَ مان ئي سندس قادرالڪلامي ۽ فراست جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. سندس خود نوشت ۽ خود گفت تاريخ وفات جا اشعار هيٺ ڏجن ٿا. اهو ڪتبو سندس سنگِ لحد تي اڄ تائين لکيل آهي.

چون به دنيا ز عالمء بالا    گشت طالع چو نجم طلعت من
سيزده صدز هجرت حضر ت صه    در گذشته که گشت هجرت من
ميروم باز سوئي آن عالم    که همين آخرين است رحلت من
بس تگاپو نمودم و حاصل    نه شده غير آنچ فطرت من

ملتم ملت محمد (صلعم) هست      مذهب حنفي است عزت من

عزت از جانب خدا باشد      هم بدست اي است ذلت من

مشت خاکم به خاک پيوستم      "مشت خاک" است سال رحلت من.

1361 هجري

فصل ڇهون

شخصيت، رهڻي ڪهڻي، پوشاڪ ۽ اخلاق

حڪيم صاحب قد جو پورو پنو، بت ۾ پريل، گول چهري وارو، مختصر پر ٿهندڙ ڏاڙهي، خوش پوشاڪ ۽ خوش اخلاق ماڻهو هو. ائي وئي جي مرحبا هميشه مسڪندڙ چهري سان ڪندو هو. وٽس جيڪو لنگهي ايندو هو، تنهن سان اهڙيءَ طرح گفتگو ڪندو هو، ڄڻ ان سان سندس پراڻي آشنائي هئي. اجنبي ماڻهو به ساڻس ملڻ کان پوءِ ائين سمجهندو هو ته ڪنهن پراڻي رفيق ۽ ڪنهن همدرد دوست سان ملي آيو آهيان(1).

هن صاحب عمل شخص فقيري، درويشي ۽ توڪل علي الله اختيار ڪئي. اهو شيوو سندس خانداني بزرگن جو هو، ان ڪري کيس اها سعادت ۽ خصوصيتون ورثي ۾ مليون هيون. سادو مگر صاف لباس، سادي زندگي، اٿڻ ويهڻ ۾ بي تڪلفي، گفتگوءَ ۾ مونج موجان سندس معمول هوندو هو. وڏي ڳالهه ته پيسو وٽس گڏ ٿي ڪين سگهندو هو. هٿ جو ڪشادو هوندو هو. بخل ۽ ڪنجوسائي کان وڻن ويندو هو. فراخدلي ۽ مهمان نوازي ته ڪر ڪانئن سکي ها. هوڏي پنج هوڏانهن پندرهن مهمان اچي وجن، ته ڪڏهن سندس پيشانيءَ تي گهنج نه ڏسبو هو ۽ نه ڪڏهن سندس دل کي ڪو لوڏو ايندو هو. مهمانن کي ڏسي پاڻ خوش ٿيندو هو ۽ ڪشادي دل سان جاين جڳهن سميت سندن خاطر مدارت ڪندو هو. خدا جو فضل ايتريقدر شامل حال رهندو هوس، جو ڇگن اميرن مان شمار ڪيو ويندو هو. سندس بود باش ۽ رهڻ سهڻ اهڙوئي هوندو هو. سيوهڻ ۾ پڪ سري جڳهه ڪاشيءَ جي ڪم سان جوڙايائين ۽ ڪراچيءَ ۾ رهڻ لاءِ بنگلو تياري ڪرايائين، سڀ توڪل جي ترهي تي. پنهنجي بزرگن وانگر فقيريءَ ۾ اميري به کيس حاصل هئي، انهيءَ ڪري ڪڏهن به ڪنهن سرمائيدار ۽ دولتمند جي بي جا خوشامند ڪا نه

ڪيائين. توڪلي ته ايتريقدر هوندو هو، جو جيڪي وٽس اندريان ۽ ٻاهريان ماڻهو رهندا هئا، سي سندس توڪل ڏسي حيران ٿي ويندا هئا. انسان تي ڪڏهن اهڙو وقت اچي ٿو وڃي، جو ڪيسي ۾ پيسو به نه هجي، ڪڏهن خاص ڪري جن جي روزيءَ جو انداز مقرر ٿيل نه هجي، ڪڏهن پريءَ ۾ ته ڪڏهن پاڪر ۾. دنيا ۾ ته دستور آهي ته ڏکئي وقت ۾ ماڻهو دال مانيءَ تي گذارو ڪرڻ ئي عقلمندي ۽ سياڻپ سمجهندا آهن، پر حڪيم صاحب جو دستور ئي نرالو هوندو هو. جيڪڏهن اتفاق سان ڪو اهڙو ڏينهن اچي ويو ته انهيءَ ڏينهن اوڌر سوڌر ڪري، سٺي ۾ سٺو کاڌو تيار ڪرائي اهل و عيال ۽ مهمانن کي دل کولي کارائيندو هو، ۽ انهيءَ عمل جو اثر قدرت تي پوندو هو، جو اهو ڏينهن اهڙو سڀاڳو ظاهر ٿيندو هو، جو شام تائين سڀني جا چهرا خوشيءَ سان پريا پيا هوندا هئا، هر هڪ جي ڳٽي ۽ فڪر ڪافور ٿي ويندو هو ڇڻ ته ڪو عيد جو ڏينهن هو.

غريبن، مسڪينن ۽ محتاجن جي مدد ڪندو هو. علاج معالج لاءِ ڪنهن کان پئسو گهري نه وٺندو هو. جيڪي به ملندو هوس، وٺي رکندو هو. غريب محتاجن جو علاج خيراتي هوندو هو. پاڻ هندو ۽ مسلمانن ۾ اتفاق جو حامي هو. سياسي جلسن جلوسن ۾ سندس تقريون اڪثر اهڙيءَ نوعيت جون هونديون هيون. پنج ئي وقت نمازي ۽ عبادت گذار هوندو هو. قول جو سچو ۽ ارادي جو پختو هو. آزادي ۽ خود داريءَ جو پروانو هوندو هو. وطن جي آزاديءَ جي سلسلي ۾ شديد مخالفتن جون ڪيتريون ئي جانفشانيون ڪيائين ۽ قربانيون ڏنائين. ان ۾ صحت جي خراب ٿيڻ جي به پرواهه نه ڪيائين ايتريقدر جو ملڪ جي آزاديءَ خاطر ڪجهه عرصو نظر بند به ٿيو، پر پنهنجي سچي جذبي تي پچاڙيءَ تائين ثابت قدم رهيو. علم و عرفان جي روشني مختلف نمونن ۾ ڦهلائيندو رهيو. اهڙيون هستيون دنيا جي تختي تي ڪڏهن ڪڏهن نمودار ٿينديون آهن، جن جو هر فعل ۽ قدم دنيا وارن لاءِ نصيحت، نمونو ۽ سبق هوندو آهي.

---

(1) ”فتح نامه عرف چچ نامو“ مترجم: مخدوم امير احمد سنڌي ادبي بورڊ طرفان سنه 1954ع ۾ ڇپايل؛ ص 21-22.

(1) مصنف مير علي شير قانع مترجم: مخدوم امير احمد ”تحفته الڪرام“ سنڌي ادبي بورڊ 1957ع ص 34.

(1) Henry Cousen’s “The Antiquities of sind” 1929-p 45

(2) تاليف يوسف ميرڪ بن مير ابوالقاسم ”تاريخ مظهر شاهه جهاني“ سنڌي ادبي بورڊ 1962ع ص 59..

(3) S.O. Beeton “Dictionary of Geog:” Universal Gazetter London, 1868 Page 708.

(1) محبوب علي چنه جو مضمون ”قلندر شهباز سيوهاڻي رحه رسلاه محڪم اطلاعات جنوري 1963ع حيدرآباد ص 18.

(2) حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو ڪتاب ”ابو الفضل ۽ فيضي“ ڪراچي سنه 1936ع، ص

(3) ايضاً

(1) Adrian Duarte “The Begger Sant of Sewhan” Elite Publishers Karachi p.8.

(1) مصنف شيخ محمد اعظم ابن شيخ محمد صالح ”جواهر عباسيه“ هي ڪتاب سن 1809ع ۽ 1830ع جي وچ واري عرصي ۾ لکيو ويو، اصل فارسي زبان ۾ آهي. هن ڪتاب ۾ جملي 471 صفحا آهن ۽ ڪٿي به ڇپيو نه آهي، جنهن جو مختصر ذڪر ”تاريخ سنڌ“ ڪلهوڙا دور جلد پهريون جي صفحي 22 تي موجود آهي.

(1) ”مرآت“ ص 25: هي ڪتاب لالا وتيرام ولد عزتراءِ سنه 1800ع ۾ لکيو ۽ سنه 1850 ۾ شايع ٿيو. هن وقت اڻ لڀ آهي. هن جو فڪر به ”تاريخ سنڌ“ ڪلهوڙا دور حصي پهرين، ص 23 ۾ موجود آهي.

(2) ”جواهر“ ص

(1) مصنف شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ”قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو“. ص 423، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سنه 1966ع.

(1) ”تاريخ سنڌ“ ڪلهوڙا دؤر، جلد پهريون، مصنف غلام رسول مهر، ص 39-40، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سنه 1963ع.

(1) حڪيم فتح محمد ”حيات حڪيم“ خود نوشته سوانح حيات نئين زندگي ڊسمبر 1960ع

مٿين حقيقتن جي اسان جي مامي (جا زنده سلامت آهي) تصديق ڪئي آهي.

(2) حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي خود نوشته سوانح حيات تان ورتل.

(1) حڪيم فتح محمد ”خود نوشته سوانح حيات“ نئين زندگي ماهوار رسالو، ڊسمبر 1960ع.

(1) مزڪوره حقيقتون ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل (حڪيم صاحب شاعريءَ ۾ شاگرد) ۽ پنهنجي خاندان جي جهونن فردن کان معلوم ڪيل آهن

(1) حڪيم صاحب جي خود نوشته زندگيءَ جي احوال تان ورتل.

(1) ايضاً

(1) اهو مولانا حميد الدين فراهمي آهي، جيڪو ڪيترن ڪتابن جو مصنف آهي ۽ مولانا شبليءَ جو ماروٽ هو.

(1) حڪيم صاحب جي سوانح حيات تان ورتل.

(1) هي احوال پنهنجي خاندان جي وڏن کان معلوم ڪيل آهي. -راقمة

(1) حڪيم صاحب جي سوانح حيات تان ورتل.

(1) شيخ عبدالله ”عبد“ (رٽائرڊ ڊپٽي ايدوڪيشنل انسپيڪٽر) جو حڪيم صاحب جي شخصيت بابت رايو. ”قلندر نامو“ شهباز ائڪيڊمي 1972ع.

# باب ٻيو

# ادبي ماحول

## فصل پهريون

## حڪيم فتح محمد سيوهاڻي واري زماني جي

## ادبي ماحول ۽ سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻي انگريزن جي ابتدائي دؤر جي پيداوار آهي. انگريزن جي حڪمراني واري دؤر کي مکيه ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. ساڳيءَ طرح ادبي دؤر به انهن ٻن حصن ۾ ورهايل آهي.

پهريون دؤر سنه 1843ع کان 1914ع تائين

ٻيو دؤر سنه 1915ع کان 1947ع تائين

حڪيم صاحب جي زندگي مٿين ٻنهي دؤرن مان گذري آهي. پهرين دؤر ۾ انگريزن سنڌين کي پاڻ ڏانهن راغب ڪرڻ لاءِ سنڌي زبان جي سرپرستي ڪئي ۽ موجوده سنڌي ائيويٽا (الف ب) سنه 1853ع ۾ تيار ڪرائي، جنهن کي هندن ۽

ملسمانن متفق طور قبول ڪيو. انهيءَ الف ب ۾ سنڌي ڪتاب لکڻ ۽ ڇپجڻ شروع ٿيا. سنه 1914ع تائين اٽڪل ڏيڍ سؤ ڪتاب ٻين ٻولين تان ترجمو ڪرائي شايع ڪيا ويا ۽ ڪي طبع زاد ڪتاب به لکيا ويا. اهڙيءَ طرح سنڌي زبان ۽ ادب کي وڌڻ ويجهڻ جو موقعو مليو. هن دؤر ۾ سنڌي ڊراما ۽ ناٽڪ جي صنف گهڻي ترقي ڪئي. ديوان ڀيرومل مهر چند پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ ۾ لکي ٿو ته ”انهيءَ دؤر ۾ مرزا قليچ بيگ هندي زبان مان ”خورشيد“ ناٽڪ لکيو، راءِ بهادر ديوان ڪوڙي مل کلناڻيءَ سري هرش چندر جي جوڙيل ”رتنا ولي ناٽڪ“ جو ترجمو ڪيو، ماسٽر ڇيٺانند پرين واري ”نل دمينتي“ ناٽڪ لکيو. ساڳئي وقت ”اميچوئر ڊرئميٽڪ سوسائٽي“ ڪراچيءَ ۾ برپا ڪئي ويئي، جنهن ڪيترائي ناٽڪ تيار ڪيا. اهڙيءَ طرح حيدرآباد ۾ گهڻي ئي ناٽڪ لکيا ويا(1).“ هن دؤر ۾ مرزا قليچ بيگ (وفات 1929ع) جو نالو سرفهرست ۽ قابل ذڪر آهي. مرزا صاحب

جي سلسلي ۾ پروفيسر غلام علي الانا پنهنجي ڪتاب ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ۾ لکي ٿو ته:

”مرزا صاحب جي ادبي قابليت جو هرڪو متعرف آهي. اسان جي خيال ۾ مرزا صاحب ۾ ترجمي ڪرڻ جي اهليت گهڻي هئي. سندس طبع زاد ڪتابن کان ترجمو ٿيل ڪتاب گهڻا آهن. ترجمو ڪرڻ هڪ ڏکيو فن آهي. هن فن ۾ مترجم لاءِ لازمي هوندو آهي ته جنهن ٻوليءَ مان ترجمو ڪري ٿو، تنهن تي مڪمل دسترس هجيس ۽ ان جي مڙني معنوي ۽ لغوي رمزن کان واقف هجي. مرزا صاحب سنڌيءَ ۾ انگريزي، فارسي ۽ اردوءَ مان ڪيترا ترجما ڪيا(2).“

هن دؤر ۾ نثر سان گڏ نظم جي به هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي ويئي. شاعريءَ تي بحث مباحثا ۽ گرما گرم محفلون ٿينديون هيو((3)). مرحوم محمد قاسم (وفات 1881ع) هالائي شعرسازيءَ ۾ بلڪل قابل هو ۽ باقاعدي شعر چوندو هو. مرحوم محمد صديق مسافر (وفات 1961ع) ۽ ٻيا خاص طرح هيٺيان شاعر انهن محفلن ۾ شريڪ ٿيندا هئا ۽ حصو وٺندا هئا: آخوند عبدالغفور

”هالائي“، 2. سيد فاضل شاهه ”فاضل“، 3. غلام شاهه ”گدا“، 4. مرزا عباس ”خورشيد“ دهلوي (گھڻو ڪري فارسيءَ ۾ شعر چوندو هو) ڪڏهن سنڌي شعر ۾ به طبع آزمائي ڪندو هو . 5. حافظ عبدالله ”معذور“، 6. آخوند لطف الله، 7. فقير محمد عاجز، 8. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي. انهن کان سواءِ ٻاهريان شاعر به انهن محفلن ۾ شرڪت ڪندا هئا(1). اهڙيون محفلون حيدرآباد شهر ۾، خاص طرح هيٺين هنڌن تي منعقد ٿينديون هيون.

1.قاضي امام الدين پاٽائي (علامه آءِ آءِ قاضيءَ جو والد صاحب) رٽائيرڊ مختيار ڪار جي اوطاق ٺوڙها چاڙهي حيدرآباد. انهيءَ سلسلي ۾ مرحوم محمد صديق مسافر ديوان فاضل ۾ لکي ٿو ته:

”عيد الضحی جي ڏينهن قاضي امام علي صاحب مختيارڪار پنهنجي اوطاق تي مشاعري جو جلسو ڪرايو هو، انهيءَ ۾ سيد محمد تقي شاهه قنداري ”نائب“، مرزا عباس ”خورشيد“ قاسم، فاضل شاهه ۽ ٻيا ڪيترائي معزز ۽ مقتدر اصحاب انهيءَ محفل ۾ سڏايل هئا.“ قاضي صاحب فرمايو:

”حسن اتفاق سان اڄ نامي گرامي شاعر هت تشريف فرما ٿيل آهن، اميد وار آهيان ته ڪو ڪلام ٺاهي ڏيکارڻ فرمائيندا.“ نيٺ ٺهراءُ بحال ٿيو ته هر هڪ شاعر واري وٺيءَ سان هڪڙي هڪڙي مصرع چوندو اچي. اهڙيءَ طرح هڪ فارسي غزل تيار ٿي ويو[(2)].
شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي اوطاق (ٽنڊو ٺوڙهو حيدرآباد) تي به اديبانه ۽ شاعرانه محفلون ٿينديون هيون. منعقد ڪيل محفلن ۾ باڪمال شاعر، سخن فهم ۽ بزرگ اديب شريڪ ٿيندا هئا.
مير عبدالحسين سانگي جي اوطاق (ٽنڊو غلام حسين) تي اهڙي قسم جون زبردست محفلون ٿينديون هيون، جتي ساري سنڌ جا بزرگ ۽ نوجوان شعراءَ اچي جمع ٿيندا هئا ۽ پنهنجو تازو ڪلام پيش ڪري، سامعين کان داد حاصل ڪندا هئا. حڪيم فتح محمد صاحب به هن محفل ۾ اڪثر شرڪت ڪندو هو.[(1)]
ڪراچيءَ ۾ قيام جي دوران حڪيم صاحب جو مطلب علمي ۽ ثقافتي مجلسن جو مرڪز رهندو هو، جتي مقامي خواهه بيروني اهل علم، سياستدان

۽ صحافي اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ مختلف مسئلن تي بحث مباحثه، علمي ڳالهيون، ادبي نڪته، شعر و شاعريءَ تي زور دار دليل پيش ٿيندا هئا. انهن مجلسن ۾ مختلف فرقن، مذهبن ۽ خيالن جا وسيع النظر ماڻهو شامل ٿيندا هئا[(2).](#)
ان کان سواءِ سنڌ جي ٻين وڏن شهرن ۾ به ادبي ڪچهريون ۽ ڪانفرنسون ٿينديون هيون، جن ۾ سجهيءَ سنڌ جا اديب ۽ شاعر اچي ڪٺا ٿيندا هئا. سنه 1907ع ۾ ”آل انڊيا محمدن ايجوڪيشنل ڪانفرنس“ ڪراچيءَ ۾ ٿي. جنهن ۾ مرحوم رئيس شمس الدين بلبل (وفات 1919ع) سنڌي مسلمانن جي تعليم لاءِ هڪ نهراءُ پيش ڪرايو [(3) اهڙيءَ طرح دادو، لاڙڪاڻي ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ پڻ ادبي ڪانفرنسون ٿينديون هيون، پر حيدرآباد اهڙين تقريبن کان گهڻو مشهور هئي. ”ڪ](#)ليات خادم“ ۾ مرحوم لطف الله بدوي (وفات 1968ع) لکي ٿو ”حيدرآباد ان وقت ۾ اهڙين علمي تقريبن کان مثاهين درجي تي هئي. ميرن جي علمي شمع اگرچ اجهامي چڪي هئي، پر ان جا پروانا اجا موجود هئا، جن جون علمي و

ادبي ڪارگذاريون ان وقت جي اخبارن ”مغرح القلوب“ (فارسي) ۽ ”سنڌ سڌار“ ۾ تفصيل سان ملن ٿيون.“(1)
سنه 1914ع (پهرين مهاپاري لڙائي) کان نئون دؤر شروع ٿيو. قوميت جي هلچل جي اثر هيٺ سنڌي زبان ۾ اخبارون ۽ رسالا گهڻي تعداد ۾ ڇپجڻ لڳا. هن دؤر بابت وشنو گدواڻي لکي ٿو ”سنڌي ساهتيه سوسائٽي“ (سنه 1914ع) رسالا ڇپائڻ لڳي، جي گهڻي تعداد ۾ ماڻهو پڙهڻ لڳا. انهن رسالن جا مکيه بانيڪار هئا ”چيٺمل پرسرام“، ”لالچند امر ڏنو مل“، ”ليلارام پريمچند، پيرومل مهر چند آڏواڻي“ ۽ ٻيا. تنهن کان سواءِ مسٽر مليهارام منگترام جا ”سندر ساهتيه“ وارا عمدا رسالا ۽ ننڍا ڪتاب نڪرڻ لڳا. ڪيترائي عمدا مضمون سنه 1920ع تائين اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪا هئا. انهيءَ سال کان وٺي سنڌي علم و ادب ۾ تمام تکو واڌارو ٿيو آهي. نئين سنڌي لئبريري پنجاهه کان وڌيڪ سٺا ڪتاب ڇپايا، جي جدا جدا خيالي - افساني ۽ علمي مضمونن تي هئا. ناٽڪ، نظم ۽ ترجمن ۾ گهڻو

واڌارو ٿيڻ ڪري، نثر ويو وڌيڪ مائيدار ٿيندو. سنه 1932ع کان وٺي شڪارپور مان بولچند راجپال جي مهتميءَ هيٺ ”سنڌو“ اخبار نڪرڻ لڳي، جنهن سنڌ ۾ هڪ دماغي مرڪز برپا ڪيو، جتي ساهتيه نويڪلو ٿي ٿو اسري(2).

اوئلي دور ۾ ديوان ڪوڙي مل ڪلناڻي ۽ ديوان ڪيورام جون خدمتون به ساراهه جوڳيون آهن. انهن ٻنهي صاحبن سنڌي زبان ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا جن مان ڪي طبع زاد هئا. ساڳئي دور ۾ ديوان ڏيارام گدومل ۽ ديوان بولچند ڪوڙي مل جون محنتون به خاص اهميت رکن ٿيون. انهن ٻنهي بزرگن جا مضمون ان وقت جي مشهور هندو اخبار ”سر سوتي“ ۾ وقت بوقت شايع ٿيندا رهندا هئا، جي پوءِ ديوان پيرومل مهر چند آڏواڻيءَ گڏ ڪري سنه 1930ع ۾ ”هيري جون ڪڻيون“ نالي ڪتاب ۾ ڇپايا. انهيءَ ئي دور ۾ قصي نويسيءَ جي ابتدا ٿي. آخوند لطف الله جو ڪتاب ”گل خندان“ هن دور جي پيداوار آهي ان بعد هڪ بئي پٺيان گهڻي تعداد ۾ اخبارون ۽ رسالا نڪتا جيئن ته:

”ماتا“ ”بهار اخلاق“ ”هند واسي“ (پارت واسي) ”الڪاشف“ ”الحافظ“ ”الامين“ ”توحيد“ ”الحقيقت“ ”صداقت اسلام“ ”روح رهاڻ“ ”الحزب“ ”المنار“ ”ستاره سنڌ“ ”مرغ فلڪ“ ”طيراً ابابيل“ ”نور الاسلام“ ”الاصلاح“ (زير سرپرستي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي).

هن ئي دور جون قابل ذڪر اخبارون ۽ رسالا آهن، (وڌيڪ تفصيلوار بيان ايندڙ باب ۾ ڇاپيو ويو آهي) جن ۾ ادبي، اخلاقي، تحقيقي، مزاحيه مضمون ۽ سفرناما ڇپيا هئا، جي خيالات جي پختگي، زبان جي رواني، عبارت ۽ بلاغت جي لحاظ کان پنهنجو مٽ پاڻ هئا. مرحوم حڪيم فتح محمد صاحب هن دور جو علمي و ادبي چراغ هو، جو ڪيترين ئي اخبارن ۽ رسالن سان وابسته رهيو. سندس لکيل مضمونن، شعرن ۽ مختلف موضوعن جي ڪتابن سنڌي علم و ادب کي مالا مال ڪري ڇڏيو (سندس تحريرن و تقريرن جو تفصيلوار احوال باب ٽئين ۾ ڏنو ويو آهي). پروفيسر منگهارام ملڪاڻي پنهنجي ڪتاب ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ۾ سنڌي ادب ۽ ادبي ماحول

بابت لکي ٿو ته ”پهرين مهاڀاري لڙائي شروع ٿي هئي، سنڌ ۾ پنگتي ۽ خانگي مسئلا گهرا ٿيندا ٿي ويا جنهن ڪري ڏسبو ته ان وقت اخبارن ۽ رسالن ۾ گهڻو تڻو سماجي اوڻاين جي اپٽار ڪيل آهي. انهيءَ ڏس ۾ ”سنڌي ساهت سوسائيٽي“ رسالي ذريعي لڳاتار 15 سال سنڌي ساهت جي شيوا ڪندي رهي. ان رسالي جي شروعاتي آکاڻي هئي لعلچند امر ڏني مل جي ”حر مکيءَ جا“ هيءَ تاريخي کوجنا واري ڪهاڻي هئي، جنهن ۾ سنڌي مسلمانن جي پنگتي حالتن جون ڪافي جهلڪيون هيون. اهڙيءَ طرح ”ڪشنيءَ جو ڪشٽ“ (1917ع)، ۽ ٻي بنگالي جيوت جي ڪهاڻي ”ڏکن ڏتي زندگي“ (1925ع). اهي ڪهاڻيون پاٺڪن کي نهايت پسند پيون هيون. سنه 1920ع ۾ ”لڄاوتي“ پنگتي ڪهاڻيءَ جو ترجمو ڪيائين ۽ سنه 1923ع ۾ ”نؤرنيءَ جو خون“ ۽ ٻين به ڪيترن ئي ڪهاڻين جا ڪتاب ۽ ڪهاڻيون لکيون، جهڙوڪ: پيرومل مهر چند آڏواڻيءَ سنه 1914ع ۾ ”پريم جو ماتهم“، ديوان بولچند (ائڪيڊمي اسڪول جي پرنسپال) جي تاريخي

ڪهاڻي ”نورجهان“، پر مانند ميوا رام جي مصري تاريخي آکاڻي ”يوسف مصري“، تيوجو مل شاهاڻي جي فرانسيسي تاريخي آکاڻي ”جيني“، پروفيسر موٽو مل گدواڻيءَ جي تاريخي آکاڻي ”ستيوتي“، لڇيندار ليکراج جي پنگتي آکاڻي ”اندرا ۽ چند را“، محمد صديق مسافر جون تاريخي آکاڻيون ”زيب النساءِ ۽ چاند بيبي“، ٿهلرام نارائڻي جي ترجمو ٿيل آکاڻي ”نل دمينتي“، ناٿڪرام ڏرمداس جي لمبي ڪهاڻي ”لڪل لعل“ (جنهن ۾ سڪندر اعظم جي ناڪامياب ڪاهه جو بيان ڏنل هو)، ليلارام ولايت راءِ جي ڪهاڻي ”سمن موچيءَ جي ڳالهه“، آسانند مامتوراءِ جي ڪهاڻي ”بلود“، جهمٽ مل پاوناڻيءَ جون ڪهاڻيون ”شيرين، پوتر پريم ۽ اجهل روشني“، روچيرام سڌاڻيءَ جي ”درگاوتي“، اتمارام ڪرپالاڻيءَ جي ”راجائي رنگ محل“، گرڌاري ڪرپالاڻيءَ جي ”ڪابولي والا“، جا ٽيئگور جي ساڳئي نالي واري آکاڻيءَ جو ترجمو هئي. سنه 1929ع ۾ ”صلح - پرچار“ سوسائٽي ٺهي، جنهن راجنيتي ۽ اخلاقي ڪهاڻيون ڇپايون. سنه 1930ع ۾ هن

سوسائٽيءَ لطف الله بدوي جي اڪاٽين جو مجموعو ”دستهء گل“ پيش ڪيو. چيئمل پرسرام پنهنجي هفتيوار اخبار ”پارت واسي“ ۾ به آڪاٽيون ڇپيندو هو، جن مان به منگھارام ملڪاڻيءَ جون ترجمو ڪيل هيون، هڪڙي ”گونگي ڪنوار“ ۽ ٻي هئي ”بن ديوي“. اهي ٻئي سنه 1924ع ۾ ڇپيون هيون. پارت واسيءَ ۾ آچاريه آسودومل گدواڻيءَ جون ڪاليداس تان ورتل به ڪهاڻيون ”دليپ گئو پڪتي ۽ رگھو راجا“ سنه 1926ع ۾ ڇپيون.“[(1)]

مطلب ته منگھارام ملڪاڻيءَ ادبي ماحول تي گھٽو ڪري هندو اديبن ۽ ليکڪن کي حاوي ڄاڻايو آهي. خبر نه آهي ته مسلمان اديبن کي ڇو نظر انداز ڪيو اٿائين؟ حالانڪه هن دور ۾ سنڌي علم و ادب جي ميدان ۾ ڪيترن ئي مسلمان عالمن ۽ اديبن اهم ڪارناما سرانجام ڏنا آهن. جهڙوڪ: احمد غلام علي چاڳلا (وفات 1954ع)، مرزا قليچ بيگ، علي خان ابڙو، (وفات 1954ع)، مخدوم محمد صالح ڀٽي، (وفات 1953ع) ڊاڪٽر دائود پوٽو، (وفات 1958ع) عثمان علي انصاري

(وفات 1962ع) خانبهادر محمد صديق ميمڻ (وفات 1958ع) وغيره. هنن صاحبن جو ڪيترو ئي تخليقي ۽ تحقيقي ادب موجود آهي. مثال طور حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پين ڪيترن ڪتابن سان گڏ سنڌي زبان جي باري ۾ ”آفتاب ادب“ لکيو. احمد چاڳلا چند سٺا ڊراما ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ آندا جهڙوڪ: خوني ۽ پوت“ وغيره. علي خان ابڙو سنڌي ۾ برين ريتن رسمن جي خلاف لکندو رهيو. سندس ڪتابن ۾ ”رسومات تباهي ۽ تعليمات اسلام“ مشهور آهن. مخدوم محمد صالح پٽيءَ اٺڪل ويهارو کن ڪتاب لکيا، جن ۾ ديني ۽ ادبي ڪتاب اچي وڃن ٿا. اسلامي اڪابرن جون سوانح عمريون به لکيائين. سندس مشهور ڪتاب آهن. ”عروس ڪربلا“، ”فاروق اعظم“، ”واندڪائي جي وندر“، ”فتوحات السلام“ ۽ ”احسان فقير.“ عثمان علي انصاريءَ سنڌيءَ ۾ شيڪسپيئر ۽ ٻين يورپي اديبن جا ترجما ڪيا. انهن ۾ ”گمراهه دوست“ ۽ ”جرم وفا“ مشهور آهن.

محمد صديق ”مسافر“ ڪل ٽيهارو علمي و ادبي ڪتابن ۽ انيڪ، درسي ڪتابن جو خالق آهي. هن جي ڪتابن ۾ ”ڪليات مسافر“، ”اخلاق محسني“، ”سچاڻ زالون“ ۽ ”آزادي غلاميءَ جا عبرتناڪ نظارا“ مشهور آهن. خانبهادر محمد صديق ميمڻ جي ڪتابن ۾ ”سنڌي ادبي تاريخ“ (ٻن ڀاڱن) ۾ گهڻو مشهور آهي. هن صاحب ”سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي“ جو پايو وجهي سنڌي علم ادب کي فروغ ڏيڻ پنهنجو پهريون فرض سمجهيو. هن اداري طرفان سنڌ جي منتخب اديبن جون اٽڪل 50 عدد تصنيفون شايع ڪيون ويون. ڊاڪٽر دائود پوٽه (1896– 1958ع) سنڌي علم ادب ۾ اعلیٰ مقام رکي ٿو. هن صاحب سنڌ جي تعليم کاتي جي سربراهي ڪئي، ان سان گڏ علمي و ادبي خدمتون سرانجام ڏنيون. عربي فارسي ۽ انگريزي ڪتابن کان سواءِ ڪيترائي سنڌي ڪتاب، ادبي ۽ تحقيقي مقالا به لکيا اٿس جن ۾ سنڌ جي عالمن اديبن شاعرن ۽ صوفي بزرگن جو ذڪر ڪيو اٿس(1). (مسلمان اديبن ۽ دانشورن جو وڌيڪ تفصيل ٻئي ۾ ڏنو ويو آهي.)

هن دور ۾ سنڌي اديبن سماج جي اصلاح جو مقصد سامهون رکي لکڻ شروع ڪيو. ان مقصد بيان ڪرڻ لاءِ ناول ڊراما ۽ ڪهاڻين کي ذريعو بنايو ويو. ناول وجود ۾ اچڻ کان اڳ اسان وٽ داستان ۽ قصا موجود هئا، جن ۾ مافوق الفطرت واقعا ۽ غير فطري ڳالهيون هونديون هيون، انگريزي ناول جي اثر سبب ناممڪن ڳالهين جو خاتمو ٿيو ۽ زندگيءَ جي عڪاسي شروع ٿي. ڊرامن لکڻ ۾ هندو اديبن وڌو ڪم ڪيو، پر پهريائين ڊرامه لکڻ جو فخر به مرزا قليچ بيگ مرحوم کي ئي آهي. مرزا صاحب شيڪسپيئر جي ڪيترن ڊرامن جا هوبهو ترجما ڪيا ۽ انهن ڊرامن جي پلاٽن کي ديسي قالب ۾ به پلٽيائين. ان کان سواءِ ڪيترا طبع زاد ڊراما به لکيا ويا. هروپرو ائين نه آهي ته سنڌي ڊرامي ۾ سمورو انگريزي اثر ڪارفرما آهي، چاڪاڻ ته سنسڪرت ڊرامي جو به سنڌي ڊرامي ۾ وڏو دخل آهي. سنسڪرت ڊرامو جيتوڻيڪ انگريزن جي اچڻ تائين فنا ٿي ويو هو، پر ان هوندي به هندن ۾ ڊرامن جو رواج ڪجهه قدر موجود هو، انهيءَ

ڪري لازمي هو ته قديم ڊرامو به جديد ڊرامي تي اثر انداز ٿئي. پر ان هوندي به اها حقيقت آهي ته سنڌي ڊرامو پنهنجي اصلي وجود لاءِ انگريزي اسٽيج ڊرامه جو مرهون منت آهي هن دور ۾ مضمونن جي به شروعات ٿي. شروعاتي مضمونن تي بيڪن جي مضمونن جو اثر غالباً آهي جيئن لعل چند امرڏني جو "ڦلن مٺ" مرزا قليچ بيگ پڻ بيڪن جي مضمونن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

پهرين مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ عوام ۾ نوان امنگ ۽ ولولا اڀريا. هي سياسي ڪشمڪش جو دور هو، جو سنڌي ادب جي ترقيءَ لاءِ مبارڪ ثابت ٿيو. ملڪ ۾ سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ٿي چڪي هئي. لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس جا اجلاس هڪ ٻئي پٺيان ٿي رهيا هئا. سنڌي ادب جا معمار غفلت جي ننڊ مان بيدار ٿي رهيا هئا ۽ منجهن نيون امنگون ۽ تمنائون پيدا ٿي چڪيون هيون. هن سياسي تبديليءَ ڪري ملڪ جي علم و ادب ۾ هڪ وڏي انقلاب اچڻ جو انتظار ٿي رهيو هو. انهيءَ سياسي شعور عوام

ڪي جمهوريت ۽ سياسي آزاديءَ جي اهميت ذهن نشين ڪرائي. انهيءَ ڪري سنه 1923ع ڌاري سنڌ و هند ۾ آزاديءَ جي هلچل زور وٺي ويئي. سنڌي ليکڪ به آزاديءَ جي تحريڪ کان متاثر ٿيا ۽ سماج جي اصلاح سان گڏ سياسي مقصد به آڏو رکي لکڻ شروع ڪيائون. ان سلسلي جي ليکڪن ۾ ”شمس الدين بلبل“ جو نالو مڙني کان مٿانهون آهي، جنهن پنهنجي طرز و مزاج جو رنگ پيدا ڪري، سنڌي نثر ۾ انفراديت پيدا ڪئي. ان دور ۾ جيڪي ناول، ڊراما، افسانا ۽ مضامين لکيا ويا، انهن ۾ وطن جي حب، ديسي ڪهاڻين، ديسي روايتن ۽ آزادي جي تحريڪ جا عناصر ڪارفرما آهن. ان هوندي اسان فن جي لحاظ کان انگريزي ادب جي پيروي ڪندا آيا سين. نه فقط ايترو، پر هن دور ۾ فن اڃا به پختہ صورت ۾ ملي ٿو. ديسي اديبن خيال، نظريا ۽ اسلوب انگريزي ادب مان اخذ ڪري، فن جي پختگيءَ سان انهن کي ديسي رنگ روپ ۽ ويس وڳو پهرايو. تاريخي ناول ۽ ڊراما به هن ئي دور جي پيداوار آهن. ديسي ناول نگارن تاريخي ڪارناما، ناولن جي

صورت ۾ پيش ڪري قوم ڪي اپارڻ ٿي گهريو.
هن ڏس ۾ مرحوم عبدالخالق خليق مورائي جو ناول ”سندري“ ۽ آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي (وفات 1947ع) جو ”نورجهان“ بهترين ناول آهن. ”سندري“ فن توڙي زبان جي لحاظ کان نهايت بهترين ناول آهي. هن قسم جي ناولن ۾ اسڪاٽ 1771– 1832ع جي ناولن ”ٽيلسمن“ جو اثر اڻ سڌيءَ طرح نظر اچي ٿو.
هن دور جي ليکڪن ۾ مرزا قليچ بيگ (جنهن پنهنجي زندگيءَ جا پنجاهه سال کن سنڌي ادب جي خدمت ۾ صَرف ڪري پنهنجي تصنيف جو اهو خزانو ڇڏيو، جنهن کي اهل سنڌ ڪڏهن به وساري نٿي سگهي. سنڌي زبان جي هن وڏي اديب تاريخ، ادب، اخلاق، تعليم ۽ فلسفي تي سنڌي نثر ۾ ناياب ڪتاب لکيا ۽ ٻين زبانن جي بهترين ڪتابن جو ترجمو ڪري سنڌي زبان کي مالا مال ڪرڻ لاءِ پنهنجي زندگيءَ جي هڪ گهڙي به نه وڃائي) خليق مورائي، لعل چند امر ڏنو مل، ڄيٺمل پر سرام، ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي، نرملداس، پرمانند ميوا رام، تيجومل، ليکراج - ڪشنچند

عزيز، ڪشنچند بيوس، محمد صديق مسافر، ليلارام ولايت راءِ، آسانند امر لعل، جهمٽمل ڀاوناڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. جن انگريزي ادب جي اثر هيٺ ڊراما، ناول، افسانا ۽ مضامين لکيا.

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ادب ۾ نئون موڙ پيدا ڪيو. هن دور ۾ سنڌي ادب يورپ جي ٻين ٻولين جي ادب جو اثر به قبول ڪيو. ترقي پسند ادب جي تحريڪ هن دور جي پيداوار آهي. هن دور جي موڙ کان پوءِ سياسي ۽ سماجي، معاشي ۽ معاشرتي مسئلن کي به آڏو رکيو ويو، ته جنسيات جي ترجمانيءَ جو به رجحان جيئن پوءِ تيئن وڌڻ لڳو.

انهيءَ رجحان تي گهڻي ۾ گهڻو اثر انگريزي ادب جي بدنام ليکڪ ”ڊي-ايچ-لارنس“ جو آهي. هن دور ۾ سنڌي افساني گهڻي ترقي ڪئي ۽ ادب ۾ ترقي پسند تحريڪ گهڻو زور ورتو. سنه 1942ع ۾ ”ترقي پسند مصنفين“ نالي هڪ جماعت وجود ۾ آئي جنهن جو سيڪريٽري ”گوبند مالهي“ هو.

انهن ڏينهن ۾ تحريڪ آزاديءَ گهڻو زور ورتو. ڪيترن ئي افسانن ۾ آزاديءَ جي تحريڪ جو عڪس واضح نظر اچي ٿو، مثلاً اتم جون ڪهاڻيون، شڪست، آخر ڪيستائين، ترقيءَ جي راهه تي. حشو ڪيولراماڻيءَ جي پدم، لڇمڻ راجپال جو قومي سپاهي، ڪيرت باباڻيءَ جو آزاديءَ جو سڏ وغيره. انهن افسانن ۾ عرياني جو عڪس نظر اچي ٿو. ان سلسلي ۾ پهريون افسانو شيخ عبدالستار لکيو. افساني جو ابتدائي دور سنه 1914ع کان 1925 تائين مقرر ڪري سگهجي ٿو(1). جڏهن ڪهاڻي نويس معاشي، معاشرتي مسئلن کي ڇُهيو ۽ معاشرتي اصلاح لاءِ پنهنجو نقطئه نظر پيش ڪيو جيڪو گهڻي قدر اخلاقي انداز تي ٻڌل هو. سنه 1925ع کان 1940ع تائين افساني جو ٻيو دور آهي، جنهن جي شروع ۾ ڪيترائي هندستاني ۽ مغرب جي افسانن جا ترجما ڪيا ويا. ان دور جي افساني نويسن مان امر لعل، ميلارام اسانند ليکو تاسياڻي، تارا چند، دوست علي، عثمان علي انصاري، جڳت آڏواڻي، منوهر داس، اندرا هيمراجاڻي، نارائڻداس

ملڪاڻي، مرزا نادر بيگ، شيوارام آڏواڻي، غلام محمد شاهواڻي، عبدالله ”عبد“، لطف الله بدوي ۽ دلدار حسين موسويءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.
سنه 1932ع ۾ ماهوار ”سنڌو“ شڪارپور مان جاري ٿيو، جنهن افساني جي ترقيءَ جو اهم ڪردار ادا ڪيو. هن ۾ مرزا نادر بيگ ۽ ٻين ڪيترن ئي اديبن جون بهترين ڪهاڻيون وقت بوقت ڇپبيون رهيون جي ڪهاڻيءَ جي ارتقا ۾ سنگ ميل جي حيثيت رکن ٿيون. هن دور جي افسانه نگارن مان مرزا نادر بيگ جا افسانا جذبائيت نگاري ۽ هندو سماج مان موهنيءَ جي دائري، موهنيءَ جي دل جو داغ، موهنيءَ جي آهه، موهنيءَ جو ٻيو حصو، گهر جي ڇڪ، اڇوت، پاڇائي ۽ پاڪ محبت سٺيون ڪهاڻيون آهن. هندو معاشرتي حالات سان گڏ سندس ڪهاڻين ۾ پارسي ۽ عيسائي معاشري جي به ترجماني ملي ٿي. لطف الله بدويءَ جي ڪهاڻين مان ”غربت“ ۽ ”خوفناڪ بدلي“ معياري ڪهاڻيون آهن. سندس افسانن جو مجموعو ”دستهء گل“ جي نالي سان شايع ٿيو. ماستر عبدالله

”عبد“ جي ڪهاڻين مان ”اسڪول ماستر“ ۽ ”ويچارو ماستر“ مشهور ڪهاڻيون آهن. هن دور جو افسانه نويس امر ڏنو لعل هنگوراڻي صحيح معنى ۾ جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جو جوڙيندڙ آهي. حقيقت نگاري جي لحاظ کان ”ادو عبدالرحمان“ سندس تمام سٺي ڪهاڻي آهي، جنهن جو انگريزي ۽ ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيو آهي. ان کان سواءِ سندس ٻيون سٺيون ڪهاڻيون ”ڏس ڏيوم ته ڪٿا لڀندي“، ”هيءَ به رانجهوءَ جي رمز“ ، ”لکيو ڪين ٿريو“ ۽ ”لالي“ (1).

”تاريخ ادبيات“ مسلمانان پاڪ و هند جي جلد نمبر تيرهن ۾ ڄاڻايل آهي ته ”هن دور ۾ ترڪي ۽ برطانيه هڪ ٻئي جا مخالف ۽ دشمن هئا انهيءَ ڪري سنڌ جا مسلمان انگريزن سان وڏيڪ نفرت ڪرڻ لڳا سنڌي شاعرن به مشاعرن ۾ پنهنجي جذبات جو دل کولي اظهار ڪيو. انهن شاعرن ۾ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي، حبيب الله خادم شڪارپوري، محمد آدم، محمد هاشم مخلص، نور محمد نظاماڻي ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي قابل ذڪر آهن. محمد آدم ڳڙهي ياسين

(1863– 1948ع)، مولانا تاج محمود امروٽي (وفات 1941) ۽ خادم شڪارپوري جهڙن بزرگن، يونانين لاءِ بدعا ۽ ترڪن جي ڪاميابيءَ لاءِ دعائون گهريون.
محمد هاشم مخلص ته نظم ۽ نثر جي ذريعي برطانوي سامراج جي خلاف نفرت جو اظهار ۽ اسلام ۽ مسلمانن لاءِ هميشه مدح سرائي ڪندو رهيو. سنه 1924ع ۾ مخلص صاحب ميرپورخاص مان هفتيوار ” مسلمان“ جاري ڪئي جنهن ۾ ترڪيءَ جي فائدي ۽ انگريزن جي خلاف زور شور سان لکڻ لڳو. هن ئي دور ۾ هندو مسلمانن جي وچ ۾ ڪشيدگي پيدا ٿي. هندو مسلمان دشمنيءَ جي بنا تي حملا ڪرڻ شروع ڪري ڏنا. هندن ”شڌي“ ۽ ”سنگهٺن“ جون تحريڪون شروع ڪيون جنهن ڪري هندو مسلمانن جي وچ ۾ هر هنڌ فساد ٿيڻ لڳا، جنهن جو نتيجو اهو ٿيو ته سنڌ جا مسلمان متحد ٿي ويا ۽ پنهنجي حقن جي حفاظت لاءِ ”سنڌ محمدن ائسوسيئيشن“ جو قيام عمل ۾ آندو هند مسلمانن جي مذهبي رهنمائن جي خلاف ڪتاب لکڻ شروع

ڪيا ۽ مسلمان اخبارون خاص طرح ”الوحيد“ سنڌي اخبار مسلمانن جي حقوق ۽ سندن فائدي ۾ زبردست ليک ڏيڻ شروع ڪيا. بئي پاسي انهيءَ دور جي هندو اخبارن جهڙوڪ؛ هندو سنسار، سماچار، هندو گزٽ، سنڌي ۽ پارت پنهنجي قلم جو زور مسلم دشمنيءَ تي صرف ڪيو ۽ انهن جي خلاف زهر افشاني شروع ڪري ڏني“ (1). هن دور ۾ نثر سان گڏوگڏ سنڌي شاعريءَ به گهڻي ترقي ڪئي. هڪ طرف قديم سنڌي شاعريءَ تي طبع آزمائي ٿي رهي هئي ته ٻئي پاسي علم عروض جي شاعريءَ جو رواج به شروع ٿيو. مضمون جي لحاظ کان سنڌي شاعر، حسن ۽ عشق تائين محدود نه رهيا پر شعر ۾ معاشي ۽ معاشرتي حالات جي به عڪاسي ڪئي ٿي ويئي. جنهن ڪري مسلم قوم گهڻو بيدار ٿي. سنه 1905ع ۾ ”تحريڪ آزادي“ جي سلسلي ۾ هندن طرفان ”سوديشي“ تحريڪ شروع ٿي. سنڌي شاعرن پنهنجي شعرن جي ذريعي انگريزي حڪومت کان نفرت جو اظهار ڪيو. ۽ قوم کي آزادي لاءِ جدوجهد ڪرڻ ۽ وڙهڻ لاءِ تيار

ڪيو. حيدربخش جتوئي مرحوم (وفات 1970ع) انهن هندستانين لاءِ جي انگريزن کي پنهنجو آقا سمجهندا هئا، طنزيه نوع ۾ لکيو ته؛
”هنديئو! پنهنجو جسم جان ۽ دولت جلد ئي انهيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيو، جنهن قوم جي آزاديءَ جي هر آواز کي دٻائي ڇڏيو آهي“.
ريشمي رومال جي تحريڪ وارن ڪارڪنن، خلافت ۽ هجرت تحريڪ جي ممتاز رڪن مولانا تاج محمود امروٽي (وفات 1941ع) به تحريڪ خلافت جي زماني ۾ گهٽي ئي، قومي نظم لکيا، جن ۾ انگريزن کان نفرت جو اظهار ڪيو اٿائين. هن صاحب انگريزن جي ضمير فروشي، خود غرضي، لالچ، ظلم ۽ جبر جي واقعن کي مؤثر نموني بيان ڪيو آهي. سندس زبان سليس ۽ دلڪش آهي.
محمد هاشم مخلص (وفات 1936ع) به باڪمال صحافي ۽ بلند پايه جو شاعر ٿي گذريو آهي. هو صاحب اڪثر طنز و مزاح جي نموني لکندو رهندو هو. هن تحريڪ خلافت ۾ حصو ورتو ۽ پنهنجي نثر خواهه نظم ۾ برطانيه سامراج لاءِ

اعلانيه اظهار نفرت ڪندو رهيو. انهيءَ ڪان علاوه هندن جي ڪيل مسلمانن تي قلمي، حملن جا مدلل جواب ڏيندو رهيو ۽ هندو سياست، ليڊرن، سندن رسمن ۽ سماج تي به نثر توڙي نظم جي ذريعي تنقيد ڪندو رهيو.

(سندس وڌيڪ احوال صفحي نمبر 40 تي ڏنل آهي).

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي به هن دور جو بيباڪ اديب عالم ٿي گذريو آهي. پنهنجي دور جي عالمن ۽ اديبن ۾ بلند مقام رکندڙ هو. سندس تصنيفات ۾ سيرت النبي، اخلاق محمدي، قومن جو ڪمال و زوال، ميرن جي صاحبي، بهار اخلاق ۽ آفتاب ادب مشهور ڪتاب آهن.

هن صاحب انگريزن ڪان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي. انهيءَ سلسلي ۾ سندس نظريو هو ته جيسين سموري قوم هڪ پليٽفارم تي ڪٺي نه ٿيندي تيسين آزاديءَ جو تصور به ڪري نٿو سگهجي. پنهنجي ملڪ ۽ قوم جو سچو همدرد هو. هندو مسلم جي ڇڪتاڻ ۽ نفاق جي سخت خلاف هو. سنڌ ۾ جڏهن هندن ۽ مسلمانن جي فساد

پڙڪو ڪاڏو، ته ان موقعي تي پنهنجي خيالات جو اظهار هيٺين لفظن ۾ ڪيو اٿس:

-”سنڌ جهڙي سانتيڪي صوبي ۾ فتني ۽ فساد جي لهر وکون پرينديءَ دوڙون پائيندي اچي پهتي آهي. اسان جي غريب ۽ نماڻي ملڪ ۾ شور ۽ شر جو طوفان کڙو ٿي ويو آهي. اسان جي سدوري سنڌ جو آسمان، جو فساد جي ڪارن ڪڪرن ۽ غمگينيءَ جي غبار کان خالي هو، سو هاڻي ڏاڍي لڙ ۽ ڌوڙ سان لٿيجي ۽ دزجي ويو آهي. سنڌ جي ٻن وڏين قومن جو ستر هو سڀنڌ پيارو پريم هو سو نابود ٿيڻ لڳو آهي. اهو وقت ياد ٿو اچي ته اکين مان ڳوڙها ڳڙي لڙڪ وهي ٿا اچن. جنهن وقت هندو مسلمان جو اتفاق سنڌ ۾ بنا ڪنهن ڪوشش، بنا ڪنهن هٺ وجهڻ جي پاڻهي قدرتيءَ طرح اهڙو هو جو هندو مسلمان بيماري ۽ بري وقت عزيزن وانگي هڪ ٻئي وٽ طبيعت پرسي ڪرڻ ويندا هئا. شادي غميءَ ۾ پائرن وانگر هڪ ٻئي سان شامل ۽ شريڪ رهندا هئا. هڪ ٻئي کي پاچيون پٽيون ڏيندا وٺندا هئا. اڄ اهي ڳالهيون ته ڪين ٿيون ڏسجن پر مورڳو معمولي اتفاق به چٽ

ٿيڻ لڳو آهي. هڪ ٻئي جو سلام ڪلام ئي بند ٿيڻ لڳو آهي. انساني سڀاءَ ۽ ڀاءُ ئي ملڪ مان نڪرندو ٿو وڃي. اها هڪ چرپائي آهي جا ملڪ کي وٺندي ٿي وڃي. هڪ جانور پڌو آهي جو ماڻهن کي وچڙندو ٿو وڃي. عجب ته اهو آهي ته اڄڪلهه ڪي هندو ۽ مسلمان جيئن ٿا ميل ميلاپ جي ڪوشش ڪن تيئن ڪي ٻيا ماڻهو ٿا ماڻهپي مان نڪرن. هي ڪهڙو زهري زمانو آهي جو سر تي اچي سهڙيو آهي (1).

## فصل ٻيو

## حڪيم صاحب جا همعصر اديب ۽ شاعر ۽ انهن ۾ حڪيم صاحب جو درجو.

(الف) مسلمان اديب و شاعر: [ 1869-1926]

اسد الله شاهه ٽڪڙائي مشهور حڪيم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي، تخلص ”فدا“ هوس، خلافت تحريڪ جي اڳواڻن مان هو. ”بهارالاخلاق“ نالي رسالو جاري ڪيائين.

حفظ حيات شاهه (جنم 1875) ناميارو شاعر ۽ اديب ٿي گذريو آهي. سندس تصنيفات مان داستان غم، وڇڙيل جو ميلو، ديوان حافظ ۽ گلستان حيات قابل ذڪر آهن. سنه 1955ع ۾ وفات ڪيائين.
حيدر بخش جتوئي (ولادت 1901ع قومي جذبو رکندڙ، انهيءَ جذبي ڪري گورنمينٽ جي سروس مان ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان استعفا ڏنائين. انقلابي شاعر، قومي ڪارڪن ۽ هاري تحريڪ جو باني هو. تصنيفات ۾ آزاد قوم، هاري گيت، هاري انقلاب، تحفه سنڌ، هاري ڪهاڻيون، سنڌ پياري، سندس مشهور ڪتاب آهن. ان کان سواءِ ”هاري حقدار“ هفتيوار رسالو جاري ڪيائين. سنه 1970ع ۾ وفات ڪيائين.
نواب خالقداد خان پيو تخلص ”عاجز“، شعر و شاعري سندس خاص مشغلو هو. ”تنظيم“ اخبار جاري ڪيائين، سنه 1947ع ۾ فوت ٿيو.
شمس الدين ”بلبل“، (جنم 1857ع) شاعر، اديب ۽ سيستدان هو. تصنيفات ۾ نيچرل ڪريما، ديوان بلبل، بهار عشق، رحيما تيرهن چار، قرض جو مرض، آئينه ظرافت سندس مشهور ڪتاب آهن.

ازانسواءِ اخبار معاون، خير خواهه، مسافر، آفتاب ۽ الحق جو ايڊيٽر ٿي رهيو. سنه 1919ع ۾ وفات ڪيائين.

شيخ عبدالعزيز سنه 1890ع ڌاري ڄائو. وڏو صحافي ٿي گذريو آهي. سکر مان الحق اخبار جاري ڪيائين. سنه 1945ع ۾ سندس وفات ٿي.

شيخ عبدالمجيد سنڌي، جولاءِ 1889ع ۾ ڄائو. وڏو عالم اديب ۽ صحافي هو. مخلص سياستدان، ”حضرت عمر بن عبد العزيز، فتح اسپين، المرتضى ۽ سياست جي الف ب“ سندس مکيه ڪتاب آهن. الامين ۽ الوحيد جو ايڊيٽر هو، سنه 1978ع ۾ وفات ڪيائين.

عبدالله عبد (جنم 1910ع) سٺو شاعر ۽ نثر نويس ٿي گذريو آهي. حڪيم صاحب سان ”اصلاح“ ۾ ڪم ڪيائين، سنه 1973ع ۾ وفات ڪيائين.

علي بخش احمد زئي (جنم سنه 1910ع) پهريائين خاڪسار تحريڪ سان وابسته رهيو. اخبار آفتاب ۽ باب الاسلام جي ايڊيٽريءَ جا فرائض سرانجام ڏنائين. آخر سنه 1974ع ۾ وفات ڪيائين.

قاضي خدا بخش (والدت سنه 1895ع) تحريڪ خلافت جو سرگرم ڪارڪن هو. ڪجهه وقت ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو ميئر ٿي رهيو. ازنسواءِ مشهور سنڌي اخبار الوحيد جو ايڊيٽر به ٿي رهيو. سنه 1944ع ۾ وفات ڪيائين.

عبدالفتاح ”عبد“ عاقلي، سنه 1907ع ۾ عاقل ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتائين. سنڌ زميندار ۽ اديب سنڌ اخبارن جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي رهيو. مشهور شاعر پڻ ٿي گذريو آهي. سنه 1973ع ۾ وفات ڪيائين.

خانبهادر محمد صديق ميمڻ، سنه 1890ع ۾ حيدرآباد شهر ۾ جنم ورتائين. سنڌ جي ادبي تاريخ (ٻن ڀاڱن ۾) بيگلار نامه ۽ حياتيءَ جو دور سندس مکيه تصنيفات آهن. سنه 1931ع ۾ رسالہ گلزار جاري ڪيائين. ڇوڪرين جي تعليم لاءِ مدرسة البنات جو بنياد وڌائين، جنهن ڇاليهارو کن ڪتاب ڇپايا. سنه 1958ع ۾ وفات ڪيائين.

محمد عثمان ڏيپلائي (ولادت سنه 1908ع) سنڌي علمي و ادبي ميدان ۾ مشهور هستي هو. زندگيءَ ۾ ڏيڍ سؤ کن ڪتاب لکيائين. هفتيوار ۽ ماهوار

”عبرت“ جو ايڊيٽر ٿي رهيو. سنڌ ٽائيمس ۽ ساڻيهه ڊائجسٽ پڻ جاري ڪيائين. سنه 1981ع ۾ وفات ڪيائين.
محمد هاشم مخلص 1960ع ۾ ٺٽڪ ۾ ڄائو. ناميارو شاعر ۽ سياستدان ٿي گذريو آهي. خير خواهه، الحق، الامين ۽ مسلمان اخبارن جو ايڊيٽر ٿي رهيو. سنه 1936ع ۾ وفات ڪيائين.
قاضي عبدالرحمان، سنه 1898ع ۾ در ٻيلي ۾ ڄائو. الوحيد اخبار جو ايڊيٽر ٿي رهيو. سنه 1958ع ۾ وفات ڪيائين.
مخدوم محمد صالح ڀٽي، سنه 1978ع ۾ هالن ۾ ڄائو. تعليم کاتي سان وابسته رهيو. سيدت النساءِ، بي بي رابع بصري، منصور حلاج، صديق اڪبر ۽ عروس ڪربلا سندس مکيه ڪتاب آهن. رسالي الاسلام جو ايڊيٽر پڻ ٿي رهيو. سنه 1953ع ۾ وفات ڪيائين.
مولائي شيدائي (اصل نالو رحميداد ولد مير محمد بروهي)، ريلوي ۾ سروس ڪيائين. سندس ولادت 1894ع ۾ سکر ۾ ٿي. سندس تصنيفات ۾ تاريخ

بلوچستان، جنت السنڌ، تاريخ تمدن سنڌ شامل آهن. سنه 1978ع ۾ وفات ڪيائين.
مولانا دين محمد وفائي، سنه 1894ع ۾ ڄائو. ٻهريائين الڪاشف، الوحيد سان وابسته رهيو. سنه 1934ع ۾ رسالو توحيد جاري ڪيائين. 1938ع ۾ آزاد جو ايڊيٽر ٿيو. وڏو عالم، اديب ۽ شاعر هو. سنه 1950ع ۾ وفات ڪيائين.
مولانا عبدالڪريم چشتي، سنه 1898ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. وڏو عالم ۽ اديب ٿي گذريو آهي انڊين هوم رول ليگ، ڪانگريس، خلافت تحريڪ، جميعت العلماءَ ۽ مسلم ليگ جو مکيه ڪارڪن هو. صداقت ۽ پيغام اخبارون جاري ڪيائين. ازنسواءِ جمهور، الوحيد، آزاد، قرباني، مجاهد ۽ پاڪستان جو ايڊيٽر ٿي رهيو. سنه 1964ع ۾ وفات ڪيائين.
مولانا عزيز الله ساند، (ولادت 1881ع) ۽ (وفات 1953ع) جميعت العلماءِ ٿرپارڪر جو ناظم هو ”قراني ولهيث“ پڻ جاري ڪيائين.
مولانا محمد حسين، عمر جو ڳچ حصو بلوچستان ۾ ديني تعليم ڏيڻ ۾ صرف ڪيائين. اتي شرعي

عدالتن ۾ وڪالت به ڪندو هو. پوءِ شڪارپور مان شايع ٿيندڙ الحنيف خريد ڪري، جيڪب آباد مان جاري ڪيائين. سنه 1953ع ۾ وفات ڪيائين.

مولانا محمد صادق راڻيپوري، وڏو اديب، طبيب ۽ عالم ٿي گذريو آهي. جميعت العلماءَ سنڌ جو سرگرم ڪارڪن هو. کيس راڻيپور جي ميرن ۽ جونا ڳڙهه جي نواب کان وظيفا ملندا هئا، سنه 1916ع ۾ راڻيپور مان ”صحيفه قادريه“ رسالو جاري ڪيائين. سنه 1961ع ۾ دارالبقا راهي ٿيو.

مولانا نور محمد نظاماڻي، (سنه 1888 - 1934ع) هي صاحب وڏو صحافي ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. شاعريءَ ۾ نور، انور، عرشي ۽ ملا تخلص اختيار ڪيائين. صحافت ۾ نورالاسلام ۾ طيَراً ابابيل جو ايڊيٽر هو.

مير الهه بخش ٽالپور، سنه 1889ع ۾ جهول ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو. سنه 1920ع ۾ خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. ٿرپارڪر ضلعي جي ”زميندار ائسوسيئيشن“ جو سيڪريٽري ٿي رهيو. سنه 1927ع کان الوحيد ۾

پهرين اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ پوءِ ايڊيٽر ٿي رهيو. سنه 1937ع ۾ خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿي ”خاڪسار سپاهي“ رسالو جاري ڪيائين.

پير علي محمد راشدي. (ولادت سنه 1905ع) سنڌ جي سياسي علمي و ادبي ميدان ۾ ڇاتل سڃاتل آهي. سنڌي زبان ۾ سندس مشهور ڪتاب ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ (ٽن جلدن) ۾ لکيل اٿس. ان کان سواءِ العزت، الراشد، الامين، صبح سنڌ ۽ سنڌ زميندار جي ايڊيٽريءَ جا فرائض سر انجام ڏنائين. سنڌي ادب جي آخري دم تائين خدمت ڪندو رهيو. سنه 1978ع ۾ وفات ڪيائين.

پير حسام الدين راشدي. پير علي محمد جو ننڍو ڀاءُ سنه 1911ع ۾ ڄائو. ڪيترن ئي تحقيقي توڙي تخليقي ڪتابن جو مرتب و مصنف آهي. ازنسواءِ المينار، سنڌ زميندار ۽ ستاره سنڌ جو ايڊيٽر ٿي رهيو. تازو پهرين اپريل 1982ع ۾ وفات ڪيائين ۽ مڪلي ۾ مدفون آهي.

حاجي فقير محمد ”عاجز“ (سنه 1846 - 1918ع). هي صاحب درس ۽ تدريس، تصنيف و تاليف جي ڪم ۾ مصروف رهندو هو. شاعر به

هو ته انشا پرداز به. سندس ديوان، مثنوي ۽ نثر ۾ هڪ طبعزاد ”گلشن بهار“ يادگار آهن.

مير علي نواز علوي (1851 - 1920ع). شڪارپور جو زبردست شاعر ٿي گذريو آهي. سنڌيءَ ۾ شعر جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. سنڌي کان علاوه اردو ۽ فارسي جو بهترين شاعر هو. سندس ڪليات ڇپيل آهي.

مير علي نواز ”ناز“ (1884 - 1953ع). سنه 1921ع ۾ پيءُ جي وفات بعد رياست جو والي ٿيو. علم دوست، سخي، فقير منش ۽ شاعر هو. سندس شعر سنڌي، اردو ۽ سرائڪيءَ ۾ موجود آهي. فارسيءَ جو نهايت عمدو شاعر هو.

مولانا عبدالغفور همايوني (1844 - 1913ع). مولانا صاحب منقولات، معقولات ۽ فقه جي علمن تي گهڻو عبور حاصل ڪيو. سنڌ ۽ بلوچستان جو مفتي هو. سندس فتوائون ”فتاوى همايوني“ جي نالي سان ٻن جلدن ۾ شايع ٿي چڪا آهن. ان کان سواءِ سنڌي، فارسي ۽ سرائڪي زبان ۾ به شعر چيو اٿس.

مولانا محمد عثمان نورنگزاده (وفات 1918ع).
سندس رهائش کورواهه تعلقي گوني ضلعي حيدرآباد ۾ هئي. سنڌ مدرسي ڪراچيءَ جو اهم رڪن ۽ استاد ٿي رهيو. سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ سندس گهڻيون تصنيفون آهن. قرآن شريف جي 25 سيپارن جو مڪمل تفسير ڪيو اٿس. شاعر به هو. سندس شعر سادو، پر پتر اثر آهي.
پير رشد الله شاهه راشدي (سنه 1860-1922ع). پير جهنڊي جي درگاهه جو سجاده نشين ۽ تحريڪ خلافت جو اهم رڪن هو. مولانا عبيدالله سنڌي سندس استاد هو. ڪيس ڪتابن گڏ ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هو. سندس لئبريري ناياب ۽ قيمتي ڪتابن ڪري مشهور آهي. سنڌي ۽ فارسي زبان جو شاعر ٿي گذريو آهي.
شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ (1853-1929ع).
سنڌي زبان ۽ ادب جو عظيم محسن، نظم ۽ نثر جي لا تعداد ڪتابن جو مصنف ٿي گذريو آهي. ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان رٽائير ڪيائين، تاريخ فلسفه نفسيات طبيعات، حيوانات، زراعت

وغيره تي مفيد ڪتاب لکيائين ۽ ترجمو ڪيائين.

زبردست شاعر به ٿي گذريو آهي(1).

---

(1) پيرومل مهر چند آڏواڻي ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ ص 372، سنڌي ادبي بورڊ، سنه 1956ع.

(2) پروفيسر غلام علي الانا ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ص 96. ادبيات حيدرآباد، 1966ع.

(3) مرحوم محمد قاسم جو تصنيف ڪيل ”ديوان قاسم“ ص 26. 1936ع، حيدرآباد.

(1) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل کان معلوم ڪيل.

(2) مصنف محمد صديق مسافر ”ديوان فاضل“ حيدرآباد. ص 35، سنه 1927ع.

(1) ڊاڪٽر خليل صاحب کان معلوم ڪيل.

(2) ڊاڪٽر خليل صاحب کان معلوم ڪيل.

(3) مصنف ڊاڪٽر خليل ”بلبل سنڌ“، سنه 1951ع

(1) مرتب لطف الله بدوي ”ڪليات خادم“ سنڌي ادبي بورڊ ص 28. 1958ع، ڪراچي.

(2) ”سنڌو اخبار“ ماهه ڊسمبر 1934ع، شڪارپور سنڌ. ايڊيٽر ٻولچند راجپال وشنو گدواڻيءَ جو مضمون ”اسان جو سنڌي نثر“.

[1] پروفيسر منگهارام ملڪاڻي ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ص 36-39.
ادبي مرڪز حيدرآباد، سنه 1977ع

[1] عبدالجبار جوڻيجو ”سنڌي ادب جي مختصر تاريخ“ ص 130 - 135، حيدرآباد ، 1973ع.

[1] ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ سنڌي ”سنڌي ادب جو تاريخي جائزو“ ص 139-140، سکر 1964ع.

[1] سنڌي ادب جو تاريخي جائزو. ص 144.

[1] ”تاريخ ادبيات مسلمانان پاڪستان و هند“ جلد 12، ص 625، (پ- ي- لاهور).

[1] حڪيم فتح محمد عباسيءَ جو مضمون ”هندو مسلم نفاق“
روزنامه ”الوحيد“ 12 فيبروري 1924ع

[1] تاريخ ادبيات جلد اول، ص 625-26.

## مولانا محمد صادق (کڏي) ڪراچيءَ وارو:

هي صاحب سنه 1866ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڄائو، ريشمي رومال ۽ آزاديءَ جي تحريڪن ۾ وڏو حصو ورتائين. جميعت العماءَ سنڌ جو صدر هو. سنڌ ۾ سنگهٽن ۽ آريه سماجن طرفان هلايل سڌيءَ

جي تحريڪ کي وعظن ۽ قلمي ڪوششن سان نيست و نابود ڪيائين. جنگ آزاديءَ جي سلسلي ۾ ٽي سال کن ڪاردار ۾ نظر بند رهيو(2). مظهر العلوم جو ناظم هو، جنهن ۾ ناظره قرآن کان علاوه حديث تائين تعليم ڏني ويندي هئي. سنه 1953ع ۾ وفات ڪيائين(3).

35.خير محمد اوحدي: جنم 1911ع، حافظ، صحافي ۽ شاعر هو. صحافي زندگيءَ ۾ سنڌ زميندار، اصلاح، انقلاب، مسلمان، مسلم ليگ، الحنيف، ۽ نعره تڪبير جي ايڊيٽريءَ جا فرائض سر انجام ڏنائين. سنه 1985ع ۾ وفات ڪيائين .

(ب)هندو اديب ۽ شاعر:

پرمانند ميوارام: سنه 1865ع ۾ هندو معزز گهراڻي ۾ ڄائو. جوانيءَ ۾ عيسائي ٿيو. ڪرست جي پيروي ۽ گل ڦل قابل ذڪر ڪتاب لکيائين. ان کان سواءِ 15 روزه ”رسالو جوت“ ڪڍيائين سنه 1938ع ۾ فوت ٿيو.

تارا چند گاجرا: سنه 1886ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. سنڌيءَ ۾ پنجاهي کن ڪتاب لکيائين.

هفتيوار ميلاپ ۽ پر پات جو ايڊيٽر پڻ هو. ورهاڱي کان اڳ فوت ٿي ويو.
تولا رام پالاڻي: سنه 1886ع ۾ جنم ورتائين. هي صاحب شاعر ۽ لکيک هو. وائيس آف سنڌ ۽ ماتا ۽ پوءِ سنڌ شيوڪ هفتيوار جاري ڪيائين. انهن جي ضبط ٿيڻ بعد ديش ماتا ۽ پوءِ سنڌ شيوڪ هفتيوار جاري ڪيائين. پڪو ڪانگريسي هو شاعريءَ ۾ تخلص ”عاجز“ هوس. ورهاڱي کان اڳ فوت ٿيو.
ٺاڪر داس گومل: سنه 1889ع ۾ پراڻي سکر ۾ ڄائو مهاتما گانڌيءَ جو پوئلڳ هو. سکر جو سوديش ۽ ڪانگريس اخبار جو ايڊيٽر هو. ورهاڱي کان اڳ فوت ٿيو.
ٻلرام چانڊومل: لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. ڪراچيءَ جي هندو اخبار جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ سنڌ جي ايڊيٽرن جي ڪانفرنس جو آنريري سيڪريٽري هو.
ٻلديو تارا چند گاجرا: (جنم 1909ع) شڪارپور ۾ ڄائو. روز نامه سوراج جاري ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ پارت لڏي ويو.

جيرامداس دولت رام؛ سنه 1892ع ۾ حيدرآباد ۾ ڄائو. هوم رول ليگ ۽ عدم تعاون تحريڪن ۾ حصو ورتائين. سنه 1921ع ۾ پارٽ واسي ۽ هندو اخبارن جو ايڊيٽر ٿيو. ٻه دفعا جيل پڻ ويو. ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري به هو. ورهاڱي بعد پارٽ ويو.

جڳت آڏواڻي: 1913ع ۾ حيدرآباد ۾ ڄائو. چاليهارو ڪن سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکيائين، جن ۾ التجا ۽ زندگي قابل ذڪر ڪتاب آهن. ڪهاڻي رسالي جو ايڊيٽر پڻ هو. ورهاڱي بعد پارٽ ويو.

چيٺمل پرسرام: سنه 1885ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتائين سنڌي ساهتيه سوسائٽي برپا ڪرڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو. پارٽي واسي، روح رهاڻ ۽ پرڪاش جو باني ۽ ايڊيٽر هو. ان کان سواءِ ڪيترا ڪتاب پڻ لکيا اٿس. 1940ع ۾ فوت ٿيو.

چيٽا نند لعلواڻي: جنم 1916ع ۾ حيدرآباد ۾ ورتائين. سنڌيءَ ۾ ٻه سؤ کن ڪتاب لکيائين. جن مان راجپوتي شان، جئي هند ۽ قومي ڪهاڻيون مشهور آهن. ورهاڱي بعد پارٽ لڏي ويو.

جهامنداس پاٺيه: 1898ع ۾ شڪارپور ۾ جنم ورتائين. ڪجهه وقت ”سنڌو“ جو ايڊيٽر ٿيو. ان بعد ماهوار اخبار ”روشني“ جاري ڪيائين. سنه 1965ع ۾ چالاڻو ڪيائين.

حڪيم ڏنراج مل: شڪارپور جو مشهور حڪيم هو. صحت ۽ طب تي ڪيترائي ڪتاب لکيائين. جن ۾ رسالو جلق، رساله حقيقت ۽ طلسم حقيقت قابل ذڪر آهن. ازانسواءِ سنه 1915ع کان شڪارپور مان ماهوار رسالو ”سک جو سنيهو“ ڪڍيائين. ورهاڱي کان اڳ مري ويو.

خانچد پرتابراءِ: هي صاحب نواسراءِ ائڪيڊميءَ جو پرنسيپال ۽ سرسوتي اخبار جو ايڊيٽر ٿي رهيو. ورهاڱي کان اڳ فوت ٿي ويو.

دوارڪا پرساد شرما: سنه 1898ع ۾ دادوءَ ۾ جنم ورتو. سنڌي زبان ۾ پنجويهه کن ڪتاب لکيائين، جن مان سنڌ جو پراچين اتهاس ۽ گيتا رهسيه قابل ذڪر آهن. سنه 1933ع ۾ پرتاب هفتيوار اخبار شايع ڪيائين. ورهاڱي کان اڳ فوت ٿيو.

ديپچند تلوڪ چند: سنه 1909ع ۾ نواب شاهه ضلعي ۾ ڄائو، نوشهري فيروز مان هفتيوار اخبار

نوابشاهه گزيٽ جاري ڪيائين. ورهاڱي بعد پارت لڏي ويو.
ديوان ڏيارام گدومل: سنه 1857ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتائين. ايل ايل بي پاس ڪري وڪالت شروع ڪيائين. سنڌي علم و ادب سان به دلچسپي رکندڙ ۽ شاعر هو. سنه 1929ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين.
ديوان تارا چند: (ساڌو هيرانند جو پاءُ) سنه 1850ع ۾ حيدرآباد ۾ ڄائو. ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ پهريائين وائيس پرنسيپال ۽ پوءِ 1899ع ۾ پرنسيپال ٿيو. هن سنه 1900ع ۾ شاهه جو رسالو لکيو ۽ سنه 1902ع ۾ ٽريننگ ڪاليج مان ”اخبار تعليم“ جاري ڪيائين. سنه 1938ع ۾ فوت ٿيو.
رام پاونداس موٽواڻي: لاڙڪاڻي جو رهاڪو هو. هندو اخبار جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ ٻالڪن جي ٻاري ۽ گلستان سان وابسته رهيو. ورهاڱي بعد پارت لڏي ويو.
سوامي گووندا نند: (اصل نالو جوهر مل طوطيمل) سنه 1889ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتائين.

ايم اي پاس ڪرڻ بعد مختلف ڪاليجن ۾ پروفيسر ٿيو. پوءِ نوڪري ڇڏي، سياست ۾ ڀرو ورتائين ۽ سکر مان ”سماج“ رسالو جاري ڪيائين. ورهاڱي کان اڳ فوت ٿي ويو.

شيوڪ سنگ پوڇراج: سنه 1906ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتائين. ٻالڪن جي ٻاري ۽ ماهوار رسالي گلستان جو ايڊيٽر ٿي رهيو. ورهاڱي بعد انڊيا لڏي ويو.

لعل چند امر ڏنومل جڳتياڻي: هن صاحب جو جنم سنه 1885ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿيو. سنڌي ٻوليءَ جي گهڻي خدمت ڪيائين. ادب جي هر فن تي ٽيهارو کن ڪتاب لکيائين. جن ۾ ڊراما، ناول، ڪهاڻيون، مضمون، لطيفات وغيره اچي وڃن ٿا. سنه 1914ع ۾ سنڌي ساهت سوسائيٽي برپا ٿي انهيءَ طرفان جاري ٿيندڙ ماهوار رسالي جو ايڊيٽر ٿيو. سنه 1951ع ۾ انڊيا ۾ مرتيو ٿيس.

منوهر داس ڪوڙو مل: سنه 1897ع ۾ پرين ضلع نوابشاهه ۾ جنم ورتائين. چاليهه کن ڪتاب لکيائين. اخلاقي آواز، ناري نروڳ جيون، گانڌي ويچار قابل ذڪر آهن. ان کان سواءِ حيدرآباد مان

سه ماهي رسالو گلستان ڪيندو هو. ورهاڱي بعد پارت لڏي ويو.
منگهارام ملڪاڻي: 1896ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتائين. ڊرامه نگار، نقاد ۽ ادبي مقرر هو، سندس تحقيقي ڪتاب سنڌي نثر جي تاريخ هڪ بهترين شاهڪار آهي. ڪراچيءَ مان نڪرندڙ سالنامه انڊس مخزن جو ايڊيٽر ٿي رهيو. هاڻي تازو سنه 1980ع ۾ انڊيا ۾ سرڳواس ٿيو.
ميلارام واسواڻي: مرزا قليچ بيگ ۽ ڄيٺمل پرسرام بعد ٽيون نمبر سنڌي مترجم سڏيو وڃي ٿو. هن صاحب ماهوار رسالا گل ڦل ۽ سندو ساهتيه جاري ڪيا ورهاڱي بعد لڏي ويو.
نرملداس ڏرمداس گربخشاڻي: هن صاحب سنه 1889ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سنڌي زبان ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيائين. حيدرآباد مان شايع ٿيندڙ ”وديا“ ماهوار رسالي جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر ٿي رهيو. ورهاڱي کان اڳ فوت ٿيو.
وشنو نيارام شرما: سنه 1895ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتائين. سنڌي زبان ۾ اٺ ڪتاب لکيائين، جن مان بي انصافي ڪيئن دور ڪجي، ساديواد ۽ سنڌ

جو جوڳي، قابل ذڪر آهن. هي پهريون سنڌي ليکڪ هو جنهن جديد لٽريچر جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. علمي و ادبي سخدمتن سبب ڪيس جيل ياترا به ڪرڻي پيئي. روزنامه ”هندو جاتي“ جو ايڊيٽر به ٿي رهيو. ورهاڱي کان اڳ گذاري ويو.

ويروورام وشنداس؛ (جنم 1886ع حيدرآباد) هن صاحب سنڌي زبان ۾ روزانه اخبار پارت واسي ڪڍي. ان سان گڏ ”سنائن ڌرم پرماتڪ پتريڪا“ رسالو به جاري ڪيو. ازنسواءِ ميران ٻائي جا جيون چرتر شايع ڪرايا. سنه 1917ع ۾ پليگ وگهي چالاڻو ڪيائين.

ويرو مل بيگراج: سنه 1947ع ۾ سکر ۾ جنم ورتائين. شري گوڪلداس جي موت بعد سڌار سڀا سکر جو ڪم سنڀاليائين. سنه 1906ع کان پنهنجي پريس مان سنڌي اخبار جاري ڪيائين سنه 1956ع ۾ پارت ۾ چالاڻو ڪيائين.

هاسارام سندر داس پمناڻي: سنه 1889ع ۾ روهڙي ۾ جنم ورتائين. سرڪاري نوڪري ڇڏي قطع تعلقات تحريڪ ۾ حصو ورتائين. سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر به ٿيو. سنه 1917ع ۾ ”ست

سنگ ولاس“ پتر ڪيائين. شاعر ۽ ليکڪ هو. سنه 1940ع ۾ گوليءَ جو نشانو بنايو ويو.

هيرا نند ڪرم چند مير چنداڻي: ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ هندو ۽ ڪرانتي اخبارون ڪيندو هو. انهن اخبارن جو ايڊيٽر به پاڻ هو. موجوده وقت ڀارت ۾ زندگيءَ جون آخري گهڙيون پوريون ڪري رهيو آهي.

هوند راج دکايل: سنڌ جو ناميارو شاعر ٿي گذريو آهي. سنه 1940ع ۾ لاڙڪاڻي مان ”دکايل“ رسالو جاري ڪيائين. پاڪستان جدا ٿيڻ بعد ڀارت ۾ رهائش اختيار ڪيائين (1).

مولوي فتح محمد (حڪيم) پنهنجي دور جي اديبن، عالمن ۽ شاعرن ۾ بلند مقام رکندڙ هو. هن جي تصنيفن ۾ سيرت النبي، قومن جو زوال و ڪمال، ميرن جي صاحبي، بهار الاخلاق ۽ آفتاب ادب مشهور ۽ لاجواب ڪتاب آهن. جن مان سندس ادبي حيثيت بخوبيءَ پروڙي سگهجي ٿي. مخدوم شهباز قلندر جي زندگيءَ متعلق هڪ ننڍڙو رسالو ”آئين سڪندر“ نالي اردوءَ ۾ به لکيو هئائين. سنڌ جو غالباً هي پهريون ئي اديب آهي جنهن اردو نثر

۾ به هڪ مستقل تصنيف يادگار طور ڇڏي آهي.
مولوي صاحب جو درجو شعر و شاعريءَ ۾ به بلند رهيو. پنهنجي همعصر شاعرن ۾ هميشه ممتاز رهيو. هڪ غزل ۾ چوي ٿو ته:

آ پڙهيو مڪتب ۾ اهل درد سورن جو سبق،
چا ونئين ٿو ممتحن پوءِ امتحان - اهل درد.
۾ مثل مهرو جو منهن ٿيو نقش منهنجي دل اندر،
آهه دل پڻ في الحقيقت آسمان - اهل درد.
عود جيئن سرهاڻ پيدا ٿي ٿئي جيڪو ٿو سڙي،
درد جي مجمد ۾ يڪسر است خوان-اهل درد.
طرز طغلانه طبيعت جي ڇڏي ٿي - اي صغير،
ياد حق جي لاءِ رهه تون درميان - اهل درد(1).

## فصل ٽيون

# حڪيم صاحب بابت سنڌ جي عالمن اديبن ۽ اڳواڻن جا رايا

**محترم جي.ايم.سيد:**

”فتح محمد صاحب نه رڳو وڏو عالم، بي ڏپو قوم پرست سياستدان ۽ حاذق حڪيم هو، پر اعلى درجي جو محبتي انسان هو“[(1).](#)

”حڪيم صاحب جهڙو هو عمدو شاعر اهڙو ئي عمدو نثر نويس هو. سندس اکر موتين جهڙا هئا. سندس تصنيفون خاص ڪري ابوالفضل فيضي، ميرن جي صاحبي، آفتاب ادب، تنوير الايمان وغييره هر ڪنهن جي نظر مان گذريون هونديون. هڪ به عربي ڪتاب به لکيائين. باوجود شهر ۾ رهڻ جي سندس دسترخوان ڪليل رهندو هو. ڪم سخن ۽ شائسته گفتگوءَ جو مالڪ هو. ماڻهن تي احسان ڪرڻ سندس دل جو مشغلو“[(2).](#)

مرحوم شمس الدين بلبل (وفات 1919ع):

صغيرا ڏسي تنهجو قومي ڪتاب،

چوي توکي صد آفرين شيخ و شاب،

صغيرا تنهجو شعر موزون آهه،

اثر ۽ اجابت سان مفزون آهه،
هجي قابلن ۾ اوهان جو قدر،
مسلم ثبوت آهي علم و هنر(3).

**مرحوم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽه (وفات 1958):**

حڪيم صاحب جن کي فارسي ۽ سنڌي انشا تي ڪيتري قدر نه ڪڙو هو سندين عبارت سهڻي ۽ سلوڻي هئي، منجهس استقامت ۽ پختگي ڪوٽ ڪوٽ پريل هئي. پاڻ سنڌي لغت ڪاميٽيءَ جا سر جوش ميمبر هئا. بسا اوقات مولوي مرحوم دين محمد وفائي سان لغت جي باري ۾ اختلاف ٿيندو هون ته آخري تصفيه لاءِ مون وٽ ايندا هئا ۽ حق هميشه سندن طرف هوندو هو.

مرحوم حڪيم فتح محمد صاحب جن علم و ادب جي ميدان ۾ گهڻين خوبين ۽ صفتن جا صاحب هئا. نثر ۽ نظم ۾ امتيازي درجو حاصل هون. سندن وفات بعد اجا ڪو اهڙو جامع الصفات آدمي پيدا نه ٿيو آهي، جو سندن جوڙ ۽ جيس هجي ۽ سندين جُتيءَ ۾ پير پائي (1).

**ڪريم بخش خالد:**

”مرحوم مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي تقريري ۽ تحريري جهاد ذريعي سنڌي مسلمانن جي قابل رحم حالت کي صحت مند ۽ ترقي پذير بنائڻ جي همه گير جدوجهد شروع ڪئي. هو عربي، فارسي، سنڌي، اردو جو عالم ۽ انگريزي زبان کان پڻ با خبر هو. پنهنجي پگهر جي پورهئي ذريعي قوت گذران ڪندو هو. مذهبي اخلاق ۽ جوش ايماني سندس ڪردار جي اهم خصوصيات هئا، جي سندس تصنيفن مان نمايان آهن (2)“.

**حڪيم غلام قادر عباسي:**

”مرحوم حڪيم صاحب اديبن ۾ اديب، شاعرن ۾ شاعر، خوش نويسن ۾ خوش نويس، سياستدانن ۾ سياستدان، عالمن ۾ عالم، مدبرن ۾ مدبر، ظريفن ۾ ظريف، مجاهدن ۾ مجاهد، رندي قلندري فقيرن ۾ فقيري خيال رکندڙ هئا. سندن ڪهڙي به خوبيءَ تي نظر ڪبي ته پنهنجي رنگ ۽ ڍنگ ۾ نرالي ۽ بلند پايه تي معلوم ٿيندي. سندن تصنيفات کي مطالعي ڪرڻ سان معلوم ٿي سگهي ٿو ته تعليم

بابت سندن نقطئه نگاهه ڪيڏو نه وسيع هو (1)“.

مٿين صاحبن کان سواءِ ٻين به ڪيترن ئي محققن ۽ اديبن حڪيم صاحب جي ڪردار ۽ تحرير و تصنيفات کي وقت بوقت پئي ساراهيو آهي. جهڙوڪ:

مولانا محمد صادق (کڏي مدرسي ڪراچيءَ وارو)، قاضي عبدالرحمان (اڳوڻو ايڊيٽر الوحيد)، قاضي محمد صديق بي.اي، شيخ عبدالسلام بي.اي، مولانا دين محمد وفائي (ايڊيٽر توحيد)، مولانا عبدالرحيم معلم الفقه مدرسة الاسلام، قاضي عبدالرزاق صاحب، مدرس سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي وغيره. انهن صاحبن حڪيم صاحب جي تصنيفات تي سندس تعريف ۾ نوٽ لکيا آهن.

---

(2) مولانا حسين احمد مدلي ”تحريڪ ريشمي رومال“ 1960ع ص 160.

(3) مولانا محمد اسماعيل ”الصادق“ ماه آگسٽ سيپٽمبر 1982ع.

(1) هن فصل واري موضوع لاءِ ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جي مضمون ”ايڊيٽر نامو“ مان مدد ورتي ويئي آهي، اهو رسالو ششماهي ”سنڌي

ادب“ جلد 3 نمبر 1 سنه 1979ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي سنڌ يونيورسٽي.

[(1)] پروفيسر لطف الله بدويءَ جي مضمون ”سنڌي ادب گذريل پنجويهن ورهين ۾“ تان ورتل ”رساله ماهوار نئين زندگي“ مئي 1957ع.

[(1)] مرتب جي.ايم.سيد ”اڄ پڻ چڪيم چاڪ“ ص 17، حيدرآباد، جون 1977ع.

[(2)] مصنف جي.ايم.سيد. ”جنب گذاريم جن سين“ سنڌي ادبي بورڊ، ص 148، 1967ع.

[(3)] حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”داستان قوم“ مثنوي. ڪتاب جي ابتدا ۾ مرحوم شمش الدين بلبل جو شعر ڏنل.

[(1)] ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽه ”حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ بابت شخصي تاثرات. نئين زندگي، ڊسمبر 1956ع.

[(2)] عبرت (روزنامه)، 14 ڊسمبر 1960ع.

[(1)] نئين زندگي ماهوار رسالو، جنوري 1960ع، ص 25

# باب ٿيون

# حڪيم صاحب جون سنڌي علم و ادب ۾ ڪيل خدمتون

## (الف) نثر نويسي

## فصل پهريون

### سنڌي ادب ۽ اديب

دنيا ۾ اهي قومون زنده آهن. جن جو علم و ادب محفوظ آهي. چاڪاڻ ته قومون علم جي وسيلي ئي سجاتيون وڃن ٿيون ۽ سندن مان ۽ شان ادب ئي وڌائي ٿو. ڪنهن به قوم جو حال ۽ ماضي ادب جي وسيلي ئي معلوم ٿي سگهندو. ادب کي محفوظ ڪرڻ جو وسيلو ڪتاب ۽ رسالا ئي آهن، پوءِ اهي قلمي صورت ۾ هجن يا ڇپيل هجن. انهن جي ذريعي ئي ادب کي عوام تائين پهچائي ۽ محفوظ ڪري سگهجي ٿو. ادب کي قلمي صورت ۾ اديب آڻي ٿو ۽ اهو اديب ئي آهي، جيڪو معاشري جو ڳوڙهو مطالعو ڪري، پنهنجو ذهن ۽ رت ولوڙي، ڪنهن ڪار آمد شيءِ جي تخليق ڪري ٿو. اديب جي ان تخليق ڪيل شين (نظم توڙي نثر ۾ لکڻين) کي ئي ادب چيو ويندو آهي. اديب جنهن

سماج، قوم ۽ ڌرتيءَ جي خطي تي رهي ٿو، اتي جي باشندن جي جذبن، امنگن، رسمن رواجن، تاريخ و تمدن ۽ ثقافت جو هوبهو نقشو پنهنجي لکڻين ۾ چٽي ٿو ۽ جيڪا ٻولي جنهن انداز ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، اديب ان کي اهڙي ئي نوع ۾ عوام جي اڳيان پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. تنهن ڪري جيئن احساس، جذبا ۽ تجربا ذهن ۾ اچنس ٿا، تيئن انهن کي ڪاغذ تي تحرير ڪري ٿو. اديب جي تخليق ڪيل شيءِ ۾ سندس رت، ست، دل جو درد ۽ اوجاڳو شامل هوندو آهي. انهيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اديب جو ڪم ڪيڏو نه ڪٺن ۽ محنت طلب آهي. (انهيءَ سلسلي جي وضاحت حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ هن ڪتاب صفحي نمبر 77 ۾ ڪري ڇڏيي آهي).

اسان جي سنڌڙي اهڙن اديبن کان خالي ڪا نه آهي. هر دور ۾ لاثاني اديب پيدا ٿيندا رهيا آهن. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي به انهن اديبن مان نمايان حيثيت جو حامل آهي. جنهن جي ادب جي سلسلي ۾ ڪيل خدمتن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

## فصل پيو

## نثر نويسيءَ جي ابتدا

انگريزن جي شروعاتي دور ۾ سنڌ جا عالم سنڌي علم و ادب جي گلستان ۾ بهار قائم ڪندا ٿي آيا ۽ علمي فيض سان نئين نسل کي نوازيندا ٿي آيا. اڳتي هلي اهو نسل ادبي فلڪ تي چمڪڻ لڳو. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي به انهيءَ نسل جو هڪ چمڪندڙ ستارو ثابت ٿيو.

جيئن ته حڪيم صاحب جي سوانح حيات ۾ اڳي ئي ذڪر اچي چڪو آهي ته کيس مطالعي ڪرڻ جو بيحدد شوق هو ۽ جيڪو به واندڪائيءَ جو وقت ملندو هوس، سو پنهنجي خانداني لئبريريءَ ۾ ڪتابن جي مطالعي ۾ صرف ڪندو هو. انهيءَ ڪري منجهس لکڻ پڙهڻ جي صلاحيت پيدا ٿي چڪي هئي. ازنسواءِ کيس اوائلي زندگيءَ ۾ ڪي اهڙيون پاڪيزه صحبتون نصيب ٿيون (جهڙوڪ: مولوي محمد صديق سولنگي سيتائي، شمس الدين بلبل، مولوي عبدالرحيم منگسي ۽

مولوي عبدالله وغيره) جن هن جون صلاحيتون پروڙي ورتيون ۽ سندس لڪل جوهر کي جاڳائي، علم و ادب جي خدمت لاءِ آماده ڪيو.

حڪيم صاحب جي شروع واري دور ۾ ان وقت مشهور ادبي رسالا ۽ اخبارون جهڙوڪ: تحفه احباب، بهار اخلاق، ماتا، هندو واسي (پارت واسي) الڪاشف، الحافظ، الامين، توحيد، الحقيقت صداقت اسلام، روح رهاڻ، الحذب، جوت، المنار ستاره سنڌ، مرغ فلڪ، طيراً ابابيل، نور الاسلام، الوحيد وغيره شايع ٿينديون هيون ۽ انهن اخبارن مان توحيد، الوحيد ۾ سندس مضمون ۽ شعر ڇپبا رهندا هئا (وڌيڪ تفصيل صحافت واري حصي ۾ ڏنو ويو آهي.) جن ادبي حلقن ۾ سندس سڪو قائم ڪيو. هڪ نوخيز اديب ۽ شاعر جي حيثيت ۾ هن پنهنجي فطري ادبي صلاحيتن سان سنڌ جي ڪهنه مشق اديبن ۽ شاعرن کان داد حاصل ڪيو، جا هڪ غير معمولي ڳالهه هئي. ان کان پوءِ قومي صحافت ڏي رجوع ٿيو ۽ سنڌي زبان ۾ عمدا مضمون ۽ ڪتاب لکڻ شروع ڪيائين. (سندس تصنيفات جو ذڪر هن باب جي آخر ۾ ڏنو ويو

آهي) ان کان سواءِ شروع وارن ڏينهن ۾ اسلامي ۽ ديني ڪتاب لکي وقف ڪيائين جن جي آمدني ديني مدرسن کي ملندي رهي. اهي ڪتاب اڳي سنڌ جي مدرسن ۽ ملا مڪتبن ۾ درسي طور پاڙهيا ويندا هئا (1)

## فصل ٽيون

## طرز تحرير ۽ عڪس

حڪيم صاحب جيتوڻيڪ سنڌي مادري زبان اسڪولن يا مڪتبن ۾ باقاعدي ڪا نه پڙهيو (جيئن پاڻ پنهنجي سوانح حيات ۾ لکيو اٿائون ته ”سنڌيءَ جو فقط پهريون ڪتاب اسڪول ۾ پڙهيو هوم) تاهم ڪتابن ۽ مضمونن ۾ عمد و نثر آندو اٿس. سندس نثر ۾ اهڙي ته ڪشش سمايل آهي جو سندس ڪو به ڪتاب پڙهڻ سان دل کي اهڙي ته راحت اچيو وڃي جو جيسين ان ڪتاب کي پڙهي پورو نه ڪبو تيسين چڏڻ تي دل ئي نه ٿيندي.

سندس لکڻ جو نمونو هميشه سليس ۽ با محاوره هوندو هو. ڪتابن ۾ اصطلاحي زبان ڪم آندي اٿس صفائي ۽ سادگي سندس خاص طرز هوندي

هئي ۽ مختصر لفظن ۾ طويل مفهوم کي بيان ڪري وڃڻ سندس ممتاز خصوصيت هئي. عبارت جي ساختگي ۽ رواني، عنوان بيان جي دلڪشي ۽ شيريني، لفظن جو تراش ۽ خراش، جملن جي جوڙجڪ، بندش جي چستي ۽ فقرن جي هڪ ٻئي سان پيوستگي ڪجهه اهڙي نموني واقع ٿيل آهي جو حڪيم صاحب جو ڪو به ڪتاب مطالع ڪرڻ سان پڙهڻ واري جي طبيعت گهٻرائي نٿي ۽ نه دماغ ٿڪ محسوس ڪري ٿو. جتي ڪٿي رنگينيءَ کان ڪم ورتو اٿس، پر اهڙي اعتدال سان جو عبارت جي خوبي ۽ حسن چمڪي ويو آهي. مناسب هنڌن تي اصطلاح، پهاڪا ۽ محاورا ڪم آندا اٿائين. جيتوڻيڪ انگريزي پڙهيل ڪو نه هو. پر سندس تصنيف ۾ جيڪو مواد آهي تنهن مان ائين پيو معلوم ٿئي ٿو جڻڪه مغربي زبانن ۾ ڏاڍو وسيع مطالعو ڪيل اٿس. حڪيم صاحب جي لکڻيءَ ۾ اهي سڀئي وصفون موجود آهن جي هڪ صاحب ڪمال ۽ صاحب طرز ۾ هجڻ ضروري آهن. اهو ئي سبب

هو جو سندس لکيل سمورا ڪتاب گھڻو ڪري تعليم کاتي جي مختلف نصابن ۾ داخل هوندا هئا. حڪيم صاحب جي ڪتابن جي اڀياس مان پڙهندڙن کي معلوم ٿي ويندو ته سندس مطالعو ۽ نظر ڪيتري نه وسيع هئي. سندس جامعيت ۽ همه گيري هن ڳالهه مان ئي واضح ٿي ٿئي ته ساڳئي وقت ۾ مورخ به هئا ته اديب به هئا. شاعر هئا ته عالم به هئا. مشرقي علمن مان واقفيت هوس ته تنقيد جي پروڙ به مغربي مورخن وانگر رکندو هو. سيرت نگاريءَ جي فن مان واقف هو ته علم اخلاق جي به خبر هوس. مطلب ته علم ۽ ادب جي سڀني شعبن ۽ صنفن تي حاوي هو.

سندس بهار اخلاق مان شاعر هجڻ جو ثبوت، ته ميرن جي صاحبي، ابوالفضل فيضي ۽ فتح محمديءَ مان تاريخ داني، جو ثبوت، ته حيات النبي احوال قلندر شهباز ۽ اخلاق محمديءَ مان سيرت نگاري ۽ سوانح عمريءَ جو ثبوت، ته تنوير الايمان ۽ داستان قوم مان اخلاق جو ثبوت اهڙيءَ طرح آفتاب ادب مان نقاد هجڻ جو ثبوت ملي ٿو.

حڪيم صاحب سوانح عمري لکڻ ۾ تحقيق ۽ تلاش، واقعات جي ڳولا، مواد جي ترتيب ۽ تهذيب تي چڱو زور ڏنو آهي. تاريخ، سبب ۽ نتيجي جي هڪ ڪڙي سمجهندو هو. حقيقت ۾ حڪيم صاحب سندس تحقيقات جي سبب پوءِ اها ڪٿي تاريخ ۾ هجي يا ادب ۽ زبان ۾، ايترو ته اڳتي وڌيل هو جو سندس همعصر ۽ همعمرن مان ڪو به سندس مقابلي ۾ بيهي نٿي سگهيو. موجوده دور جي اديبن ۽ عالمن ۾ ڪي اهڙا ڪٿي هجن به پر حڪيم صاحب کي هڪ خاص امتياز ۽ فوقيت حاصل هئي جا سندس همعصرن جي پاڱي ۾ آيل نه هئي. سوانح نگاري ۽ تاريخ نويسيءَ ۾ سنڌي ادب تي خاص طرح مغربي اسلوب ۽ تصور جو ڏاڍو گهڻو اثر رهيو آهي، پر عجب جي ڳالهه اها آهي ته باوجود انگريزي دان نه هئڻ جي به حڪيم صاحب جي لکڻ جو طريقو اهڙو ئي هو



حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جا هٿ اکر

چڱ ته ڪو انگريزي دان لکي رهيو آهي. ان جو
خاص سبب اهو هو ته فارسي ۽ عربي زبان تي

مڪمل ملڪو حاصل هوس. جنهن ڪري سندس طرز ۽ تصور ۾ به اهو ئي طريقو سمائجي ويو هو. ان مان هيءَ ڳالهه ثابت ٿي ٿئي ته سندس عربي ۽ فارسيءَ جي مختلف تذڪرن ۽ تاريخ ڪتابن جو نهايت وسيع مطالعو ڪيل ٿو ڏسجي. ڇاڪاڻ ته خصوصاً عربي ادب تذڪرن جي اهم ڪتابن سان تمام گهڻو مالا مال آهي، انهن جي اهميت، مواد ۽ معلومات جي لحاظ ڪان به آهي ۽ اسلوب، دل آويزي ۽ عمدگيءَ جي نقطئه نظر ڪان به آهي. تنهن ڪان سواءِ قديم سوانح عمرين ۾ سچائي ۽ حقيقت جو به گهڻو خيال رکيو ويندو هو، جا ڳالهه مغربي سوانح نگاري ۽ تاريخ نويسيءَ ۾ ايتري نه ملندي، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ گهڻو ڪري جذبات جي اندر مذهبي غلبو هوندو جو سچي سوانح حيات لاءِ زهر قاتل هوندو آهي. انهيءَ مغربي طرز جو اثر آنجهاني پر مانند جوت جي ايڊيٽر ۽ پروفيسر نارائڻ داس ملڪاڻيءَ تي گهڻو پيل آهي، جو انهن تعصب ڪان ڪم وٺي ميرن جي صاحبيءَ تي جيڪي ڪجهه لکيو آهي تنهن جي پيٺ جيڪڏهن سندن مصنف ساٿي حڪيم صاحب

جي ڪتاب ”ميرن جي صاحبي“ سان ڪجي ته معلوم ٿي ويندو ته حڪيم صاحب جيڪي ڪجهه لکيو آهي تنهن ۾ هن تاريخي بيان ۽ معلومات جو حق پورو پورو ادا ڪيو آهي. سندس اها تصنيف جيتوڻيڪ مختصر آهي مگر آهي غير فاني.

حڪيم صاحب کان اڳ تاريخي نموني جا ڪيترائي ڪتاب لکيا ويا آهن، پر انهن ڪتابن جي لکڻ ۾ تحقيق کان ايترو ڪم نه ورتو ويو آهي. جنهن ڪري اهي ڪتاب پڙهڻ ۾ خشڪ لڳندا هئا ۽ عام طرح اهڙن ڪتابن پڙهڻ جي ماڻهو تڪليف ئي نه وٺندا هئا. مگر حڪيم صاحب جي ڪتابن جي خصوصيت ئي ٻيءَ طرح جي هئي، جو ماڻهو ڏاڍي چاهه ۽ دلچسپيءَ سان پڙهندا هئا. حڪيم صاحب اڳين تاريخدانن جي نقصن کي دور ڪري، تاريخ جو هڪ معيار قائم ڪيو آهي ۽ جديد طرز مطابق نون بحثن تي محققانه ۽ عالمانه بحث ڪري مغرب جي تصنيفن جي برابريءَ جي قابل بنائي ڇڏيو اٿس. دلچسپي ۽ شگفتگي اهڙي پيدا ڪئي اٿس جو عام ۽ خاص ٻئي پڙهڻ ۾ ڪنهن به قسم جو بار محسوس نٿا ڪن. سنڌي

زبان ۾ هن ڳالهه جو اڳي اصل خيال نه رکيو ويندو هو ته هر فن لاءِ ٻولي طرز ۽ بيان جو نمونو جدا جدا ٿيندو آهي. تاريخ ۽ ناول جي زبان ۾ فصاحت بلاغت ڪم آڻبي ته انهن جي مطلب تي نهايت برو اثر پوندو. حڪيم صاحب پنهنجي تحرير ۾ انهن ڳالهين جو خاص خيال ۽ احتياط رکيو آهي. ميرن جي صاحبي، ابو الفضل ۽ فيضي، آفتاب ادب وغيره جي ٻوليءَ کي پيٺي ڏسبو ته حقيقت واضح ٿي ويندي.

آخر ۾ ايترو ضرور چئبو ته هن صاحب جي تصنيفن مان اها ڳالهه صاف ظاهر آهي، بلڪه ثابت ڪري ڏيکاريو اٿس ته سنڌي نثر نه رڳو قصن ۽ ڪهاڻين لاءِ موزون آهي، بلڪه ان ۾ اها ئي نزاڪت ۽ نرمي آهي، جا ٻين ترقي يافته ٻولين ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هن ٻوليءَ ۾ به تاريخ ۽ تنقيد، سيرت ۽ سوانح نگاري، ادب ۽ اخبار نويسي وغيره ڪري سگهجن ٿيون. (مثال ۽ حوالا هن باب جي آخر ۾ ڏنا ويا آهن).

## فصل چوٿون

# حڪيم صاحب جي نثر جون خوبيون

حڪيم صاحب جي تحرير ۾ لفظن جو انتخاب موضوع موافق ٿيل آهي.

هن صاحب جي تحرير اثرائتي آهي، جنهن ڪري پڙهندڙ جي دل تي يڪدم اثر انداز ٿي وڃي ٿي.

نثر ۾ ٻولي شيرين گفتن سان پرپور ۽ وڻندڙ ڪم آندي اٿس، جنهن ڪري پڙهندڙ بيزار نٿو ٿئي.

سندس نثر ۾ فصاحت بلاغت، اصطلاح ۽ پهاڪا موجود آهن. خاص طرح ميرن جي صاحبي، ابو الفضل فيضي ۽ آفتاب ادب ۾ اهڙي قسم جو نثر گهڻو ڪم آندو اٿس.

حڪيم صاحب جي نثر ۾ جدت ۽ جوش آهي، جو پڙهندڙ تي اهڙا جذبا طاري ٿي وڃن ٿا. خاص طرح ”ڪمال ۽ زوال“ ڪتاب ۾ اهڙو نثر ڪم آيل آهي.

تحرير ۾ ٻولي سليس ۽ صاف ڪم آيل آهي، جنهن ڪري ٿورو پڙهيل به چڱيءَ طرح پڙهي ۽ سمجهي سگهي ٿو.

هن جو نثر پاڪيزه ۽ نصيحتن سان پرپور آهي. منجهس ڪٿي به ڪو اخلاق کان ڪريل يا واهيات لفظ ڪم آندل نه آهي.

نثر ۾ مختلف قسمن جا (مفرد، مرڪب ۽ مرتب) جملا ڪم آيل آهن، جنهن ڪري حڪيم صاحب جو نثر رنگين نظر اچي ٿو.

حڪيم صاحب پنهنجي تحرير ۾ هم قافيه، تڪ بندي ۽ سيه حرفيءَ وار الفظ به جهجهي انداز ۾ ڪم آندا آهن، جنهن ڪري سندس نثر مقناطيسي ڪشش رکي ٿو.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي نثر مان ڪي مثالي ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا، جن ۾ مذڪوره خوبيون سمايل آهن:

”آسمان ۾ بادل پرجي ٿا اچن، ڪارونپار ڪڪر چڙهي آيا آهن، ڪنوٽيون، وڄ پئي چمڪي، گجڪارون دلين کي ئي دهلايو ٿيون ڇڏين. مينهن وسڻ جا اسباب سڀ موجود آهن. سڀڪو هڪ پئي کي چئي رهيو آهي ته مينهن آيو ڪي آيو، مندائتو هوندو ته انسان ۽ حيوان، ماڻهو ۽ مرون، پوکون ۽ وڻ سڀ وات ڦاڙي سپ وانگي پيا واجهائيندا.

بي مندو هوندو ته سپڪو پيو ڏڪندو ۽ ڪنبندو، چوندو ته جيڪڏهن هي اوريڪ آئي ته ملڪ ويران ڪري ڇڏيندي، هي برساتي طوفان آيو ته پوکون راهون برباد ٿي ويندیون.
ايڏين تيارين هوندي به ڏسبو ته اتي جو اتي ڪڪر ڊوڙندا ٻئي پاسي پيا وڃن، ڪارو آسمان اڇو ٿيندو ٿو وڃي، هو جو جهڙ جي ڪري تارائي ڏسڻ ۾ نٿي آيا، سي جهرمر لڳايو بيٺا آهن، چنڊ پنهنجي چمڪندڙ چاندوڪي ۽ دل کينچيندڙ روشني سان اکين ۾ نور ۽ دلين ۾ سرور پيدا ڪري رهيو آهي. هي جو سج ڪڪرن ۾ لڪو پيو هو، سو اوچتو ظاهر ٿي، ڏوٻين جي ڪپڙن کي سڪائي ۽ پوکن کي پچائي رهيو آهي، ماڻهو ويچارا جو برسات جي خوفناڪ پوڻ سببان جي جتي، سي تتي ويهي ويا هئا، سي چوڏاري پکڙجي ويا آهن. غرض ته آسمان ۽ زمين جو نقشو ئي اهڙو ته بدلجي ٿو وڃي، جو حيرت وٺيو وڃي. اکين آڏو اسباب سڀ موجود. ظاهر سامان سڀ تيار، مگر تنهن هوندي به مالڪ وٽي جو حڪم ڦيرايو، سو ڪاڏي ويا ڪڪر، ڪاڏي ويون

وچون، چڻ ته هڪ خواب هو يا خيال جو اتي ئي ڏنو ويو ۽ اتي ئي گم ٿي ويو. چو؟ هن ڪري ته وسڻ ڪرن جي وس ۾ نه هو، هڪڙو ڦڙو ڪيرائڻ به ڪنهن جي اختيار ۾ نه هو. سواءِ انهيءَ پاڪ هستيءَ جي، جا هن ساري جڳ جي پيدا ڪندڙ ۽ هلائيندڙ آهي [(1).“](#_ftn1)

”نيڪيءَ جي ڪا حد ڪانهي. جيتري قدر اوهان کان ٿي سگهي، اوتري قدر نيڪي ڪندا رهو. هڪڙي ماڻهوءَ سان اوهان پنج نه پنجاهه پيرا نيڪي ڪئي آهي، انهيءَ مان ائين نه سمجهو ته هاڻي بس، انهيءَ سان نيڪي ڪرڻ جو ضرور ڪونهي. اوهان کي گهرجي ته جيسين دنيا ۾ جيئرا رهيو، تيسين هميشه ماڻهن سان نيڪي ڪندا رهو. جنهن اوهان سان هڪ دفعو نيڪي ڪئي هجي، تنهن سان اوهين ڏهه دفعا نيڪي ڪريو. جيڪو اوهان سان نيڪي ڪري، تنهن سان نيڪي ڪرڻ ته اوهان تي واجب آهي، پر جنهن اوهان سان نيڪي نه ڪئي هجي ته ان سان به نيڪر ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن سان نيڪي ڪجي ته هر هر وات تي نه آڻجي، نه ڪي

هن کي مهڻا ڏجن. نيڪي ڪري وات تي آڻڻ يا پنهنجي نيڪيءَ جو ٻئي کي مهڻو ڏيڻ، نيڪيءَ جي اثر کي وڃايو ڇڏي. دانائن چيو آهي ته ”نيڪي ڪري پاڻي ۾ اڇلائڻ گهرجي“. يعني انهي نيڪيءَ کي وري وات تي نه آڻجي، نه ڪي اڳلي کان نيڪيءَ جو عيوض گهرجي. جنهن نيڪيءَ جو عيوض گهريو، سا نيڪي نه چئبي(2).“

اهڙي طرح سنڌي نصاب جي ڪتاب ۾ هڪ هنڌ بيان آهي ته:

”ادبي ٻوليءَ جو درجو عام ٻوليءَ کان بالا ۽ برتو آهي. انهيءَ درجي جي ٻوليءَ کي، ادبي ۽ ساهتيه سڏبو آهي. ٻولي انهيءَ درجي ۾ اچي هڪ گلزار ۽ پر بهار بنجيو پوي ٿي. ٻوليءَ جي انهيءَ ادبي گلستان ۾ قسمين قسمين چمن ۽ پارا ٻڌجن ٿا، گوناگون گل ۽ گلبن پوکيا وڃن ٿا، طرحين طرحين واس ۽ سڳنڌ ڦهلجن ٿا، پانت پانت جون رونقون ۽ رنگ پسجن ٿا. پري پري کان ادبي گلن ۽ ڦلن جون ڇڪيون، ادبي وڻن ۽ ٻوٽن جون جنسون آڻي پوکجن ٿيون. يعني اهو سڀ ڪجهه سامان موجود

ڪرڻو پوي ٿو، اهي سڀ مانداڻ منڊٽا پون ٿا، جن مان ادب جي گلزار ۾ سدا بهار اچي. عاشقانه امنگ هجن يا مجاهدانه جذبا، عيش پرستيءَ جا اسباب هجن يا محنت ڪشيءِ جا اوزار، سرمائيداريءَ جو سامان هجي يا مزوريءَ جو مانداڻ، شاهيءَ جو تخت هجي يا غربت جو تختو، بادشاهي تاج هجي يا گدائيءَ جو پيالو، سڪندر جو تخت هجي يا اڪبري جلال، ابوالفضل جو ڪمال هجي يا علم ۽ ڪمال جو قال، انهيءَ هر هڪ حالت جي پر زور بيان ۽ اثرائتي اظهار لاءِ ادب ۽ ساهت ئي هڪ بهترين وسيلو آهي.

ادب زبان جو زيور آهي ۽ ساهت ٻوليءَ جو سينگار. ادب، ڪلام جو ڪمال آهي ۽ ساهت ٻوليءَ جو ساهه. ادبي رنگ ۾، ورڀڪ جي واٽي ۽ ضمير جو آواز وڏيڪ زوردار، وڏيڪ اثرائتو ۽ وڏيڪ ڪارگر ٿئي ٿو. ادب ۽ ساهت جو جوهر شمشير جوهر دار ڪان به وڏيڪ تيز آهي“ (1).

”پاڻ سونهارا وڏن جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا ۽ وڏن جي ڳالهه جو گهڻو لحاظ ڪندا هئا، اهي جيڪي چوندا هئا ته پاڻ پورو ڪندا هئا. هڪڙي

ڏينهن سندن پيغمبري ۾ فتوحات جي زماني ۾ دائي ”حليمه“ وٽن هيل آئي. پاڻ پنهنجي چادر مبارڪ وڇائي، ڪيس زور ڪري ان تي وهاريائون، پوءِ فرمايائون ته اي منهنجي مهربان ماءُ اوهان جو خير ۾ اچڻ ٿيو آهي، جيڪو ڪم ۽ حڪم هجي ته آءُ حاضر آهيان. بي بي دائيءَ قيدين بابت سفارش ڪئي، پاڻ ائين ڪيائيون ۽ ٻيو به جيڪي گهريائين، پاڻ سونهارن گهربل شيءِ ڪان به وڌيڪ پهچائي ڏنس.“(2)

## فصل پنجون

## حڪيم صاحب ترجمان جي حيثيت ۾

سنڌي زبان ۾ پهرين نمبر تي ترجمان جي حيثيت مرحوم مرزا قليچ بيگ کي حاصل آهي، چاڪاڻ ته هن صاحب جيترا ترجما ڪيا آهن اوترا ڪتاب سنڌ جي ڪنهن به اديب اڄ ڏينهن تائين ترجمو نه ڪيا آهن. ٻين جن صاحبن ترجما ڪيا آهن تن ۾ حڪيم صاحب ممتاز حيثيت رکي ٿو. جيتوڻيڪ خاص طرح به ڪتاب ”نورالايمان ۽ ڪمال ۽ زوال“ ترجمو ڪيل اٿس پر انهن جي مطالعي

ڪرڻ سان اها ڳالهه خاص طرح واضح ٿئي ٿي ته هن پنهنجي ترجمه کي نهايت خوش اسلوبي سان نباهيو آهي. لفظ ۽ جملن کي اهڙي ته موزون پيرايه ۾ ترتيب ڏني اٿس جو پڙهندڙ تي هڪ عجيب ڪيفيت طاري ٿي وڃي ٿي ۽ کيس بي ساخته مترجم جي قابليت جو اعتراف ڪرڻو پوي ٿو. سندس ترجمي ۾ اهڙي ته سادگي ۽ شستگي رکيل آهي جو ڪنهن به ٻيءَ ٻولي جو ترجمو معلوم نٿو ٿئي بلڪه ائين پيو پائنجي ته نج مادري زبان ۾ لکيو ويو آهي. جهڙيءَ طرح ”اخلاق محمدي“ ڪتاب جنهن لاءِ حڪيم صاحب ديپاچه ۾ ڄاڻايو آهي ته هن ڪتاب جي تيار ڪرڻ ۾ ڏهه عربي ڪتابن ۽ هڪ اردو ڪتاب تان مدد ورتي ويئي آهي. ان مان ظاهر آهي ته عربي زبان تي مڪمل دسترس حاصل هيس. مثال طور قرآن شريف جي هڪ آيت سڄوريءَ (انما المومنون اخوة ............ ان الله تواب رحيم) جو هيٺينءَ ريت ترجمو ڪيو اٿس:

”مسلمان جيڪي آهن سي ڀائر آهن. پوءِ پنهنجن ڀائن ۾ صلح ڪرايو ۽ الله پاڪ کان ڊڄو ته من

اوهان تي رحم ٿئي. اي ايمان وارا ڪا قوم ڪنهن قوم سان مسخري ۽ ٺوڪ نه ڪري متان اها قوم انهيءَ کان (الله وٽ) چڱي هجي ۽ نه ڪي زالون، ڪن زالن تي خندو ڪن، متان اهي انهن کان چڱيون هجن. نه هڪ ٻئي کي عيب وارو بنايو ۽ نه هڪ ٻئي تي بڇڙا لقب رکو. ايمان کان پوءِ گناهه جهڙو بڇڙو ڪم آهي بڇڙو نالو ۽ جي توبهه نٿا ڪن ته پوءِ اهي گنهگار آهن. اي ايمان وارا، گهڻو ڪري گمان کان پاسي رهو. ڪي گمان گناهه آهن ۽ نه هڪٻئي جي عيبن جي تلاش ڪريو ۽ نه هڪٻئي جي گلا ڪريو. ڇا! اوهان مان ڪو گهري ٿو ۽ پسند ڪري ٿو ته پنهنجي مئل ڀاءُ جو گوشت کائي؟ پوءِ اوهان نه پسند ڪيو ۽ خدا کان ڊڄو. تحقيق الله تعالى توبهه قبول ڪندڙ ۽ رحم ڪندڙ آهي (1).

حڪيم صاحب علامه ابن خلدون جي ڪتاب ڪمال ۽ زوال واري ”مقدمه ابن خلدون“ جي ترجمي ۾ لکي ٿو ته:

”انسان پنهنجي پيدائش ۾ ئي قدرت جي طرفان آزاد ۽ خود مختيار پيدا ٿيل آهي. يعني آزادي ۽

خود مختياري هر ڪنهن انسان جو پيدائشي حق آهي انسان دنيا ۾ خدا پاڪ جو نائب آهي جو ڪنهن جو محتاج ۽ غلام نه آهي. جنهن جي ڪري هن جي قوميت جو جوش ۽ روحانيت جو جذبو به برباد ۽ فنا ٿي وڃي، سو هڪ خودمختيار رئيس جڏهن پنهنجي خود مختياري ۽ رياست کان محروم ٿي پوندو آهي، تڏهن هي قدرتي ڳالهه آهي ته هن جي طبيعت پريشان ۽ منهجي سست ٿي پوندي آهي (2).“

سنه 1928ع ۾ سابق والي افغانسان امير امان الله خان جڏهن ڪراچيءَ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا تڏهن ڪراچيءَ جي شهرين طرفان امير موصوف جي خدمت ۾ هڪ سپاس نامو پيش ڪيو ويو هو. اهو سپاسنامو فارسيءَ ۾ لکايو ويو هو. سپاسنامي لکڻ جو ڪم ڪيٽرن صاحبن جي سپرد ڪيو ويو هو، مگر انهن حڪيم صاحب جن جو سپاسنامو وڌيڪ پسند ڪيو ويو. حڪيم صاحب پاڻ اهو سپاسنامو پڙهيو ۽ شاهه امان الله کي اهو نهايت پسند آيو هو .“ (1)

انهيءَ باري ۾ حڪيم محمد احسن صاحب جو چوڻ آهي ته ”انهيءَ سپاسنامه جي پيش ڪرڻ بعد هز مئجيسٽي غازي امان الله ڪيس افغانستان جي حڪومت ۾ وڏي عهدي ڏيڻ جي آڇ ڪئي، پر حڪيم صاحب افغانستان وڃڻ کان سنڌ ۾ رهي پنهنجي قوم جي خدمت ڪرڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏني“ [(2). مطلب] ته حڪيم صاحب انهيءَ دور جو بهترين ترجمان هو.

## فصل چهون

## تصنيفات

مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي زندگيءَ ۾ هيٺيان سنڌي ڪتاب لکيا:

قلندر نامه (احوال لعل شهباز قلندر).

سنه 1914ع ۾ ليٿو پريس سکر ۾ ڇپيو. هن ڪتاب ۾ قلندر شهباز جي زندگيءَ جو تفصيلوار احوال جنهن ۾ قلندر شهباز جي سيوهڻ ۾ آمد، سير و سياحت، عبادت رياضت وغيره جون مفصل حقيقتون نهايت تحقيق سان لکيل آهن.

2. فتح محمدي: صفحا 152، سنه 1914ع ۾ شڪارپور ۾ ڇپيو.

رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي وقت ۾ سندن ڪافرن سان جيڪيي جنگيون ٿيون ۽ انهن ۾ مسلمانن جيڪي ڪارناما سرانجام ڏنا تن جو تفصيل هن ڪتاب ۾ ڄاڻايو ويو آهي.

3.حيات النبي: قيمت 50-2 رپيا، سنه 1914ع ۾ ڪراچي ۾ ڇپيو، جملي 280 صفحا.

حضرت محمد صلعم جن جي سوانح حيات مبارڪ اخلاق و اطوار، رهڻي ڪهڻي وغيره نهايت سهڻي ۽ سليس عبارت ۾ روشني وڌي وئي آهي.

4.سيرت النبي ۽ اخلاق محمدي: پاڻ ڪريمن جي سيرت مبارڪ تي مثالن سان حقيقتون بيان ڪيل آهن.

---

(1) هي حقيقتون محترم ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل کان معلوم ڪيل آهن.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو مضمون ”سهڻي ۽ سلوڻي سنڌي“ رسالو ”سنڌو“ ڊسمبر 1934ع شڪارپور سنڌ، ص 406-407.

[2] حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”اسلامي چوٿون ڪتاب“ الوحيد پريس ڪراچي سنه 1925ع ص 69.

[1] ) ايڊيٽر عثمان علي انصاري سنڌي نصاب (لازمي) پارهين ۽ پارهين جماعت لاءِ ڪراچي 1961ع ص 16 حڪيم صاحب جو سنڌي ٻولي بابت مضمون.

[2] مؤلف حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”اخلاق محمدي“ ڪراچي 1914ع ص 78.

[1] اخلاق محمدي ص 17-18.

[2] ”ڪمال ۽ زوال“ ص 80.

[1] ”روزنامه عبرت“ 14 ڊسمبر 1960ع جي ايڊيٽوريل مان ورتل.

[2] حڪيم محمد احسن ڪان معلوم ڪيل.

وٽ:مٿين ٽنهي ڪتابن ۾ حضور صلعم جن جي سيرت مبارڪ بيان ڪيل آهي. گويا هڪڙو ئي ڪتاب آهي جنهن جا ٽي حصا ڪيا ويا آهن.

5.نور الايمان: قيمت 50-1 رپيو، صفحا 362، ليٿو پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپيو.

قرآن شريف جي تفهيم ۽ تفسير لاءِ موزون ڪتاب آهي. هن وقت تائين سنڌي زبان ۾ جيڪي به تفسير لکيا ويا آهن تن ۾ هي ڪتاب بلند حيثيت رکي ٿو. منجهس ٻولي سليس ۽ سهڻي ڪم آندي ويئي آهي.

6.ميرن جي صاحبي: قيمت 0-4-1 روپيو، شيخ الاسلام پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپيو.

نهايت سليس ۽ سندر سنڌي زبان ۾ لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ ميرن صاحبن جي اٿڻي ويهڻي ، حڪومت هلائڻ جو ڍنگ، عام ماڻهن سان سلوڪ، ان وقت سنڌ جي حالت ۽ آسودگيءَ جو دلڪش بيان ڏنل آهي.

7.ڪمال ۽ زوال: قيمت 0-01-0 آنا، سنه 1923ع ۾ ڇپيو، صفحا 110 پارت پريس ڪراچي.

هي ڪتاب علامه ابن خلدون جي مشهور ڪتاب ”مقدمه ابن خلدون“ جي ڪن پاڱن جو ترجمو ٿيل آهي. هن ڪتاب جي پوليءَ جو اهو ڪمال آهي جو ترجمو ته لڳي ئي ڪو نه ٿو ڇاڪاڻ ته اصل ڪتاب ئي حڪيم صاحب جو لکيل آهي. منجهس حاڪمن لاءِ حڪومت هلائڻ جو ڍنگ، نصيحتون ڏنل آهن. ساڳيءَ طرح قومن لاءِ پڻ هدايتون ڄاڻايل آهن ته حاڪم سان ڪيئن پيش اچن ۽ ڪهڙيءَ طرح حڪومت ۾ حصو وٺن، ڪهڙين ڳالهين کان پاسو ڪجي. جيڪڏهن اهڙين ڳالهين کي ڇهڻي پئبو ته نتيجو ڪهڙو نڪرندو وغيره.

ڪتاب جي آخر ۾ علامه ابن خلدون جي زندگيءَ جو مختصر احوال ڄاڻايل آهي.

8.ابوالفضل ۽ فيضي: قيمت 0-4-1 رپيو 1936ع صفحا 200 عدد، سنڌ پرنٽنگ پريس شڪارپور ۾ ڇپيو.

شهنشاهه اڪبر جي نون رتنن ما هي ٻه رتن، جن جو تعلق سيوهڻ سان هو، تن جي زندگيءَ جا حالات، اڪبر جي درٻار تائين رسائي، سندن لياقت ۽ قابليت ۽ ڪارنامن جو تفصيلوار بيان سهڻي پيرايه ۾ ڏنل آهي.

9.دينيات جا ٽي حصا:

اسلام جي رڪنن ۽ بنيادي ڳالهين جهڙوڪ: توحيد، خدا جون صفتون، خدا جا رسول، پاڪ ڪتاب، اسلام، نماز، ٻانگ، روزا، زڪوات ۽ حج بابت مڪمل حقيقتون درجي بدرجي دينيات جي ٽنهي حصن ۾ ڄاڻايل آهن. اهي ڪتاب اڳي خاص طرح مسلم اسڪولن ۾ درسي طور پڙهيا ويندا هئا.

10.اسلامي ڪتاب:

حڪيم صاحب اسلامي پنج ڪتاب، ٻاراڻو، پهريون، ٻيون، ٽيون ۽ چوٿون لکيا جن ۾ الله پاڪ جل شانه جي وحدانيت، رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم ۽

سندن خليفا، مشهور اصحاب سڳورن جا ڪارناما ۽ زندگيءَ جو احوال، شيطان ۽ نفس بابت حقيقتون، نيڪي، بدي، پاڙيسرين جا حق، پورهيو، تندرستي ۽ ٻيون تاريخي ۽ جاگرافيءَ جون حقيقتون، نصيحت آموز ڪهاڻيون ڄاڻايل آهن. هنن ڪتابن جي مطالعي ڪرڻ سان علمي لياقت ۾ گهڻو اضافو ٿئي ٿو ۽ ٻوليءَ جو بنياد پختو ٿئي ٿو.

11.بهار ڪلام عرف بهار اخلاق: قيمت 0-10-0 آنا سنه 1938ع ۾ ست نارائڻ پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپيو، صفحا 59 عدد. هن ڪتاب ۾ حڪيم

صاحب پنهنجو شعر ڄاڻايو آهي، جو اڪثر عروض جي بحرن تي لکيو اٿس. سندس شعر پاڪيزه ۽ صاف آهي. عام شاعرن وانگر معشوقن جي وصف ناز نخرا، خدوخال، رخسار رنگين، لعل لب، نرگس چشمه، شمشير ابرو وغيره جو تذڪره ڪو نه ڪيو اٿس. سندس سڄو ڪلام قادر جي قدرت، حب وطن، ملڪي خدمت ۽ قومي جذبات سان ڀرپور آهي. (وڌيڪ تفصيل شعر واري حصي ۾ ڏنل آهي).

12.دل ۾ گهاءُ ڪندڙ مناجات:

الله تعالى جي حضور ۾ پنهنجو حال اورڻ ۽ ڪيل گناهن کان معافي وٺڻ لاءِ مناسب ۽ اثرائتي انداز ۾ دعا گهري ويئي آهي.

13.خدا هڪڙو آهي:

هن ڪتاب ۾ الله پاڪ جي هيڪڙائي ۽ توحيد بابت ذڪر ڏنل آهي. ان باري ۾ مناسب مثال ڏنا ويا آهن.

14.مثنوي داستان قوم:

مسلم قوم جي حال ۽ افغانن جو ذڪر نظم ۾ ڏنو ويو آهي.

15.سنڌ جي تاريخ پهريون حصو:

سنڌ جي ابتدائي حاڪمن جو تفصيلوار بيان ڪيل آهي.

16.آفتاب ادب:

قيمت 0-4-2 روپيا صفحا 215 سنه 1956ع سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ۾ ڇپيو.

حڪيم صاحب هي ڪتاب پنهنجي حياتيءَ ۾ لکي ڇڏيو هو. پر پوءِ سنه 1956ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپايو آهي. منجهس ٻوليءَ جي تقدس، تاريخ، سونهن، سينگار، صنايع ۽ بدايع تي بحث ڪيو ويو آهي. سنڌي ٻوليءَ تي هن وقت تائين جيڪي به ڪتاب لکيا ويا آهن تن ۾ ممتاز حيثيت رکي ٿو.

مٿين ڪتابن کان سواءِ حڪيم صاحب عربي ۽ فارسيءَ ۾ به ڪي رسالا لکيا، جن جو ذڪر پنهنجي ڪتاب نورالايمان ۾ ڪيو اٿس.

فصل ستون

اهم ڪتابن تي تبصرو

”حيات النبي“

تعارف: برطانوي سامراج جي تسلط نه رڳو ملڪ جو اقتصادي ۽ سياسي استحصال ڪيو، ليڪن پنهنجي ظالمانه اقتدار کي قائم رکڻ لاءِ هڪ طرف ”ويڙهائيو ۽ حڪومت ڪريو“ جي پاليسي اختيار ڪئي، ته ٻئي طرف اسان جي سماجي، علمي ۽ مذهبي قدرن کي بگاڙڻ جي به ڪوشش ڪئي. اسان جي عالمن، اديبن ۽ دانشورن جڏهن پنهنجي سماج کي پنهنجي قدرن ۽ عظيم شخصيتن جي عظمت کان ڇورو ٿيندي ڏٺو، تڏهن عوام جون فرنگي سرڪار کان وفاداريون بدلائڻ لاءِ پنهنجي مذهبي، سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي شخصيتن کي اجاگر ڪرڻ ۽ اپارڻ شروع ڪيو. مطلعي هيٺ آيل ڪتاب ”حيات النبي“ به اهڙي ڪوشش جو نتيجو هو.

ڪتابن جو مصنف حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي دؤور جو نامور عالم، اديب ۽ سياستدان هو. ڪيس خبر هئي ته سندس زماني ۾ عوام لي ڪهڙي ادب جي ضرورت آهي. انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ لکي ٿو ته ”ههڙي متبرڪ ۽ ضروري ڪتاب جي ضرورت ۽ گهرج سنڌ وارن کي جيتري قدر هئي، اوتري قدر ٻئي ڪنهن به ڪتاب جي ڪا نه هئي. مگر افسوس جو اهل علم ۽ اهل قلم هن پاسي کان اهڙو ته پاسيرو رهيا، جو جهڻ هن ڪم لاءِ نه سندن قلم

تيار هو ۽ نه هٿ ئي ٿي هليا. ناول ۽ ناٽڪ لکي سنڌي زبان کي عيبدار ڪيائون،

ماڻهن جو مذاق بگاڙيائون، اوليائن ڪرامن جون ڊبل ڊبل ۽ مبالغه آميز تاريخون لکيائون. مگر سيدالانبياءَ والمرسلين صلي الله عليه وسلم جي مبارڪ احوال لکڻ جي افسوس، جو يادگيري به ڪا نه ڪيائون. مون هھڙي ڪتاب جي سخت ضرورت سمجهي ان کي هٿ ۾ کنيو. مون ڪهڙيءَ طره هي متبرڪ ڪتاب لکي پورو ڪيو، سا خبر مون کي آهي. صبح کان وٺي شام تائين، شام کان وٺي رات جي 10 بجي تائين بيمار جي علاج ۽ مريضن جي معالجي ۾ مشغول رهڻ ۽ هر هڪ بيمار جي مختلف پڪارن ٻڌڻ کان سخت ٿڪجي پوڻ هوندي به پنهنجي ننڊ ڦٽائي، آرام حرام ڪري هي ڪتاب لکندو رهيس(1).“

حڪيم صاحب هي ڪتاب سنه 1916ع ۾ لکيو، جيڪو ساڳئي سال شايع ٿيو. ان کان پوءِ پنج ايڊيشن نڪري چڪا آهن. ڪتاب جو تفصيلي تنقيدي جائزو هيٺ ڏجي ٿو:

مواد: مطالعي هيٺ آيل ڪتاب، موضوع جي لحاظ کان سوانح سان واسطو رکي ٿو، جيتوڻيڪ سمورو ڪتاب نثر تي مشتمل آهي، پر ڪن هنڌن تي فاضل مصنف پنهنجو شعر به ڏنو آهي، جيڪو موضوع جي سنئين سڌي پر وٺي بيهي ٿو. اهڙي قسم جي ڪلام مان نموني طور هيٺ ڏجي ٿو؛

صبا وڃي سپرين کي ڏجئين سوين سلام،

عاشق آن جو عشق ۾ قائم تا قيام،

صابر شاڪر سي رهن خان ٿين نه خام،

پيئندا جنت جام هٿان حبيبن جي.

فاضل مصنف سموري مواد کي 236 ٽپن ۾ ورهائي، هر هڪ ٽپ جي ضرورت مطابق وضاحت ڪئي آهي. سموري ڪتاب ۾ حڪيم صاحب پڙهندڙن کي جيڪي ڪجهه ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ان بابت پاڻ لکي ٿو:

”هن ڪتاب جو نالو ”حيات النبي“ رکيو اٿم، جو ڪيترن سببن ڪري منهنجي دل کي ڏاڍو وڻي ۽ پيارو لڳي ٿو. هن متبرڪ ڪتاب لکڻ مان منهنجو خاص مطلب هيءُ آهي ته منهنجا مسلمان پائر ڏسن ته حضور جن عليه الصلواة والسلام جي هلت چلت ڪهڙي هئي؟ جاهليت جون رسمون ڇا هيون؟ صاف ۽ سچو اسلام ڇا آهي؟ حضور صلعم جون مجلسون، خطبا ۽ وعظ ڪهڙي نموني جا هئا؟ اصحاب ڪرام جي محبت حضور جن سان، ۽ حضور جن جي ٻاجهه ۽ شفقت مٿن ڪيتري ۽ ڪهڙي نموني جي هئي؟ [(1)]

هن مختصر وضاحت پيش ڪرڻ کان پوءِ به ڪتاب جي مواد جي موضوع جي لحاظ کان هن طرح ورڇ ڪري سگهجي ٿي.

حضرت نبي صلي الله عليه وسلم جي پاڪ سوانح: مواد جي لحاظ کان هي مرڪزي موضوع آهي. حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سوانح سعيد جو شايد ئي ڪو اهڙو پهلو هجي، جنهن کي مصنف نظر انداز ڪيو هجي. حقيقت ۾ سموري ڪتاب کي انهيءَ موضوع کي نروار ڪرڻ لاءِ لکيو ويو .

هن موضوع کي نيائڻ لاءِ حضور صلي الله عليه وسلم جي ولادت، ننڍپڻ، جواني ۽ وفات جي واقفيت کي ڀرپور نموني ۾ واضح ڪيو ويو آهي.

حضرت محمد مصطفى صلي الله عليه وسلم جي پيدائش جي ضرورت: جيتوڻيڪ هي هڪ ثانوي حيثيت رکندڙ موضوع آهي پر ان جي اهميت ۽ افاديت کان ڪڏهن به انڪار نٿو ڪري سگهجي. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سوانح حيات ته عقيدت جي جذبي تحت لکي سگهجي ٿي. ليڪن انهيءَ عقيدت کي حقيقت جو رنگ ڏيئي سگهجي ٿو، جڏهن خود نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي پيدائش جا سبب يا ان جي ضرورت تي روشني وڌي وڃي. فاضل مصنف انهيءَ سلسلي ۾ تعريف جوڳي ڪوشش ڪئي آهي. پاڻ رسول الله جي پيدا ٿيڻ جي ضرورت ۽ سبب تي قلم کڻندي لکي ٿو ته:

”جنهن وقت حضرت پاڪ عليه الصلوات والسلم پيدا ٿيو، تنهن وقت تحقيق عرب ملڪ ۾ تمام بيديني پکڙيل هئي ۽ هڪ زبردست رسول ۽ پيغمبر جي سخت ضرورت هئي ..... اهڙي وقت ۾ هڪ اهڙي جامع الصفات ڪامل ۽ مڪمل بلڪه اڪمل رسول جي ضرورت هئي جو ساري دنيا کي هميشه لاءِ اهڙو نسخو ٻڌائي جنهن جي وسيلي سان پاپن ۽ گناهن جا بيمار شفاياب ٿيندا رهن. اهڙي عظيم الشان ۽ زبردست انتظام ۾ ڪم لاءِ اهڙي مقدس رسول جي پيدا ٿيڻ جي سخت ضرورت هئي، جنهن جون انساني طاقتون، ظاهري ۽

باطني، دلي ۽ دماغي قوتون اڳين سڀني پيغمبرن ۽ نبين کان اعلى ۽ اولى هجن، جو ساري دنيا جو سڌارڻ جو بار پنهنجي مبارڪ ڪلهن تي کڻي سگهي(1).“

اسان جو نبي صلعم غيرن جي نظرن ۾: مواد جي لحاظ کان هن ڪتاب کي باقي ٻين ڪتابن کان انهيءَ ڪري منفرد حيثيت ڏنل آهي جو هن ڪتاب ۾ حضرت رسول اڪرم جن پاڪ سوانح بابت ڌارين ۽ غيرن جا رايا ۽ حوالا به ڏنا ويا آهن. جن جي پڙهڻ کان پوءِ نبي پاڪ ۽ سندن پاڪ پيغام جي صداقت تي اڳئين کان اڳرو يقين ڪرڻو پوي ٿو.

مثال طور حڪيم فتح محمد سيوهاڻي اذان بابت مسٽر جيمز جو حوالو ڏيندي لکي ٿو ته ”بانگ جي لذت ۽ مزو مسجد جي منبر تان به گهڻو ئي ايندو آهي پر اذان جي وڏيڪ لذت ۽ حيرت جهڙو اثر رات جي اڪيلي ۽ چپ چاپ وقت ۾ جيڪو معلوم ٿيندو آهي سو عجيب قسم جو هوندو آهي (2).“

اسلام جي ارتقا جي جهلڪ: حڪيم صاحب رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي سوانح کي اهڙي ته نموني سان قلمبند ڪيو آهي جو اها بذات خود اسلامي تاريخ جي هڪ تعمير بڻجي ويئي آهي. مثال طور: ”ڪيترن ئي مڙسن اسلام قبول ڪيو“، ”حضرت جي نبي ٿيڻ وقت دنيا جي حالت“ ”اصحابن تي ڪافرن جا ظلم“، ”ڪافرن جون عادتون ۽ خيال، ۽ ٻيا ڪيترائي ٽپ سڌو سنئون اسلام جي ارتقا جي ڪهاڻي پيش ڪن ٿا. فاضل مصنف انهن واقعن کي به اهڙي سهڻي نموني سان موهيو آهي جو مواد ۾ ميٺاج اچي ويو آهي. اهڙي قسم جي مواد جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

””حضرت سائين کان سواءِ وري جن نيڪ ۽ پاڪ دل انسانن مٿن ايمان آندو هو ۽ کين مڃيو هو ۽ الله پاڪ جي هيڪڙائي ۽ رسول الله صلعم جي رسالت تي يقين ڪيو هو، تن بيگناهن کي به ڪافرن ستائڻ ۽ تڪليفن ڏيڻ ۾ حد ڪري ڇڏي ۽ ڪين گهٽايو. جن جو احوال ڏسي پڙهي بت جا وارئي ڪاندارجو وڃن ۽ اکين آڏو اونده اچيو وڃي. وري تعجب وٺيو وڃي ته حضرت رسول الله صلعم جي پاڪ ۽ سچي تعليم جو اهڙو ته پڪو ۽ مضبوط اثر ٿيو، جنهن مؤنن جي دلين کي اهڙو ته همت وارو ۽ مضبوط بنائي ڇڏيو هو، جو ظلمن ۽ مصيبتن جا پهاڙ سندن سچن سينن تي ڪڙڪائي اچي وجهندا هئا ته هڪ خس برابر به ڪين سمجهندا هئا.........

مثال حضرت بلال حبشي رضي الله عنه اميه بن خلف جو غلام هو. جڏهن اميه ٻڌو ته بلال مسلمان ٿيو آهي تڏهن ويچاري تي قسمين قسمين مصيبتن جو

مينهن وسائڻ لڳو. ڳردن ۾ رسو وجهي چوڪرن کي ڏيندو هو، جي ڪيس مڪي جي گهٽين ۾ رلائيندا ۽ گهليندا وتندا هئا. جنهن ڪري ڪنڌ ئي ڦٽجي پيو هوس“ [(1).](#)

اسان جي رسول الله صلي الله عليه وسلم جو پيغام: ڪتاب جي مواد ۾ اسان جي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي پيغام پاڪ کي جوڳي جاءِ ڏني ويئي آهي. حقيقت ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جي حياتي مبارڪ ئي هڪ لافاني پيغام هو. ان ڪري جڏهن اڙين جي آڏار ۽ نبين جي سردار جي سوانح جو ذڪر هلندو ته سندن سچ ۽ صداقت واري سنيهي جي ڳالهه به ضرور چرندي. اهو ئي سبب آهي جو مناسب هنڌن تي فاضل مصنف نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي نياپي کي نروار ڪيو آهي. جيئن هڪ هنڌ لکي ٿو ته:

”سندن ضروري سمجهاڻيو خاص طرح هي هيون ته الله پاڪ سان ڪنهن کي مٽ ۽ هڪ جهڙو نه ڄاڻو! بتن، وڻن ۽ پهڻن جي پوڃا بلڪل نه ڪريو! ننڍڙين معصوم نياڻين کي جيئرو ڪڏ ۾ وجهي پوري نه ڇڏيو. پراين زالن ڏانهن بڇڙي نظر نه ڪڍو! زنا نه ڪريو! جوا نه ڪريو! شراب نه پيو! جسم کي پليتي ۽ ناپاڪائي کان، ڪپڙن کي گندگيءَ کان، زبان کي ڪني ٻول ۽ بد سخن کان، دل کي ڪوڙي ۽ بڇڙي اعتقاد ۽ مڃتا کان پاڪ ۽ صاف رکو، انجام ڪريو ته ضرور پاڙيو، وعدي خلافي نه ڪريو، ڏيتي ليتيءَ ۾ ڪنهن سان به دغا ۽ ڪپت نه ڪريو: الله پاڪ کي نقصان ۽ عيب کان پاڪ سمجهو، زمين ۽ آسامن، سج ۽ چنڊ، نديون ۽ وڏيون شيون سڀ الله پاڪ جون خلقيل ڄاڻو“ [(2).](#)

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جا معجزا ۽ مطالعي هيٺ آيل ڪتاب کي مصنف مستند معجزن کي به جوڳي جاءِ ڏني آهي. جن مان ”ضماد نالي ڦيٽائي جو مسلمان ٿيڻ“، ”حضرت پاڪ جي پيشنگوئي پوري ٿي“، ٻڪريءَ وارو معجزو ۽ کوهه وارو معجزو قابل ذڪر آهن.

فاضل مصنف اهي معجزا مختصر مگر جامع نموني پيش ڪيا آهن. مثال طور ٻڪريءَ وارو معجزو هيٺ ڏجي ٿو:

حضور جن عليه الصلوات والسلام ۽ حضرت ابو بڪر صديق رضه جنهن ڏينهن غار مان نڪتا، تنهن ڏينهن هڪ ڪراڙي مائي امه معبد جي جهوپڙيءَ وٽان اچي لنگهيا. هي ڪراڙي مائي قوم خزاعته مان هئي، مسافرن ۽ واٽهڙن جي خدمت چاڪري ۽ ٽهل ٽڪور ڪرڻ ۾ مشهور هئي.

حضرت جن انهيءَ مائي وٽ لهي پيا ۽ پڇيائونس ته تو وٽ کائڻ لاءِ ڪا شيءِ آهي؟ ڪراڙي مائي عرض ڪيو ته جيڪڏهن مون وٽ ڪجهه هجي ها ته اڳيئ آڏي حاضر ڪريان ها. حضرت پاڪ جهوپڙيءَ جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ هڪڙي ٻڪري ڏٺي. پڇيائون ته هي ٻڪري گهر ۾ ڇو بيٺي آهي. چرڻ ڇو نه ويئي آهي؟ مائيءَ چيو ته ويچاري هيڻي آهي، ڌڻ سان نه ٿي وڃي سگهي. حضرت جن فرمايو ته جيڪڏهن تون اجازت ڏين ته اسين منجهانئس کير ڏهي پيون. ام معبد چيو ته جيڪڏهن اوهين ڪو کير ٻڪريءَ ۾ ڏسو ٿا ته بيشڪ ڏهي پيو، مگر کير ته ويچاريءَ ۾ اصل آهي ئي ڪو نه. حضرت جن صلي الله عليه وسلم ڇا ڪيو جو بسم الله پڙهي ڪٽي ٻڪريءَ کي ڏڌائون، جنهن مان ڇڱو ٿانءُ پرجي پيو ۽ هارجڻ لڳو. اهو کير حضرت جن ۽ سندن اصحاب رفيق سيني پيتو. وري ٽئين دفعي به ڏڌائون ته ساڳيو ٿانءُ پريو . سو ام معبد کي ڏنائون ۽ پاڻ اڳتي روانا ٿيا" [(1).](#)

سائينءَ جا سنيها: هن ڪتاب ۾ حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جي انهن خطن جو متن به ڏنو ويو آهي جيڪي پاڻ دنيا جي مشهور حاڪمن ڏانهن روانا ڪيا هئائون. اهڙن خطن مان روم جي بادشاهه، حبش جي بادشاهه، مصر جي بادشاهه، ايران جي بادشاهه، عمان جي حاڪم، دمشق جي حاڪم ۽ يمامه جي حاڪم ڏانهن لکيل خط ذڪر ڪرڻ لائق آهن. انهن مان مثال طور هڪ خط هيٺ ڏجي ٿو.

"الله مهربان ۽ رحم واري جي نالي سان، الله جي ٻانهي ۽ رسول محمدﷺجي پاران روم جي بادشاهه هر قل ڏانهن (لکجي ٿو ته) جو شخص هدايت جي تابع ٿيو، تنهن تي شال سلامتي هجي.

انهيءَ کان پوءِ توکي اسلام ڏي سڏيان ٿو. اسلام آڻيندين ته تون دنيا ۽ آخرت ۾ سلامت رهندين ۽ خداوند پاڪ توکي ٻيڻو اجر ڏيندو ۽ جيڪڏهن تون انهيءَ ڳالهه کان منهن موڙيندين ته توتي ئي تنهنجي رعيت جو به گناهه پوندو.

اي ايماني ڪتابن کي مڃيندڙو! اچو هڪڙي اهڙي ڳالهه ڏي، جا اسان ۽ اوهان جي وچ ۾ برابر آهي، (اها هيءَ آهي ته) هڪ خدا ڌاران ٻئي ڪنهن جي به عبادت نه ڪريون ۽ نه ساڻس ڪنهن کي شريڪ بنايون ۽ اسان مان ڪو ڪنهن کي هڪ خدا کان سواءِ پنهنجو رب (پالڻهار) ڪري نه مڃي، پوءِ جيڪڏهن نه مڃين ته چئون ته پلا شاهد هججو ته اسين ته مسلمان آهيون."[(1)](#)

ٻولي ۽ عبارت: اها هڪ مڃيل حقيقت آهي ته مطالعي هيٺ آيل ڪتاب واري دور ۾ هندو ليکڪن ۾ پر مانند ميوارام ۽ مسلمان اديبن ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي صاحب اسلوب اديب هئا. سندن طرز تحرير نياري پياري ۽ منفرد هوندي هئي.

تنقيد هيٺ آيل ڪتاب به حڪيم صاحب جي طرز تحرير جو شاهڪار آهي. فاضل مصنف ٻولي نهايت سليس، آسان ۽ عام فهم ڪم آندي آهي. ڪتاب جي مطالعي دوران پڙهندڙن کي ڪن اوپرن، نون ۽ ڏکين لفظن بدران عام اصطلاحن، پهاڪن ۽ چوڻين مان مزو ماڻڻو پوي ٿو. حڪيم صاحب جي تحرير جي اها نمايان خصوصيت آهي ته منجهس لفظن جي تڪرار، تجنيس  حرفي ۽ هڪ ئي جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ ساڳي معنيٰ وارا لفظ ڪتب آڻي هڪ قسم جي نواڻ پيدا ڪئي آهي.

ٻوليءَ جي اسلوب جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

”عامر بن فهيره سان به ڏاڍا ڏکيا ڏينهن لاتئون، مگر هو خدا جو خاص بندو پنهنجي سچي محبت کان ڪين مڙيو. جڏهن حضرت رسول صلي الله عليه وسلم جن ڪافرن جي بيجا ۽ غير واجبي سختين ۽ ظلمن جي ڪري مديني شريف لڏي ويا تڏهن هي ويچارو مرد خدا ساري سفر ۾ سندن هن رڪاب ٿي خدمت ڪندو ويو، ۽ بدر ۽ احد جي خوفناڪ لڙاين، جن ۾ ڪافر ڏاڍي ڪرفر سان هزارن جا هزار ايندا هئا، هي ويچارو سچار به دل جان سان جهاد في سبيل الله ۾ مشغول ۽ حاضر هو.“ (1)

مقصديت: ڪتاب جو مصنف پنهنجي دور جو ناميارو عالم ۽ سياست دان ٿي گذريو آهي. ڪيس پنهنجي دور جي سياسي خواه مذهبي تقاضائن جي پلي پٽ پروڙ هئي. هن بزرگ اديب وقت ۽ حالتن کي آڏو رکندي مطالعي هيٺ آيل ڪتاب لکيو. جيڪو سندس زماني ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي پاڪ سوانح جي موضوع تي پهريون ڪتاب آهي. ڪتاب جي موضوع تي ايتري قدر ته روشني وڌي ويئي آهي جو ائين چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته ڪتاب معياري، مڪمل ۽ جامع آهي. ان ڪري هي ڪتاب نهايت مفيد ۽ مقصديت وارو نظر اچي ٿو.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”حيات النبي“ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1966ع، ص 18.

(1) ”حيات النبي“ ص 20.

(1) ”حيات النبي“، ص 3.

(2) ”حيات النبي“، ص 138.

(1) ”حيات النبي“، ص 59-60.

(2) ”حيات النبي“، ص 65.

(1) ”حيات النبي“، ص 123.

(1) ”حيات النبي“ ص 216.

(1) ”حيات النبي“ ص 61-62.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book26/Book_page6.html

ايندڙ صفحو

7

# . نورالايمان مقدمه تفسير القرآن

تعارف: قرآن شريف زبانيءَ طرح پڙهي وڃڻ ته آسان ڪم آهي، پر جيستائين ان جي معنى ۽ مفهوم جي ڄاڻ نه آهي، تيستائين قرآن شريف جي تعليم

مڪمل ٿي نه ٿي سگھي ۽ نه وري ان مان ڪو فائدو حاصل ڪري سگھجي ٿو.
قرآن پاڪ جي معنى ۽ مراد کي سمجھڻ، عام ماڻهن اڳيان واضح ڪرڻ ۽ کين اثرائتي پيرايه ۾ سمجھائڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهه نه آهي. قرآن شريف جي تفسير تي جيڪي ڪجهه اڳ ۾ لکيو ويو هو، ان مان حڪيم صاحب مطمئن نه هو، انهيءَ ڪري هي ڪتاب لکڻ شروع ڪيائين ته جيئن سنڌ جا اپوجهه مسلمان قرآن شريف جي صحيح تعليم و تشريح مان واقف ٿي، ان تي عمل ڪري، پنهنجي دينوي زندگي به ڪامياب بنائين ۽ آخرت جو ڇوٽڪارو به نصيب ٿئين.
فاضل مصنف هن ڪتاب لکڻ جا پنج سبب ڄاڻايا آهن:
**سبب پهريون:**
هڪ دفعي هڪ مخالف اهل علم بحث هلندي صلاح ڏنيس ته ”قرآن شريف کي غور ويچار سان پڙهندو ڪر، تا ته تنهنجي طبيعت تي قرآن پاڪ جي نور جو جلوو ٿئي ۽ انهيءَ کان گھڻو ڪجهه وڏيڪ پرائي سگھين.“ حڪيم صاحب پنهنجي

ڪتاب ۾ لکي ٿو ته ”مون به ان جو چوڻ واجبي ۽ فائدي وارو سمجهي، ان تي عمل ڪرڻ شروع ڪيم ۽ وقت بوقت جيڪي نڪتا ۽ اسرار سمجهه ۾ ايندا ويا، سي ايتري قدر جو ڪيترائي ورق نوٽن تي لکندو ويندو هوس. وڌيڪ گنجائش ئي ڪا نه رهي ۽ ارادو ڪيم ته انهن معلوم ٿيل نڪتن مان ڪجهه نه ڪجهه پنهنجي سنڌي پائرن اڳيان به حاضر ڪندو وڃان.“

**سبب ٻيون:**

ٻيو وڏو سبب هي هو ته ان وقت سنڌ مان علم الاهيءَ جي روشني گهٽبي ٿي ويئي ۽ جهل جي وبا ملڪ ۾ پکڙندي ويئي. اڻ پڙهيا ته اڳئي اڻ پڙهيا هيا پر پڙهيل به اڻ پڙهين جهڙا ٿي ڏٺا. ديني علم جا مدرسا جي اڳي سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ برپا هئا سي برباد ٿيندا ٿي ويا. پيٽ جي محتاجيءَ ۽ مفلسيءَ سبب مسلمان سرڪاري نوڪريون حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجا ٻار انگريزي اسڪولن ۾ داخل ڪرائي رهيا هيا انهن ڏينهن ۾ اسلام جي دشمنن موقعو ڏسي الله، رسول ۽ قرآن پاڪ جي احڪامن تي ناجائز حملا ڪري ابوجهه مسلمانن

کي صراط المستقيم کان هٽائي گمراهه ڪري رهيا هئا جنهن ڪري ڪمزور ايمان وارن جي دلين ۾ اسلام بابت شڪ شهبا پيد ٿي رهيا هئا.

**سبب ٽيون:**

سنڌ جي اڪثر مسلمانن کي اها خبر ئي نه هئي ته اسلام ڇا آهي؟ شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جا احڪام ۽ آداب ڪهڙا آهن؟ اسلامي روايتن ۽ عقيدن جو فلسفو ۽ حڪمت ڪهڙي آهي؟ ايمان ڇا آهي؟ ڪفر ۽ شرڪ ڪهڙيون بلائون آهن؟ هو هڪ مسلمان جي گهر ۾ مسلمان ماءُ پيءُ مان ڄاول هئڻ ڪري مسلمان سڏبا آهن پر اسلام جي حقيقت مان بلڪل غير واقف. انهيءَ ڪري ڪو به اسلام جو دشمن کين آسانيءَ سان برغلائي سگهيو ٿي.

**سبب چوٿون:**

هڪ دور انديش علم واري کي غفلت کان هوشيار ڪرڻ: مصنف جي نظر ۾ مسلمانن جا ٽي قسم آهن. هڪڙا اهي جي مذهبي علم حاصل ڪري عالم ۽ مولوي ٿيا. ٻيا اهي جي نوڪرين حاصل ڪرڻ لاءِ انگريزي علم پڙهي نوڪريون حاصل

ڪري رهيا آهن ۽ ٿيان اهي جي بلڪل جاهل ۽ اڻ پڙهيل آهن.
پوئين قسم جا مسلمان پهرين ٻن قسمن جا محتاج آهن ۽ سدائين دين جي دشمن جو انهن تي حملو رهندو آهي. حقيقت ۾ پهرين قسم جا بر گزيدا ۽ بزرگ مسلمان عزت ۽ سلامتيءَ وارا آهن، انهن تي ئي ٻين ملسمانن جي مذهبي سلامتيءَ جو بار آهي. مگر افسوس جو هو عالمن مان ڦري عابد ۽ اسلام جي خادمن مان ڦري مخدوم ٿي گذارين ٿا ۽ پنهنجي اڌ پڙهين ۽ اڻ پڙهين مسلمان ڀائرن کي بنهه نڌڻڪو ڪري ڇڏي ڏنو اٿن. البت مذهبي ڳالهين ۾ جيڪڏهن ڪو ڦير ڦار ڏسن ته ضرورت کان زياده تپيو لال ٿيو وڃن ٿا مگر اهو اصول ۽ عقائد ۾ جيڪا خرابي مسلمانن ۾ پيدا ٿي رهي آهي، تنهن بابت ڪا به پرواهه نٿا ڪن. هو شايد ائين ٿا ڄاڻن ته ڪانئن قيامت جي ڏينهن الله تعالى ان بابت ڪا ڇڪتاڻ ڪندو ئي ڪا نه.

**سبب پنجون:**

فاضل مصنف هن سبب بابت لکي ٿو ته ”گهڻي وقت کان وٽي دل ۾ آرزو هيم ۽ سمجهيم ٿي ته سنڌ

جي مسلمانن لاءِ هڪ عمدي تفسير جي سخت ضرورت آهي. مگر اها پڪ ڪان هيم ته سنڌ جا مسلمان به هن ضرورت جو احساس رکن ٿا ۽ آئون جيڪا محنت ڪنديس سا سندن ڪم به ايندي يا مورڳو جيڪي لکندس تنهن ڏانهن توجهه ئي ڪو نه ڪندا پر شڪرانو جو جڏهن منهنجو ارادو سنڌ جي مسلمانن کي معلوم ٿيو، تڏهن هر طرف کان طلب ۽ شوق جون صدائون اچڻ لڳيون ۽ مون تي گهڻي قدر نه فقط زور رکڻ لڳا پر همتائڻ به لڳا. انهيءَ صورت ۾ هاڻي مون تي لازم ٿي پيو ته آئون هن مقدس ڪم ۾ هٿ وجهان ۽ پنهنجين بي شمار مشغولين هوندي به هي ڪم ڪندو رهان. جي نه ته خالق ۽ مخلوق، اسلام ۽ اسلام جي خدا ۽ سندس رسول وٽ جوابدار ۽ شرمسار ٿيان ها.“

آخر ۾ چاڙهيو اٿس ته: ”آئون هي تفسير پنهنجن اهڙن نونهال مسلمان ٻچن ۽ پنهنجن اهڙن سدورن ۽ پيارن مسلمان پٽڙن لاءِ به لکان ٿو جيڪي انگريزي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ تعليم وٺي رهيا آهن. مون کي اميد آهي ته نئين نسل وارن سپاڳن

پڻ ۽ سعادتمند فرزندن لاءِ منهنجو هي تفسير مذهبي اصول ۽ اسلامي عقائد سمجهائڻ لاءِ چڱي رهبري ڪندو. شايد هي منهنجو پورهيو ڪن مغرور مسلمانن عهديدارن ۽ جهونن انگريزي خواندن لاءِ به اصلاح جو سبب ٿي پوي انشاءَ الله تعالى.(1)

مواد: مطالعي هيٺ آيل خالص اسلامي ڪتاب آهي جنهن ۾ هر مسئلي تي قرآن پاڪ جي آيت سان روشني وڌي ويئي آهي. ڪتاب گهڻو ڪري سچو نثر ۾ آهي. ڪٿي ڪٿي فارسي تحرير سنڌي ترجمي سان ڏني اٿس. ڪن هنڌن تي شعر به ڏنو اٿائين. هي ڪتاب هيٺين موضوعن تي مشتمل آهي:

حمد و ثنا، عرض حال ۽ اپوجهه مسلمانن جي دلين ۾ وسوسن وجهڻ جو نمونو، اسلام جي اصولي تعليم، ڪفر ۽ شرڪ، بت پرستي ۽ غير خدا جي پوڄا ڪندڙن کي تبليغ سان سڌي رستي تي آڻڻ، علماءَ سونهارن جو فرض، مرحوم مولوي محمد عثمان صاحب نورنگزادي وارو تفسير، مذهبي طبيب ۽ مذهبي حڪيم جي وچ ۾ فرق، مقدمة

التفسير، تفسير جا اصول، علم الا سرار، علم الحقائق، تفصير تاويل ۽ تحريف ڇا کي چئجي ۽ انهن جو پاڻ ۾ فرق، غلط ۽ ڪروڙي روايتن جي مشهور ٿيڻ ۽ اسلامي ڪتابن ۾ داخل ٿي وڃڻ جو سبب، حقيقت مجاز ۽ ڪنايه جو بيان، مجاز جا ٻه قسم آهن: هڪڙو مجاز مرسل ۽ ٻيو استعارو، استعاره ۽ ڪنايه ۾ فرق، قرآن ڪريم جي فصاحت ۽ بلاغت جا ٻيا سوين اسباب، صفت قلب جو مثال قرآن ڪريم ۾، سنڌي زبان جا مجاز، محاورا، استعارا، تشبيهون ڪنايا وغيره، قرآن شريف مان مجاز استعاره ۽ ڪنايه جا مثال، دنيا جو ضرور ڪو خالق آهي، جنهن جو نالو مبارڪ الله آهي، مادهه پرستن جو قول ۽ مادهه بابت سمجهاڻي، خالق ۽ صانع ۽ ثبوت ۾ يورپ جي محققن فيلسوفن جو اقرار، اثبات خالق بابت قرآن پاڪ جي هدايت، توحيد (خدا جي هيڪڙائي جو اقرار) اسلام جي توحيدي ڪلمي جهڙو ڪلمو ٻئي ڪنهن به مذهب ۽ ڌرم ۾ اهڙيءَ طرح مقرر ڪونهي جهڙو اسلام ۾ آهي، توحيد جو شان، توحيد جا چار درجا آهن، ستاره پرستن ۽ بت

پرستن جي گمراهيءَ ۽ توحيد ۾ رخنو، اسلامي توحيد ۽ غير اسلامي توحيد ۾ فرق، دنيا جي قومن کي توحيد لاءِ اسلام جي عام دعوت، توحيد جو عقيدو انسانن جي دلين ۾ هڪڙو الا انتها قوت ۽ آزاديءَ جو جذبو پيدا ڪري ٿو ۽ غير خدا جي پوڄا جو اعتقاد انسانن کي بزدل ۽ غلام بنائي ٿو، ڪلمهء توحيد ”لا الله الا الله محمد رسول الله“ ۾ محمد رسول الله جو فقرو توحيد جي خلاف ڪينهي بلڪه عين توحيد آهي، فقط خدا جو اقرار نجات آخروي يعني آخرت جي ڇوٽڪاري لاءِ ڪافي نه آهي جيسين ان سان گڏ رسالت جو اقرار نه ڪبو، توحيد جي عقيدي ۾ بدعتون، توحيد ۾ نقصان پهچائيندڙ ۽ مضبوط ڪندڙ حالتون، وحدت وجودي، وحدت شهودي، صفات الاهي (الله جي صفتن جو بيان) صفت علم جي، سميع ۽ بصير يعني ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ، حـَي ۽ قيوم، قدرت ۽ ارادو، قديم (ازلي ۽ ابدي)، روح ۽ مادو قديم نه آهي، جيئن آريه چون ٿا. مخلوقات کان اڳ به خدا جي حڪومت ۽ خالقيت جي صفت قائم هئي. الله پاڪ جون صفتون بيشڪ قديم آهن، انهن جي

قديم مجڻ ۾ ڪو عيب ڪونهي. رحمت ۽ غضب، لطيف، صفت عدل جي، غني ۽ صمد. الله تعالى مسڪينن لاءِ خيراتون ۽ زڪوات چو مقرر ڪئي آهي ۽ چو ڪين انهن کي دولتمند بنائين. انهيءَ وسوسه جو رد، پاڪائيءَ جي صفت، صفت ڪلام، صفت ذاتيه ۽ فعليه ۾ فرق، خدا جا مجيندڙ اڪثر سچا ۽ سقيم چو ٿا گذارين، تنهن جو سب ۽ فلسفو بيمار بنائڻ ۽ تندرستي بخشڻ، عزت ڏيڻ ۽ ذليل ڪرڻ، مصيبتن کان بچائڻ ۽ مرادون پوريون ڪرڻ، الله تعالى سڀني عيبن کان پاڪ ۽ سڀني ڪمالين جو مالڪ آهي، صفات الاهي بابت قرآن ڪريم جون آيتون ۽ هدايتون، شرڪ، نفاق، الحاد، زندقه سفسط، ڪفر شرڪ، شرڪ ڇا کي چئبو، الله تعالى کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به سجدو نه ڪجي، الله کان سواءِ ڪنهن به ٻئي کي مشڪل ڪشا ۽ مرادون پڄائيندڙ سمجهڻ ۽ ڪنهن ٻئي جي نالي باسون باسڻ ۽ برڪت لاءِ ڪنهن به ٻئي جي نالي جو ذڪر ڪرڻ ۽ ڪنهن به ٻئي جو قسم کڻڻ ۽ ٻيا به اهڙا ڪم شرڪ آهن. شرڪ جا قالب ۽ سانچا، عبادت جا قالب ۽ سانچا،

باطل مذهبن وارن جي عبادت جا نمونا، جاهل مسلمانن جي شرڪ جهڙن ڪمن تي نظر، جاهل مسلمانن جا شرڪ جهڙا ڪم ”اي فلاڻا پير، درگاهه الاهيءَ مان سوال پني، اسان جا مشڪل آسان ڪر“ ائين چوڻ شريعت موجب جائز آهي يا نه، جاهل مسلمانن جا شرڪ جهڙا ٻيا ڪم، جيڪي مسلمان شرڪ جهڙا ڪم ڪن ٿا، سي جيتوڻيڪ حقيقي شرڪ ڪين چئبا، پر مشرڪن جهڙا سخت گنهگار ضرور چئبا، شرڪ جي منع ۽ شرڪ ڪندڙ جي پلڪار بابت قرآن شريف جون آيتون، توسل يعني الله تعالى جي پيارن ۽ نيڪن جو وسيلو وٺڻ. وسيلو ڪهڙيءَ طرح وٺجي ۽ وسيلي وقت دعا ڪهڙيءَ طرح گهرجي؟ نفاق، زندقه، دهريه، الحاد انگريزي خواندن ۾ گهڻو آهي، بولشوڪ به پڪا زندبق آهن، رافضي ۽ موالي به پڪا ملحد آهن، سفسطه، ڪفر، ڪافر جو لفظ اسلامي شريعت جو قانوني لفظ آهي، ڪفر جي لفظ جي معنى، ڪافر جا قسم، ڪافرن جا قسم، ڪنهن مسلمان کي ڪهڙي وقت ڪافر سڏي سگهجي ٿو، وهابي سڏڻ جي بدعت،

ڪنهن مسلمان ڪي ڪافر سڏڻ وقت احتياط ۽ خبرداري لازم آهي، ڪن نون تعليم يافتن ۾ ٻين غير مسلمن جي هلت چلت بنسبت سمجهاڻي.

**ٻولي ۽ اسلوب بيان:**

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب ۾ ٻولي نهايت آسان، ساده ۽ عام مروج ڪم آندي ويئي آهي. جنهن کي ٿوري علم وارو به چڱيءَ طرح پڙهي ۽ سمجهي سگهي ٿو. ٻيو ته پري رهيو پر قرآن پاڪ جي آيتن جي سمجهاڻي به انتهائي سليس نموني ۾ ڏني اٿس جيئن ته سوره ياسين جي رڪوع ٽئين ۾ و اية لهم اليل نسلخ منه النهار ... الا رحمة متا و متاعا آلى حِين آيل آهي.

(انهن انسانن) لاءِ رات به هڪڙي نشاني آهي، جنهن تان اسين ڏينهن جي روشني لاهي ٿا ڇڏيون پوءِ اوچتو اهي انسان اونداهيءَ ۾ اچيو وڃن ۽ (صانع جي ثبوت جي نشاني) سج به آهي جو پوريءَ طرح پنهنجي منزل ڏي هلندو رهي ٿو. اهو انتظام رکيل زبردست ۽ ڄاڻيندڙ خدا جو آهي ۽ چنڊ جون به اسان منزلون مقرر ڪري ڇڏيون

آهن. ايتري قدر جو آخر هو موٽي ڪجور جي
پراڻي سنهيءَ ٿاريءَ جهڙو ٿيو پوي. نه سج کي
ڪا مجال آهي جو چنڊ کي وڃي پهچي نڪي رات
ئي ڏينهن کان اڳ اچي سگهي ٿي. سڀئي پنهنجي
پنهنجي حد ۾ هلي چلي رهيا آهن ۽ هي به هڪڙي
نشاني (صانع جي ثبوت جي آهي) جو اسان انهن
جي اولاد (بني آدم) کي ڀريل ٻيڙن ۾ سوار ڪيو
آهي ۽ تنهن کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون ئي
اهڙيون سواريون اسان انهن لاءِ خلقيون آهن، جن
تي هو سوار ٿين ٿا ۽ جيڪڏهن اسين گهرون ته
کين غرق ڪري سگهون ٿا ته سندين دانهن ٻڌڻ
وارو به ڪو نه لڀندو ۽ نڪي ڇوٽڪارو ملي
سگهندن. مگر اسان جي طرفان مهرباني آهي ۽
ڪجهه وقت تائين اسان جي مرضي آهي ته انسان
انهن شين مان فائدو وٺندا رهن. اهڙيءَ طرح
جهالت ۽ شرڪ جهڙن ڪمن جي باري ۾ حڪيم
صاحب جيڪي ڪجهه لکيو آهي ان مان مثال
طور فقرو هيٺ ڏجي ٿو:
”ائون هتي ڪن اهڙن ڪمن بابت مختصر لکان
ٿو، جيڪي اسان جي سنڌ جي جاهل مسلمانن ۾

گهڻي قدر چالو آهن. هي ته عام طرح اوهان ڏٺو هوندو ته جاهل مسلمان بيمار ٿيڻ وقت شفايابي بابت رزق روزيءَ جي تنگي وقت رزق ڪشادي لاءِ پيرن فقيرن کان ئي دعائون گهرندا رهندا آهن، جن جي بيان ڪندي ئي مون کي ۽ منهنجي قلم کي شرم ٿو اچي، سا آهي ڪن وڻن ۾ بيماريءَ کان شفاياب ٿيڻ ۽ ٻين قسمين قسمين ڪمن جي پوري ٿيڻ لاءِ اڳڙيون ۽ ڌاڳا ٻڌڻ. اها رسم سنڌ ۾ ايتري قدر ته جاهل مسلمانن ۾ عام جام آهي، جو جيڏانهن وڃ اوڏانهن گهٽا نه ته به هڪ ٻه وڻ ته اهڙا ضرور ڏسبا جن ۾ جاهل مسلمانن جون اهڙيون اڳڙيون سوين نه، پر هزارين ٻڌل هونديون. هي ڇا آهي؟ جي هي پڇائيندڙ پير يا ڪرڙو وڻ يا جنن پوتن (ارواح خبيثه) جو آستان آهي. اڙي بابا هي ڪجهه به نه آهي، معمولي وڻ آهي. ڪهاڙي ڪٽي ڪپي ڇڏيوس. توبه توبه متان اهڙي ڳالهه ڪرين! تون ته ڪو ڪريل آهين. تنهنجا عقيدا چڱا نه آهن. توکي ايمان ئي ڪونهي. اسان جا ابا ڏاڏا ائين ڪندا ويا. تون وري نئينءَ مان ساماڻو آهين. اڳي پائني ته عالم ڪين هوا ڇا؟ هي وڻ ته اهڙو

آهي جو جيڪڏهن ٿيڙ تپ وارو پوئين رات جو ڏڪي مهل هن ۾ ڏاڍو يا اڳڙي ٻڌي ويندو ته ٿيڙ تپ ڇڏي ويندس. يا ڇتي ڪتي جو ڏاڙهيل هن وڻ ۾ هنئين يا هونءَ ڪندو يا هن وڻ جا پن ڪائيندو ته اثر ڇڏي ويندس. اڙي هي جو ٻيٺا وڻ انهيءَ جهڙا انهيءَ جي پرسان ۽ آس پاس بيٺا آهن، انهن جا پن ڪائبا ته شفا نه ٿيندي ڇا؟ نه نه خاص هي وڻ ڪرامت وارو آهي. هي فلاڻي پير يا فلاڻي فقير جو آهي. هن ۾ ئي اهو اثر آهي“ [(1).]

مذڪوره حقيقتون حڪيم صاحب اڄ ڪان اڌ صدي ڪن اڳ جون ڄاڻايون آهن پر اهي ساڳيون ڳالهيون اڃا تائين سنڌ ۾ ڀهراڙيءَ جي ماڻهن ۾ نظر اچن ٿيون. ان وقت جي صوفين جي باري ۾ هن ئي ڪتاب ۾ ڄاڻايو اٿائين ته:

”ڪي ڪي جاهل صوفي پنهنجي باطل خيالن ڪي قرآن ڪريم جي ڪن آيتن جون معنائون ڦيرائي گهيرائي ڇڪي تاڻي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ائين ڪرڻ انهن جي جاهلائي آهي ۽ قرآن ڪريم جي اصول تفسير ڪان بي خبري. اهڙا صوفي ڪن بزرگن جي قولن اقوالن مان پنهنجي

باطل عقيدن لاءِ سندون ۽ ثابتيون پيش ڪندا آهن
مگر ڪنهن به بزرگ جي قول سان ڪنهن به
عقيدي کي ثابت ڪرڻ بيوقوفي آهي. بزرگن جي
ڪنهن به قول يا عمل سان عقيدا ثابت ڪين ٿيندا
آهن. تنهن کان سواءِ جيڪي اهڙا قول ڪن
بزرگن جا صوفي پيش ڪندا آهن، سي تحقيق انهن
بزرگن جا ڪين هوندا آهن، نڪا انهن قولن جي
سند راوين سان ئي ثابت هوندي آهي. حضور پر
نور رسول خدا صلعم جون حديثون به يڪدم پڌڻ
۽ "قال رسول الله" چوڻ سان ڪين مڃيون آهن.
بلڪه انهن جا به راوي ۽ سندون جاچي پوءِ اعتبار
ڪبو آهي جڏهن ته خود رسول اڪرم عليه
الصواة والسلام جي حديثن کي به بنا صحيح ۽
معتبر سند جي ڪو نه مڃبو آهي، تڏهن بزرگن
جي قول کي ڪيئن بنا سند صحيح ۽ بنا معتبر
راوين جي ويساهه ڪٽي ڪبو؟ پر ڪٽي ڪنهن
بزرگ جي اهڙي قول بابت ڪا سند صحيح
موجود به ٿئي، ته به خدا ۽ رسول صلي الله عليه
وسلم جي فرمودن اڳيان انهن بزرگن جي قول جي
ڪا عزت ڪانهي. الله ۽ رسول حوي هڪ طرح

۽ ڪو ٻيو بزرگ چوي ٿو ته پيءَ طرح ته ڪير اهڙي بزرگ جو قول قبول ڪندو.“(1)
مطلب ته هي ڪتاب مسلمانن لاءِ مشعل راهه آهي ۽ دينيات ۾ عمدو شاهڪار آهي.

## 3 . اسلامي ڪتاب:

مقصد: حڪيم فتح محمد سيوهاڻي اسلامي پنج ڪتاب (پارائو، پهريون، ٻيو، ٽيون ۽ چوٿون) لکيا. هنن ڪتابن لکڻ جا مکيه ٻه سبب هئا: هڪ ته مسلم قوم جي نونهالن کي دنيوي تعليم سان گڏ ديني تعليم کان روشناس ڪرڻ، جيئن وڏي هوندي سچا مسلمان بنجي پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪن ۽ اسلام جي حڪم احڪامن تي عمل ڪري پنهنجي زندگي سڌارين.
ٻيو خاص مقصد اهو هو ته هنن ڪتابن جي آمدني ذريعي مدرسه مظهر العلوم جامع اسلاميه ڪراچيءَ جي مدد ڪرڻ. ڇاڪاڻ ته انهن ڏينهن ۾ هي واحد اسلامي مدرسو هو، جنهن ۾ ساري سنڌ کان غريب طالب العلم اچي عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم وٺندا هئا. جن جي رهائش، کاڌي پيتي ۽

پوشاڪ وغيره جو انتظام مدرسي طرفان ڪيو ويندو هو. هن مدرسي کي آمدنيءَ جو ڪو مستقل ذريعو ڪو نه هو. ڪي مخير ماڻهو ٿوري گهڻي رقم امداد طور مدرسي کي ڏيندا هئا، جنهن مان مشڪل سان شاگردن جي کاڌي جي پورائي ٿي سگهندي هئي، انهن ڳالهين کي خيال ۾ رکي حڪيم صاحب، ديني ۽ اسلامي ڪتاب لکي، جامع جي حوالي ڪيا ته جيئن انهن جي ڇپائيءَ مان اداري کي مستقل آمدنيءَ جو ذريعو مهيا ٿي سگهي. انهن چئني ئي ڪتابن مان مثال طور اسلامي ٻئي ڪتاب جي مواد تي نظر ڪبي ته منجهس هيٺيان عنوان نظر ايندا:

خدا ۽ سندس قدرت

خدا جي وحدانيت (هيڪڙائي)

حضور جن جو مختصر احوال (ٽي پاڱا)

حضور جن جون صفتون

عرب ملڪ جو اڳوڻو احوال

حضرت ابراهيم عليه السلام جي خدا پرستي

حضرت موسى عليه السلام پنهنجي قوم کي ڪيئن سڌاريو (ٽي پاڱا)

اصحاب سونهارا

چار يار سونهارا (چار ڀاڱا)

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جا پيارا ڏهٽا

قرآن ڪريم جي برڪت ۽ اثر

منافق ڪنهن کي چئجي

پيءُ ۽ ماءُ جو ادب

سچ لاءِ سختيون سهجن (ٽي ڀاڱا)

ديس پرديس

سفر ڪرڻ جون برڪتون

واپار جي برڪت

راڳ تماشو بڇڙو ڪم آهي

گلا ۽ چغلي

ڀوڪ

سچ ۽ ڪوڙ

سنڌ ۽ اسلام (ٻه ڀاڱا)

مسلمان بادشاهه (ٻه ڀاڱا)

سنڌ جا مسلمان حاڪم (ٻه ڀاڱا)

ماکي ۽ مکڻ

خدا ڪارڻ دوستي ۽ خدا لڳ دشمني

کائڻ ۽ پيئڻ

يتيم پارو
دعا
هن ڪتاب جي مطالعي مان پڙهندڙن جي ذهن تي هيٺين چئن ڳالهين جو اثر ٿئي ٿو:
دين ۽ ايمان ڇا آهي؟
جن ماڻهن جو دين ۽ ايمان ڪمزور آهي، اهي خدا ۽ سندس رسول جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڇڏي دهريت جي طرف مائل ٿي وڃن ٿا. اهڙن ماڻهن کي فڪر ۽ غور ڪرڻ جي دعوت ڏني ويئي آهي. اهو ڪم اهڙي وقت ۾ ڪيو اٿس جڏهن طاغوتي قوتن مسلمانن جي اتحاد ۽ اتفاق جي شيرازي، معاشري، تهذيب، طرز تعليم ۽ شاندار روايتن کي بگاڙي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. مسلمان خود ذهني طور احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا ٿي ويا، اهڙي وقت ۾ حڪيم صاحب جو اصلاحي قدم وڏي جرات ۽ قومي خدمت آهي.
2. اسلامي تاريخي معلومات مان دنيا جي شروعاتي قومن جا اطوار، روايتون، دستور ۽ انهن جي نتيجن کان واقفيت سبب دنيا جي هر دؤر

ڪي حق ۽ صداقت جي ڪسوٽيءَ تي پرکي، صحيح رستو اختيار ڪرڻ ۾ آساني ٿئي ٿي.

3. اخلاق ٻئي اهڙي شيءِ آهي، جنهن سان انسان ۽ حيوان ۾ فرق ٿي سگهي ٿو. اخلاقي ڳالهيون اهي ئي معقول ۽ معتبر آهن، جيڪي حضور جن ٻڌايون ۽ سيکاريون آهن، ڇو ته خداوند تعالى کين اشرف المخلوقات ۾ اعلى درجو ڏيئي دنيا جي رهبريءَ لاءِ آخري نبي پيدا ڪيو هو. سندن صفت ۽ شان جو ذڪر قرآن شريف ۾ موجود آهي. سندن اخلاق کان وڌيڪ ٻيو ڪو به اخلاق نه آهي. اهڙيءَ طرح اخلاق جي پيروي ڪندڙ انسان اعلى تهذيب ۽ صالح معاشري کي جنم ڏئي هلائي سگهن ٿا.

4. دنيا داريءَ کان غير واقفيت انسان لاءِ وڏو مونجهارو آهي. دنيا داريءَ جي صحيح رستي کان واقفيت حاصل ڪري تجارت ۽ روزگار جا ٻيا سڻا رستا پيدا ڪرڻ ۽ ان مال جو صحيح نموني استعمال نيڪ عملن ۾ اضافي جو سبب آهي. اهڙي علم جي روشنيءَ ۾ هلي انسان پنهنجي

ماحول ۾ معاشري کي بهتر کان بهتر بنائي سگهي ٿو.

حڪيم صاحب هن ڪتاب ۾ قرآن شريف جي آيتن جي مفهوم کي مختلف عنوانن، هيٺ آڻي تعليم سان گڏ تبليغ جو حق ادا ڪيو آهي. مثال طور قرآن پاڪ جي هڪ آيت ڏني اٿس ”الا ان حزب الله هم الغالبون“ (ياد رکو الله جي جماعت ئي غالب رهندي(1). ان لاءِ حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ نمرود جو واقعو ٻڌايو اٿس. بني اسرائيل قوم تي فرعون جا ظلم ۽ سختيون ڄاڻايون اٿس. حضور جن ۽ سندن اصحاب سڳورن پنهنجي ايمان جي بچاءَ لاءِ انهيءَ وقت جي ظالمن ۽ سرڪشن جي ظلمن ۽ سختين کي ڪيئن سٺو، تنهن جا مثال پيش ڪيا اٿس. جن جو مقصد اهو ئي آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام باهه ۾ پوڻ کان پوءِ به رب العالمين جي فضل سان صحيح و سلامت رهيو پر ظالم نمرود کي هڪ ضعيف الخلقت مڇر ختم ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح فرعون نيل نديءَ ۾ ٻڏي مئو پر سختين سهڻ وارا بني اسرائيل حضرت موسى عليه السلام جي قيادت ۾ انهيءَ

ساڳئي نديءَ مان صحيح سلامت پار ٿي ويا. اهڙيءَ طرح حضور صلعم ۽ سندن اصحابن ظلم و ستم سهي ايمان تي قائم رهيا ۽ الله تعالى جي فضل ۽ مدد سان مڪي شريف کي فتح ڪيو، ظالم ۽ سرڪش مغلوب ٿيا.

سچن مسلمانن کي فتح و نصرت، شان و شوڪت ۽ شاندار ڪاميابي نصيب ٿي. اهڙن مثالن ڏيڻ جو اهو ئي مقصد هو ته انهن حقيقتن مان واقف ٿي مسلمانن جا ٻار ۽ سندن والدين پاڻ ۾ اهڙو ايماني جذبو پيدا ڪري سچا مسلمان ثابت ٿين.

مطلب ته انهيءَ حقيقت کان ڪنهن کي به انڪار ڪو نه آهي ته مسلمانن جي پستي ۽ مشڪلاتن جو واحد سبب پنهنجي مرڪز کان هٽي وڃڻ آهي، انهيءَ طرف رجوع ڪرڻ لاءِ بنيادي طور ٻارن جي ذهنن جي تربيت انهيءَ نموني ڪجي.

**اسلامي چوٿون ڪتاب:**

تعارف: هن ڪتاب لکڻ وقت مسلم قوم جو رجحان انگريزي تعليم ڏانهن گهڻو هو ان پيٺ ۾ پنهنجي مذهب ۽ مذهبي تعليم ڏانهن سندن پورو توجه نه رهيو هو. مغربي تعليم جو اثر وڌندڙ ڏسي

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ خيال ڪيو ته اهڙو ذريعو پيدا ڪجي جنهن ڪري انگريزي تعليم جو غلط اثر گهٽجي ۽ مسلمانن ۾ ايماني جوش ۽ قوت پيدا ٿئي جيئن سچا پچا مسلمان ثابت ٿين. اهو خيال ڪري سنڌ جي مڪتبن ۽ مدرسن ۾ پڙهندڙ شاگردن لاءِ اسلامي ڪتابن لکڻ جو سلسلو شروع ڪيائين.

مطالعي هيٺ آيل ”اسلامي چوٿون ڪتاب“ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هن ڪتاب ۾ الله تعالیٰ جل شانه جو تصور، قرآن ڪريم اسلام جي رڪنن نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم، اصحابين ۽ اوليائن وغيره بابت اصلاحي ۽ معلوماتي سبق ڏنل آهن. هي ڪتاب سنه 1925ع ۾ لکيو ويو ۽ جملي 109 صفحن تي مشتمل آهي.

## ڪتاب جو تنقيدي جائزو هيٺ ڏجي ٿو:

### موضوع ۽ مواد:

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب ۾ ابتدائي اسلامي تعليم جو بي بها علمي و ادبي خزانو سمايل آهي.

منجهس اسلامي، تاريخي، معلوماتي، اخلاقي، اصلاحي، سائنسي ۽ ادبي جملي چوئيتاليهه سبق ڏنل آهن، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

الله جل جلاله

الله جو رسول ڪريم

الله جو پاڪ ڪتاب

الله تعالى جا پاڪ ملائڪ

قرآن شريف ياد ڪرڻ

اسلام ۽ قرآن ڪريم

زڪوات ۽ خيرات

معراج

جن ۽ شيطان

انساني نفس

نفس ۽ شيطان جا وسوسا

حضرت سلمان فارسي رضه

امام اعظم رحمة الله عليه

حضرت پيران پير رحه

خواجه حسن بصري

حضرت جنيد بغدادي رحه

سلطان صلاح الدين غازي

سنڌ ۾ عربن جو اچڻ (ڀاڱو پهريون)
سنڌ ۾ عربن جو اچڻ (ڀاڱو 2)
سنڌ ۾ عربن جو اچڻ (ڀاڱو ٽيون)
عربستان، ترڪستان، ايران ۽ افغانستان
دهليءَ جي جامع مسجد ۽ تاج محل
اخبارون
دولت
ڀاڙي جا حق
ڏکن ڀنيان سک
حاسدن جا قسم
صورتون ۽ مهاندا
نيڪي ڪري پاڻيءَ ۾ اڇلاءِ
جانور (ڀاڱو پهريون)
جانور (ڀاڱو ٻيو)
سنڌي ڀهاڪا (ڀاڱو پهريون)
سنڌي ڀهاڪا (ڀاڱو ٻيو)
سنڌي ڀهاڪا (ڀاڱو ٽيون)
پورهيو
ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جي حالت
تندرستي

پاڻي
ڪاڏو
وهنجڻ
ڪير
ورزش
لباس
ننڊ
دعا
هن ڪتاب لکڻ کان اڳ سنڌي زبان ۾ اهڙو ڪو مستند ڪتاب لکيل ڪو نه هو، جنهن جي ذريعي مسلمان شاگردن جو مذهبي بنياد پختو ٿئي. انهيءَ ڪري وقت ۽ حالتن جي تقاضا موجب حڪيم صاحب قلم هٿ ۾ کنيو ۽ ٿوري ئي وقت ۾ هي ڪتاب ڇپارائي ابدي ميدان تي آندائين.
ڪتاب ۾ جيڪي خالص اسلامي ۽ مذهبي سبق ذنل آهن سي هي آهن: الله جل شانه، الله جو رسول صلعم، الله جو پاڪ ڪتاب، الله تعالى جا پاڪ ملائڪ، قرآن شريف ياد ڪرڻ، اسلام ۽ قرآن ڪريم، زڪوات ۽ خيرات، معراج، انساني نفس، نفس ۽ شيطان جا وسوسا.

حڪيم صاحب الله جل شانه بابت لکيو آهي ته:
”آسمان، زمين ۽ ساري مخلوقات جو خالق هڪ الله آهي، عقل واري انسان کي پڪ آهي ته الله کان سواءِ ٻي ڪا طاقت ڪانهي، جنهن هيڏي ساري دنيا کي خلقيو هجي ۽ دنيا جي هيڏي ساري چرخي کي هلائيندو هجي. جيڪڏهن ڪو انسان اها ڳالهه نٿو مڃي ته پڪ سمجهبو ته انهيءَ جو دماغ خراب آهي ۽ عقل ويل آهي“ (1).
اهڙيءَ طرح قرآن ڪريم بابت لکي ٿو ته:
”قرآن ڪريم الله جي پاڪ فرشتن مان جبرئيل عليه السلام هڪ وڏو مقدس فرشتو خدائي پيغام حضور صلعم جن کان اڳي ٻين نبين سڳورن تي به آڻيندو هو. حضرت جبرئيل عليه السلام جيڪي خدا جا پيغام وقت بوقت حضور جن تي آندا هئا انهن کي آيتون چئبو آهي. ٿيويهن ورهين اندر جيڪي به آيتون الله تعالى طرفان حضرت جبرئيل عليه السلام حضور صلي الله عليه وسلم وٽ آنديون تن کي ڪلام الله ۽ قرآن شريف سڏجي ٿو“ (1).
فرشتن بابت ڄاڻايل آهي ته:

” وڏا فرشتا چار آهن، جن جا نالا هي آهن:
حضرت جبرئيل عليه السلام، حضرت اسرافيل عليه السلام، حضرت مڪائيل عليه السلام ۽ حضرت عزرائيل عليه السلام. حضرت جبرئيل عليه السلام جو ڪم آهي خدا جي رسولن ۽ نبين کي خدا جو پيغام پهچائڻ ۽ انهن وٽ خدائي حڪم آڻڻ. حضرت اسرافيل عليه السلام جو ڪم آهي قيامت جي وقت اهڙي ڦوڪ ڏيڻ جنهن سان دنيا ۽ دنيا جون سڀ شيون فنا ٿي غائب ٿي وينديون ۽ هينئر جيڪي ڏسون ٿا سو سڀ ڪجهه نه هوندو. حضرت ميڪائيل عليه السلام جو ڪم آهي الله جي مخلوق کي پاڻي ۽ برسات جي مدد ڏيڻ ۽ سڀ ڪنهن کي رزق ۽ روزيون ورهائي ڏيڻ. حضرت عزرائيل عليه السلام جو ڪم آهي ساهه وارين شين جو ساهه قبض ڪرڻ ۽ موت جو ذائقو چکائڻ “(2).
اهڙيءَ طرح حڪيم صاحب قرآن شريف ياد ڪرڻ جون فضيلتون، قرآن شريف جي تلاوت جو اثر، زڪوات ڇا آهي، ڪهڙا ماڻهو زڪوات وٺڻ جا حقدار آهن، زڪوات ڇو ٿي ڏجي ان مان

کھڙا فائدا آهن، معراج ڇا کي ٿو سڏجي، انساني نفس جي حقيقت، نفس جا قسم ۽ هڪ نفس جو ڪم، نفس ۽ شيطان جا وسوسا وغيره تي مڪمل روشني وڌي آهي.
ڪتاب ۾ ٻيا جيڪي به سبق ڏنل آهن سي سهڻي پيرايه ۽ سليس زبان ۾ مناسب مثالن سان سمجهايل آهن.
ٻولي:
حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي تقريباً سڀني ڪتابن ۾ ٻولي نهايت سليس، سهڻي ۽ با محاوره ڪم آندل آهي. هن ڪتاب جي به ٻولي ٻارن جي لياقت آهر نهايت سلوڻي آهي. مثال طور هڪ ٻه فقرا هيٺ ڏجن ٿا:
”دنيا ۾ رهبو ته ڏک به ڏسبا، سک به ڏسبا، هي بلڪل ٺيڪ ئي نه آهي ته دنيا ۾ رهي انسان سدائين سکيو گذاري. جيڪي دنيا ۾ سکيا ماڻهو ڏسو ٿا تن ڀيرائين ڏک ڏٺا هوندا. ڏسو اسلام کهڙيءَ طرح نه ڀيرئين ڏکن سان شروع ٿيو! حضور جن صلي الله عليه وسلم جي تبليغ وقت ڪيترا نه ڏک ڏٺا! اصحاب سونهارن اسلام قبول ڪرڻ وقت

ڪيترين نه سختيون سٺيون! مگر همت ۽ صبر ڪرڻ سان سکن ۽ آرامن سندن قدم اچي چميا، اسلام جو جهنڊو بلند ڏسي، سندن اکيون ٺريون ۽ غمگين دليون باغ بهار ٿيون، دين سان گڏ دنيا به اهڙيءَ طرح حاصل ٿين جو هو فقيرن مان امير بڻجي ويا. سکن جي لذت به تڏهن ايندي آهي، جڏهن ڏکن پٺيان سک حاصل ٿيندا آهن. سوجهري جي سونهن به تڏهين پسند ايندي آهي، جڏهن اوندهه کان پوءِ ڏسبو آهي. مٺاڻ جي لذت به تڏهين وڻندي آهي، جڏهن ڪڙاڻ چکبي آهي. دولتمندي جو قدر به تڏهين پوندو آهي، جڏهين سڃائيءَ کان پوءِ هٿ ايندي آهي. انسان کي دنيا ۾ سک مرد ٿي رهڻ نه گهرجي. سک مرد ٿي رهڻ سان انسان سست ۽ هڏ رک ٿي پوي ٿو. رڳو سک ئي طلبڻ نفس جي شرارت آهي. محنت ۽ مزوريءَ کي ڏک سمجهيو وڃي ٿو. پر جيڪڏهن اهو ڏک نه ڏسجي ۽ محنت مزوري ڇڏي ڏجي، پيٽ گذران لاءِ لوچڻ ۽ هٿ پير هلائڻ بند ڪري ڇڏجي ته اوهين پاڻ سمجهي سگهو ٿا ته هوند ڪڏهين ڪين آرام ۽ سک نصيب ٿي سگهي(1) “.

مثال 2:

”اوهان کي گهرجي ته جيسين دنيا ۾ جيئرا آهيو، تيسين هميشه ماڻهن سان نيڪي ڪندا رهو. جنهن اوهان سان هڪ دفعو نيڪي ڪئي هجي، تنهن سان اوهين ڏهه دفعا نيڪي ڪريو. جيڪو اوهان سان نيڪي ڪري، تنهن سان ته نيڪي ڪرڻ اوهان تي واجب آهي، پر جنهن اوهان سان نيڪي نه ڪئي هجي ته ان سان به نيڪي ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن سان نيڪي ڪجي ته هميشه خدا ڪارڻ ڪجي، نيڪي ڪري، عيوض جي طمع رکڻ نيڪيءَ جي شان کي گهٽايو ڇڏي. ڪنهن سان نيڪي ڪجي ته هر هر وات تي آڻڻ يا پنهنجي نيڪيءَ جو ٻئي کي مهڻو ڏيڻ، نيڪيءَ جي اثر کي پچايو ڇڏي. دانائن چيو آهي ته ”نيڪي ڪري پاڻيءَ ۾ اڇلائڻ گهرجي“ يعني انهي نيڪيءَ کي وري وات تي نه آڻجي، نڪي اڳلي کان عيوض گهرجي. جنهن نيڪيءَ جو عيوض گهريو سا نيڪي ئي نه چئجي“. (1)

4. ميرن جي صاحبي:

تعارف: سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”جت چڙهي سچائي تي ته ڪڙهه تي ڪير پياري“. ساڳئي نموني جيڪڏهن عالم ۽ اديب، شاعر ۽ دانشور پنهنجيءَ تي اچن ته سندن قلم تلوار کان وڌيڪ اثر ڏيکاري، ۽ اهي ڏسندي ڏسندي قوم جي تقدير ئي بدلائي ڇڏين.

اسان جي تاريخ اهڙن قلم ڌڻي ڪونڌرن سان پري پيئي آهي. رڳو انگريزن جي دؤر جي سنڌي علم و ادب جو مطالعو ڪجي ٿو ته ڏندين آڱرين اچيو وڃن ٿيون. ملڪ تي ڌارين جو راڄ هو. ڏيهي مٿيون طبقو خانبهادر ۽ راءِ بهادر جي خالص لقبن جي لالچ تي، سرڪار جي ٻڌن ٻانهن ٿيڻ لاءِ تيار هو. پير، امير، نواب ۽ جاگيردار انگريز سرڪار جي چيڙيءَ تي نچي رهيا هئا. فرنگين جو زندگيءَ جي هر شعبي تي مڪمل قبضو هو. ڪنهن کي به سرڪار طرف اک کڻڻ جي مجال نه هوندي هئي. اهڙي ڏاڍ ۽ ڏرت جي ڏهاڙن ۾ سنڌي عالمن، اديبن ۽ شاعرن اهو ڪجهه پئي ڪيو، جو اهو اڄ اسين خواب خيال ۾ به ڪرڻ جي سگهه نه ساريون!.

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب ” ميرن جي صاحبي“ به اهڙين تصنيفن مان هڪ آهي. ڪتاب جي ناميارِي عالم، اديب، شعر ۽ صحافي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي قلمي ڪاوش جو نتيجو آهي.
ڪتاب جو تنقيدي جائزو هيٺ ڏجي ٿو:
مواد: ڪتاب صنف جي نقطئه نگاهه کان، مضمون ۽ موضوع جي لحاظ کان تاريخ جو هڪ اڻ وسرندڙ باب آهي. باريڪ بينيءَ سان مطالعي ڪرڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪتاب ۾ تاريخي، مذهبي ۽ سياسي مواد ڏنو ويو آهي. مواد جو تعارف ۽ تنقيدي جائزو هيٺ ڏجي ٿو:
تاريخي مواد: ڪتاب جي عنوان مان ئي ظاهر آهي ته منجهس ميرن جي صاحبيءَ وقت سنڌ تي روشني وڌي ويئي آهي. ڪتاب ۾ انهن سوالن جا جواب ڏنا ويا آهن ته ميرن جي گذريل صاحبيءَ وقت سنڌ جو ڇا حال هو. ماڻهو ڏکيا هئا يا سکيا، ملڪ ۾ ڏڪار هو يا سڪار، حڪومت ۾ انصاف هو يا انڌير.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ميرن جي دور جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي ۽ خاص ڪري هيٺين ڳالهين تي وضاحت سان روشني وڌي آهي:

ميرن جي صاحبيءَ ۾ هندو مسلمانن جو پاڻ ۾ سلوڪ

ميرن جي ڪچهري

هندو مسلمان ڪامورن جي پاڻ ۾ بي تعصبائي

راڄ مهاڄڻ جو پاڻ ۾ سلوڪ

ميرن جي دور ۾ ماڻهن جي سياسي آزادي

ميرن جي دور ۾ انصاف

ميرن جي حڪمرانيءَ جو طريقو

ميرن جي دور ۾ سزا جو طريقو

ملڪي حالتون ۽ رواداري

حڪيم صاحب انگ اکر ڏيئي اهو ثابت ڪيو آهي ته ميرن جي دور ۾ سنڌ سکيو ۽ سائو ملڪ هو. ڏڪر ۽ ڏک جو ته ڪٿي نالو به ڪين هو. هر هنڌ امن ۽ سڪون لڳو پيو هو.

حڪيم صاحب ميرن جي دور واري تاريخي جو پردو هٽائيندي ڪيترن ئي بهتانن جي مد برانه انداز سان ترديد ڪئي آهي. انگريزن سنڌ تي

قبضي ڪرڻ ڪان پوءِ جنهن انداز سان ويهي تاريخي حقيقتن کي ٺوڙي پيش ڪيو هو، حڪيم صاحب انهن مان اهڙن ڪوڙن تاريخ نويسن جا مثال پڻ ڏنا آهن. پاڻ هڪ هنڌ لکي ٿو ته:

”اوهان کي معلوم هئڻ گهرجي ته آرام ۽ اثر سان حڪومت هٿ ڪرڻ ۽ هلائڻ لاءِ يوروپي حڪومتن جي اصلي پراڻي عادت آهي. ملڪ ۾ پروپيگندا ڦيلائي، قومن کي ويڙهائي ۽ اڳين حڪومتن جي بر خلاف ماڻهن ۾ خيال وهارڻ ۽ اڳئين حاڪم قوم جي گلا ۽ شڪايت ڪرڻ“ (1).

حڪيم صاحب هن ڪتاب ۾ ”بمبئي گورنمينٽ جي رڪارڊ جو انتخاب“ (1855ع) ۽ اسسٽنٽ سرجن جي ايف هيڊلي جي رپورٽ“ (1836) جو تفصيلي تنقيدي جائزو وٺي سندن بهتانن کي غلط قرار ڏنو آهي.

مثال طور ڪتاب مان اقتباس هيٺ ڏجن ٿا:

”مٿي ڄاڻايل انگريزي ڪتاب (بمبئي گورنمينٽ جي رڪارڊ جو انتخاب) جي حصي ٻئي 651 ۽ صفحو 654 ۾ آر ايف برٽن صاحب بمبئي جي ليفٽيننٽ، هندو مسلمانن کي هڪ ٻئي سان

ويڙهائڻ ۽ هڪ ٻئي سان وير رکڻ لاءِ اهڙا ته نوٽ لکيا آهن جن کي هندو پڙهي مسلمانن کان بيزار ٿيا ۽ مسلمان پڙهي هندن کان بيزار ٿيا. وچ ۾ ٻيگهي متي ڏارين جي. برٽن صاحب صفحي 651 ۾ لکي ٿو ته ميرن جي صاحبيءَ ۾ ”هندو زوري مسلمان ڪيا ۽ طهرايا ويا، ۽ ڪين زوري ڪلمو پڙهايو ويو ٿي، ۽ زوريءَ مسجد ۾ آندو ويو ٿي، ۽ زوري ڳئونءَ جو گوشت کارايو ويو ٿي“. هي آهي هڪ انگريز آفيسر برٽن صاحب جو مسلمان حڪومت جي بر خلاف اهو نوٽ. جنهن مان سندس مطلب آهي اڳين حاڪم قوم جي بر خلاف هندن ۾ مذهبي جوش جاڳائي پڙڪائڻ. اهڙيءَ طرح اهو برٽن صاحب ساڳئي ڪتاب جي صفحي 653 ۾ هندو عاملن جي بر خلاف مسلمانن ۾ بد ظني بدخيالي پيدا ڪرڻ لاءِ ڇا ٿو لکي سو به ٻڌجو. لکي ٿو ته: ” آئون پوريءَ خاطريءَ سان چوان ٿو ته دينا جي ڪنهن به اپرندي پاڱي ۾ جيتري قدر معلوم آهي، هندو عاملن کان وڌيڪ ڪا به قوم ڪپتي، ٺڳ ۽ خوفناڪ ٻي ڪانهي. ڪيترا به قسم کڻن ته اعتبار ڪونهي، ڪنهن به

خوفناڪ ڪم ڪندي ڊپ ڪو نه ٿئين. پنهنجي خود غرضيءَ وقت ڪنهن تي به رحم ڪو نه ڪن. دستاويزن، مهرن ۽ حڪمن ۾ جعل سازي ڪرڻ ويرم ئي ڪا نه ڪندا آهن. ڪوڙ تي ڪمر ٻڌي بيهندڙ هئا پنهنجي مطلب لاءِ سانتيڪن ۽ ٻچجندڙ ماڻهن کي به پڙڪائي پاڻ سان شامل ڪري وجهندا هئا.

اوهين انهن ٻنهي نوٽن کي پڙهي غور ڪريو ته ڪهڙي نه شرارت منجهن پري ويئي آهي. هندن کي مسلمانن کان پنهنجي منهن چيڙايو ويو آهي ته مسلمانن کي هندن کان پنهنجي منهن بدگمان ڪيو ويو آهي“(1).

**مذهبي مواد:**

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي نه رڳو سيسادتدان ۽ دانشور هو پر ان سان گڏ هڪ با عمل عالم به هو. انهيءَ ڪري شعوري توڙي لاشعوري طور سندس لکڻين تي مذهب جو اثر نظر اچي ٿو. مطالعي هيٺ آيل ڪتاب ۾ به هن صاحب ڪيترو ئي مذهبي مواد ڏنو آهي. خاص ڪري هيٺين ڳالهين تي روشني وڌي اٿس:

”هندن پنهنجو ڌرم وساري ڇڏيو آهي“، هندو تصوف جي سهڻي تعليم“ ”مسلمانن جي مذهبي حالت“ ”مسلمانن جي مذهب ۾ توحيد ڇا آهي؟“، ”قرآن پاڪ جو حڪم آهي ته دين مڃائڻ ۾ زور زبردستي نه ڪريو.“

حڪيم صاحب جي هن ڪتاب جو مذهبي مواد ڪتاب جي موضوع توڙي مضمون جي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. حڪيم صاحب هن ڪتاب ۾ ماضي ۽ حال جي ڀيٽ ڪري حال جي خامين جي نشاندهي ڪئي آهي. هي ڪتاب انهيءَ دور جي پيداوار آهي جڏهن ”ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو“ واري فرنگين جي پاليسي ڪامياب ٿي چڪي هئي. پوري سنڌ ۾ ٻين اختلافن سان گڏ مذهبي ڇڪتاڻ به پيدا ٿي چڪي هئي. حڪيم صاحب پاڻ ”هندو مسلم اتحاد“ جو حامي هو. انهيءَ ڪري سندس تصنيف تي ساڳيو رنگ چڙهيل آهي. هن ڪتاب جي هنن ورقن جي وسيلي سنڌ واسي هندو مسلم کي پنهنجي باهمي اختلافن کي دور ڪري مشترڪ دشمن سان وڙهڻ جو ڀرپور تاثر ڏنو آهي.

**سياسي مواد:**

حڪيم صاحب نه رڳو قلم ڌڻي هو، پر قدرت ڪيس وطن جي حب سان سرشار ذڙڪندڙ دل به ڏني هئي. ڏيهه جي انگ اگهاڙن ۽ پيٽ بکين انسانن سان ڪيس عقيدت ۽ الفت هئي. هو ڪين جيترو دل جي گهراين سان چاهيندو هو اوترو ڌارين سان نفرت ڪندو هو. ڪيس وطن جا وڻ ۽ واهڻ، ڍنڍون ۽ ڍورا، ٿر ۽ بر، گليون ۽ گهٽيون، ڳوٺ ۽ شهر، گهر ۽ جهوپڙيون عزيز هيون. انهن ۾ آزاديءَ جا ترانا ٻڌڻ جو عاشق هو. هن نٿي چاهيو ته سر سبز ۽ شاداب سنڌ ۽ سٻاجهن سنڌ واسين کي ڌاريون قومون چئورن جيان چوسينديون رهن. هن صاحب انهيءَ ڪري هڪ طرف عملي سياست ۾ پير پاتو ۽ ٻئي طرف قلمي دنيا ۾ قدم رکيو. هي ڪتاب به انهيءَ سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.

حڪيم صاحب، هن ڪتاب ۾ ميرن جي صاحبي ۽ انگريزن جي دور جي ويهي پيٺ ڪئي آهي ۽ ٻڌايو اٿس ته ڌارين جي راڄ ۾ سنڌواسي روحاني، جسماني، مذهبي ۽ سياسي طور تي مڪمل برباد ٿيندا پيا وڃن. ترقيءَ جي نالي ۾ ڪين تباهه ڪيو

پيو وڃي. ڪين رنگ نسل، ذات پات ۽ دين ڌرم جي ڪوڙن ليڪن ۾ بند ڪري پاڻ ۾ ويڙهايو وڃي. هن ڪتاب ۾ حڪيم صاحب ڌارين جي خلاف هن ريت مواد ڏنو آهي:

"""يوروپي حڪومتن جي عادت آهي پروپيگنڊا، هي جو سمجهيو وڃي ٿو ته هن وقت سکيا آهيون، اهو نفس جو ڌوڪو آهي. اڄڪلهه ڏڪار ۽ مهانگائي سبب ماڻهن جو ڇا حال آهي؟ ڪامورا پاڻ کي رعيت جو سردار سمجهن ٿا پر آهن در حقيقت رعيت جا نوڪر، سڌريل ملڪ ۽ سڌريل حڪومت ڇا کي چئجي؟ سوراج مان جيڪي فائدا ٿيڻا آهن تنهنجو مختصر بيان "آزادي ۽ غلاميءَ جو فرق" ۽ "بلبل جو عجيب مثال" ۾ ڄاڻايل آهن."




**هن ڪتاب مان سياسي مواد جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:**

”سوراج مان اخلاقي ۽ مذهبي، ديني ۽ دنائي فائدا ٿيندا آهن، ملڪ جو انتظام قانون قدرت جي سرشتي موجب هلنو آهي. واجبي قدرتي ۽ انساني آزاديءَ ۾ خلل وجهڻ جهڙن قاعدن جو خاتمو ٿيڻو آهي. اتفاق ۽ ايڪي جي مزي ۽ لذت سان حياتي گذارڻي آهي. ڪلفت ۽ ڪروڌ، وير ۽ وروڌ ڪافور ٿيڻو آهي. ملڪ ۾ خوشحالي ۽ سرسبزي اچڻي آهي. حياتيءَ جي قدرتي حقن تان ضابطو ۽ پابندي ٽوڙڻي آهي. ماڻهن جي بازن جي پورهئي ۽ مغز جي ڪمائي تان ٽيڪس لهڻا آهن. دريائن ۽ ٻيلن مان فائدو وٺڻ کان غريبن تان پابنديون ۽ بندشون لهڻيون آهن. زمين تان ڳريون ۽ موتمار ڍلون گهٽڻيون آهن. ڪامورن جا قهر ۽ ظلم وڃڻا آهن. ملڪ جي هلائڻ چلائڻ جي واڳ ماڻهن جي هٿ ۾ اچڻي آهي“ [.(1)](#)

**ٻولي:**

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي دور جي ناميارن عالمن، اديبن، شاعرن ۽ دانشورن مان هڪ هو. سندس قلم جڏهن به ٿي ڪنهن خيال،

موضوع ۽ مسئلي ڪي ورقن جي سيني تي آندو، تڏهن سلامت ۽ رواني جدت ۽ جوش جون خوبيون ٻانهون ٻڌي ان اڳيان اچي ٿي حاضر ٿيون سندس هر تحرير ۽ تصنيف پياري ۽ نياري آهي ليڪن مطالعي هيٺ آيل ڪتاب به پنهنجي مٿ پاڻ آهي. ڪتاب جي ٻولي ۽ ان جو اسلوب ملاحضه فرمايو:

”ڌاريا اسان جي ملڪ ۾ اچيو موجون ماڻين ۽ پلي ماڻين، اسان کي ڪو اعتراض ڪونهي، پر اسين پنهنجي ئي ملڪ ۾ ٿاٻا کائيندا وتون، اها ڳالهه ڪيتري قدر نه افسوس جهڙي آهي! ڌاريا اسان جي ملڪ ۾ سکيا گذارين ۽ پلي گذارين اسان کي ڪو اعتراض ڪونهي پر اسين پنهنجي ئي ملڪ ۾ ڏکيا رهون اها ڳالهه ڇو نه اعتراض جهڙي آهي.

ڌاريا اسان جي ملڪ ۾ اچي وڏا وڏا پگهار کڻن، پلي کڻن اسان کي هوند ڪو اعتراض ڪو نه ٿئي پر اسين پنهنجي ئي ملڪ ۾ سچا ۽ ڪنگال هجون، آڱرين تي ڳڻڻ جهڙا پگهار کڻون اها ڳالهه سخت بي انصافي جهڙي آهي. ڌاريا اسان جي ڏنل

ڏيلن ۽ محصولن مان پگهار ڪڻن ۽ اسان جي خدمت لاءِ مقرر ٿين، چڱي ڳالهه آهي. پر هيءَ ڳالهه اڻ وڻندڙ آهي ته هو اسان جا خادم ٿي اسان کي غلام ۽ ذليل سمجهن ۽ اسان سان ذلت جي هلت هلن....“(1).

**حڪومتن ۽ قومن جي ڪمال ۽ زوال جا سبب:**

**تعارف:**

سنه 1843ع ۾ نيپيئر جي سنڌ تي قبضي واري منحوس واقعي کان اڳ هيءَ ڌرتي هڪ الڳ ۽ آزاد ملڪ هو. ملڪ جون مکيه ٿي گاديون هيون ۽ هتي هڪ گڏيل انتظام هيٺ حڪومت ڪرڻ جو ڪامياب تجربو هلي رهيو هو. ملڪ تي غلاميءَ جو داڳ لڳو ته ڌرتي ۽ ڌرتي وارن کي ڪيترائي ڌڪ ڌسڻا پيا. هڪ طرف سنڌن ملڪ ملڪي حيثيت وڃائي پهريون صوبائي پوءِ ان حيثيت کان به ڪري پيو ۽ ان کي بمبئي پرڳڻي جو حصو بنايو ويو. ٻئي طرف وطن واسين جا لافاني قدر، نظريا ۽ اصول بدلائڻ جي شعوري ڪوشش ڪئي ويئي.

سنڌ جو محب وطن عوام ڪڏهن به اهڙيون حالتون برداشت ڪري نه پيو سگهي. ان ڪري سنڌ واسين شروع کان وٺي فرنگي راڄ خلاف تن من ۽ ڌن سان جهاد ڪيو. سنڌ آزادي جي تحريڪ ۾ بهادري ۽ بي باڪي سان بهرو ورتو ان جي مثال لاءِ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جو ڪتاب ” حڪومتن ۽ قومن جي ڪمال ۽ زوال جا سبب“ پيش ڪري سگهجي ٿو. هي سنڌ جي محب وطن عوام جي قلمي جهاد جو جيئرو جاڳندو مثال آهي. اها هڪ تاريخي حقيقت آهي ته آل انڊيا مسلم ليگ به سنه 1930ع ۾ هڪ الڳ ۽ آزاد مسلم ملڪ لاءِ تصور پيش ڪيو. ليڪن سنڌ ۾ سنڌي عالمن، اديبن ۽ سياستدانن انهيءَ کان اڳ آزاديءَ جا ناد وڄايا، جن جي جهلڪ هن ڪتاب ۾ به نظر اچي ٿي. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هيءُ ڪتاب سنه 1923ع ۾ لکيو. ڪتاب تفصيلي تنقيدي جائزو هيٺ ڏجي ٿو:

**مواد ۽ موضوع:**

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب سنڌ جي سياسي ادب جو هڪ بي مثال شاهڪار آهي. ڪتاب بنيادي طور

تي ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ فاضل ليکڪ معياري مقدمو لکيو آهي، جيڪو 55 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي ٻئي حصي جو مواد علامه ابن خلدون جي ڪتاب ”مقدمه ابن خلدون“ جي مکيه ڳالهين تي ٻڌل آهي. ڪتاب جي پهرئين حصي جو مواد هيٺين ڳالهين تي روشني وجهي ٿو:

آزادي انسان جو موروثي حق آهي.

اهي انساني قاعدا، جيڪي خدائي قانون جي برخلاف آهن، سي حقيقت ۾ شيطاني قاعدا آهن.

خودي ۽ خود پسنديءَ ۾ ڪاهي پوندڙ قوم تباهه ۽ برباد ٿيندي آهي.

تباهه ٿيندڙ قوم کي سندس طاقت به بچائي نه سگهندي آهي.

ڪهڙن سبب ڪري حڪومت جو ڪمال ۽ زوال ٿئي ٿو؟

هڪ قوم کي ٻي قوم سان ڪيئن هلڻ گهرجي؟

قومن جي مذهبي حڪمت عملي ڪهڙي هئڻ گهرجي؟

حاڪم ۽ رعيت جا ڪهڙا پاڻ ۾ لاڳاپا هئڻ گهرجن؟
زبردست ۽ ظالم حڪمران جو ڪهڙو حشر ٿئي ٿو؟
خزانو جيڪو عوام جي امانت آهي، تنهن کي ڪيئن استعمال ڪرڻ گهرجي؟
پراڻي تاريخدان ابن خلدون ۽ سندس ڪتاب جو تعارف.
حڪيم صاحب هيءُ ڪتاب تڏهن لکيو، جڏهن سنڌ ۾ سنڌ واسي هڪ ئي وقت تي هڪ کان وڌيڪ محاذن تي سياسي جنگ وڙهي رهيا هئا. اها وقت ۽ حالتن جي تقاضا هئي ته عوام کي مسلح، فريبي ۽ سياڻي حڪمران جي سمورين چالن کان با خبر ڪري، آزاديءَ جي مطلب، مقصد ۽ مفاد لاءِ هڪ هنڌ آڻي بيهارجي.
فرنگي حڪمران اقليت ۾ ۽ آگرين تي ڳڻڻ جيترا هئا پر هن ”ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو“ واري حڪمت عملي اختيار ڪئي، انهيءَ جا نتيجا حڪمرانن جي مفاد ۾ ئي ٿي نڪتا. سنڌ ۾ جڏهن بمبئيءَ کان علحدگيءَ واري تحريڪ هلي ۽

انهيءَ تحريڪ جو تصور ٻين سان گڏ غير مسلم طبقي به پيش ڪيو ته فرنگي سرڪار وجهه وٺي اهڙيون حالتون پيدا ڪيون، جنهن ڪري سنڌ واسي مذهبي بنيادن تي مختلف ڌڙن ۾ وهائجي ويا. سنڌ جي بمبئي کان علحدگي وارو مسئلو بنجي ويو. اهڙين حالتن ۾ مذهبي نفاق وڌي ويو ۽ قومي اتحاد جو ٻيڙو وچ درياهه ۾ لهرن جي ضد ۾ اچي ويو. هندن ۽ مسلمانن ويچاري انسان کي پنهنجي پنهنجي مذهب جي رنگ ۾ ريٽڻ جي ڪوشش ڪئي. شڌي ۽ سنجوڳين جي ترڪيب جو آغاز ٿيو ۽ زوريءَ مذهب مٽائڻ کي ئي زندگيءَ جو مقصد ڄاتو ويو. جڏهن عوام جا اڳواڻ قومي آزاديءَ جي مقصد کي نظر انداز ڪري، نفاق ۽ تفرقي جي پوئتان لڳي پيا، تڏهن انهن حالتن حڪيم صاحب جي قلم کي جنبش ڏني ۽ هي مطالعي هيٺ آيل ڪتاب تخليق ٿيو. هن پنهنجي ڪتاب سنڌ جي هندو مسلم نفاق کي ختم ڪرڻ لاءِ هي مضمون رکيا آهن:

ڪا به قوم ڪنهن به قوم تي ٺٺولبازي نه ڪري.

ٻين قومن جي ديوتائن کي برو نه چئجي

دين مڃائڻ ۾ ڪنهن سان به زور زبردستي نه ڪجي.
سڀ ڪنهن کي پاڪ جاين جي بچائڻ جو خدا حق ڏنو آهي.
محب ۽ اتفاق سان پائرن وانگي هلڻ گهرجي.

ڪتاب ۾ ڏنل انهن مضمونن جي مطالعي ڪرڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته حڪيم فتح محمد صاحب جي اڳيان سنڌ جون مذهبي حالتون هيون. مذهبي تنگدلي ۽ ڪٽرپڻو وڌي چڪو هو. مختلف مذهبن جا پوئلڳ، مخالف ڌر جي عبادتگاهن جي احترام کي وساري چڪا هئا. مذهبي شخصيتن ۽ اصولن قلم ۽ قول سان ڪارا وار ڪري رهيا هئا ۽ تنگدليءَ جو ڇار وڇائي، ٻيءَ ڌر جي ماڻهن کي پنهنجي مذهب جي حلقي ۾ داخل ڪرڻ تي ڪار خير ڄاڻي رهيا هئا. اهڙين حالتن ۾ سيوهاڻي مرحوم پنهنجي قوم کي غفلت ۽ ڪٽر پڻي جي انهيءَ ڪن مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي. حڪيم صاحب انهن غلط روايتن کي قرآن شريف جي تعليم جي روشنيءَ ۾ ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس ڪتاب جو اهو حصو قرآن پاڪ

جي آيتن ۾ تشريحن سان سينگاريو پيو آهي . انهن آيتن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿيون:
يا ايهالذين آمنو لا يسخر قوم من قوم عسى ......... هم الظالمون
(سورة مجرات رڪوع 2)ترجمو: ”اي ايمان وارا! ڪا قوم ڪنهن قوم تي ٺٺول بازي نه ڪري. شايد اها قوم جنهن تي ٺٺول ڪرڻ ۾ اچي ٿي، سا ٺٺول ڪندڙ قوم کان بهتر هجي. نڪي ڪي زالون ٻين تي مسخريون ڪن. شياد اهي هنن کان بهتر هجن. نڪي هڪ ٻئي تي عيب ڏريو، نڪي هڪ ٻئي تي الون رکو ۽ نڪي هڪ ٻئي تي لقب لايو. ايمان قبول ڪرڻ کان پوءِ هڪ ايماندار لاءِ بڇڙو نالو آهي، خدا جو بي فرمان ۽ گهنگار ٿيڻ. جيڪي اهڙين ڳالهين کان توبهه نه ڪندا ۽ باز نه ايندا اهي ظالم چئبا.“
2. ولا تسبو الدين يدعون من دون الله ...... بما كانو يعلمون.
(سورة انعام رڪوع 13)
ترجمو: ”نه بد شد ڳالهايو انهن کي جن کي هو الله کانسواءِ سڏين ٿا. نه ته وري هو به الله کي بدشد

ڳالهائيندا، دشمني سان بنا سمجهه جي. اهڙيءَ طرح سڀ ڪنهن امت لاءِ سندس عمل اسان سهڻا ڪيا آهن. آخر اهي به موٽي پالڻهار پروردگار وٽ ايندا. پوءِ الله پاڪ انهن کي انهن جي ڪمن کان خبردار ڪندو.“

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جو زمانو پڻ غلاميءَ جو زمانو هو. هڪ طرف سک ۽ سڪون واري ڌرتي مذهبي ڪٽرپڻي ۽ سماجي ناهموارين سبب پنهنجي ڌرتي وارن جي هٿان پاڻ جهڙن اڪثريت واري غريب عوام لاءِ غلاميءَ جو گهوارو بنجي امير خواهه غريب جي حال توڙي مستقبل کي ڳڙڪائي رهيو هو. حڪيم صاحب جتي وقت ۽ حالتن کي آڏو رکي سنڌواسين کي ايڪي ۽ الفت جو پيغام ڏنو، اتي غير خلاف هم آواز ٿيڻ ۽ جدوجهد ڪرڻ جي تلقين ڪئي. فاضل مصنف جي ڪتاب جي پهرين حصي ۾ انهيءَ قسم جو ئي سنيهو ڏنو ويو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ مطالعي هيٺ آيل ڪتاب جا هي اقتباس وڏي اهميت رکن ٿا:

”جيڪڏهن ڪنهن حاڪم جي حڪومت کان رعيت راضي نه هجي ۽ حاڪم پنهنجي هلت سان

رعيت کي راضي نٿو رکي سگهي ته هن کي ڪو حق ڪونهي حڪومت هلائڻ جو. هن کي گهرجي ته پاڻ حڪومت کان پڇي پاسو ڪري. تا ته قوم انهيءَ لائق انسان کي ڳولي چونڊي حاڪم بنائي، جو قوم ۽ رعيت سان صلاح مشورو ڪري حڪومت جو انتظام رکي(1).

”جيڪڏهن حاڪم عدل ۽ انصاف ڇڏي ڏنو، ظلم ۽ زبردستي ڪرڻ لڳو، خود غرضي ۽ خود مطلبي اختيار ڪيائين، لوڀ ۽ لالچ ۾ ڪاهي پيو، رعيت اهڙي حڪم کان ناراض ۽ بيزار ٿيندي...... حڪومت رعيت تي ظلم ڪرڻ لڳندي ته ماڻهو به هڪ ٻئي سان ظلم ڪرڻ لڳندا. حڪومت ٺڳي ۽ دغا بازي، ڪوڙ ۽ ڪپت وعده خلافي ۽ بي انصافي جي عادتن ۾ گرفتار ٿيندي ته ماڻهن ۾ به ساڳيا بد اخلاق عام جام ٿيڻ لڳندا. جنهن ڪري ملڪ ۾ گڙٻڙ ۽ فساد مچي ويندو ۽ امن امان ڪو رهندو(2).“

“جيڪا حڪومت رعيت کي پنهنجا قانون زور سان مڃارائيندي ۽ رعيت کان پنهنجي لاءِ وفاداري زور سان حاصل ڪرڻ گهرندي ته يقين

سمجهڻ گهرجي ته اها حڪومت پنهنجي مراد ۾ ڪامياب بنهه ڪين ٿي سگهندي ۽ هوءَ اڄ نه ڀلي ته سڀاڻي ضرور ڀڄندي. اڄ نه برباد ٿي ته سڀاڻي ضرور برباد ٿيندي(3).“

مطلب ته فاضل مصنف ڪتاب جي پهرين حصي ۾ باهمي اتحاد سياسي شعور ۽ قوم جي روشن مستقبل جون ڳالهيون ڪيون آهن. پڙهندڙن کي يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي اٿائين ته ظلم ته هر دور ۾ ٿيندو رهيو آهي، پر ظلم ڪندڙ قائم نه رهيو. ڏاڍ ۽ ڏمر جا ڪوٽ ڪيڏا به مضبوط هجن، انهن کي ڪِرڻو آهي. انهيءَ احساس ۽ يقين ڏيارڻ کان پوءِ فاضل مصنف علامه ابن خلدون کي پنهنجي شاهدي ۾ پيش ڪيو آهي ۽ اهڙيءَ طرح مطالعي هيٺ آيل ڪتاب جو پيو حصو شروع ٿئي ٿو.

ڪتاب ڪمال ۽ زوال جو ٻيو حصو صفحي نمبر 45 کان شروع ٿئي ٿو. فاضل مصنف سڀ کان اڳ ۾ علامه ابن خلدون جو مختصر احوال ڏيڻ کان سندس ڪتاب ”مقدمه ابن خلدون“ جو تعارف هنن لفظن ۾ پيش ڪيو آهي:

”هن ڪتاب ڪي اٽڪل ساڍا پنج سو ورهيه گذري ويا آهن مگر سندس تاريخي فلاسفرانا اصول اهڙا ته معقول ۽ عمدا آهن جن ڪي معلوم ڪري بر وقت حڪومتن ۽ قومن جي ترقي ۽ تنزل، واڌاري ۽ گهاٽي، ڪمال ۽ زوال ٿيڻ ۽ ڊهڻ جو نقشو نظر جي آڏو بيهي وجي ٿو(1).“

حڪيم صاحب انهيءَ مشهور ڪتاب مان جيتري قدر استفادو ڪيو آهي ان لاءِ پاڻ تحرير فرمائي ٿو ته ”مون بالفعل مناسب سمجهيو ته دنيا جي پاليٽڪس سان لاڳاپو رکندڙ ۽ آزادي ۽ غلامي جي وچ ۾ فيصلو ڪندڙ پاڱا جيڪي انهيءَ ڪتاب جا آهن، تن جو مطلب خيز ترجمو ڪري ننيڍڙو ڪتاب لکي پڙهندڙن جي آڏو پيش ڪريان(2).“

حڪيم صاحب (مرحوم) هن موڙ تي مصنف مان بدلجي مترجم ٿي ويو آهي ۽ ڪتاب جي آخر تائين سندس اها ئي حيثيت رهي ٿي. فاضل مترجم ڪتاب جي هن حصي کي آسانيءَ سان سمجهڻ لائق بنائڻ لاءِ سموري موضوع کي مختلف مضمونن ۾ ورهايو آهي. جن مان خاص مضمون هن ريت آهن:

تابعداري ۽ غلامي انسان جي پيدائشي جرات ۽ همت کي ناس ڪيو ڇڏي
آرام ۽ عيش سان گذرڻ قوميت ۽ قومي جذبي کي ناس ڪري ٿو.
ڌارين جي حڪومت هيٺ غلام ٿي رهڻ سان محڪوم قوم کان حڪومت هلائڻ جو ڍنگ وسريو وڃي.
نيڪ عادتون ۽ چڱا اخلاق حاڪم قوم لاءِ ضروري آهن. بڇڙيون عادتون ۽ بد اخلاق حڪومت جي زواليت ۽ بربادي َء جي نشاني آهي.
مغلوب ۽ غلام قوم هلت چلت، خوراڪ پوشاڪ، رنگ ڍنگ ۾ غالب ۽ حاڪم قوم جي پيروي ڪندي آهي.
ڪا به قوم مغلوب ۽ هيٺي ٿي ڌارين جي قبضي ۾ ايندي آهي ته جلد ئي برباد ٿيڻ لڳندي آهي.
مٿين ذڪر ڪيل مختصر عنوانن ذريعي مترجم اصولڪي ڪتاب مان اهي اهم ڳالهيون چونڊي اسان جي اڳيان پيش ڪيون آهن، جيڪي نه رڳو سندس زماني ۾ مگر اڄوڪين حالتن ۾ به غلام قومن لاءِ درس و هدايت کان گهٽ نه آهن. حڪيم

مرحوم هنن صفحن ۾ اهڙيون ڳالهيون دهرايون آهن جن کي اڄ به ورجائڻ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي. مثال:

”جيڪڏهن سندس قبضو رکندڙ ۽ حاڪم جي هلت ساڻن قهر ۽ ظلم جهڙي هوندي ۽ قبضو رکندڙ ۽ حاڪم پنهنجا غير واجبي ۽ هن جي ضمير جي بر خلاف حڪم به هن کان زور ۽ زبردستي سان مڃارائڻ گهرندو ۽ مڃارائيندو رهندو ته انهيءَ طرح ويچاري تابعدار جون اهي قدرتي قوتون ۽ پيدائشي حق، جرات ۽ همت، دليري ۽ غيرت اهي سڀيئي صفتون ناس ۽ فنا ٿي وينديون ۽ آهستي آهستي هن مان خود داري ۽ پنهنجي بچاءُ جون طاقتون نابود ۽ چٽ ٿي وينديون(1).“

ڪتاب جي هن حصي ۾ قابل غور ۽ اهم ڳالهه هيءَ ڪئي ويئي آهي ته ”ڌارين جي حڪومت هيٺ غلام ٿي رهڻ سان محڪوم قوم کان حڪومت هلائڻ جو ڍنگ ئي وسريو وڃي.“ انساني تاريخ جا ڪيترائي واقعا انهيءَ دليل جي پٺڀرائي ڪن ٿا. مثال طور بني اسرائيلن جي ئي حال کي ڏسو، جڏهن ته هو مصر جي فرعون

بادشاهن جي زبردست حڪومت هيٺ رهي نامرد ۽ مردار ٿي ويا هئا، تڏهن هنن کي پنهنجي پيغمبر حضرت موسى عليه السلام جڏهن آزاد ٿيڻ لاءِ جهاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو، تڏهن هنن کي پنهنجي پيغمبر جي ڳالهه تي پروسو ئي نه پيو ته ڪو سچ پچ اسان کي آزادي ۽ خودمختياري حاصل ٿي سگهندي. هنن حضرت موسى عليه السلام کي صاف چئي ڏنو ته اسين شام ملڪ جي زبردست ماڻهن سان مقابلو ڪري ڪين سگهنداسين. تون خدا جو پيغمبر آهين خدا کي چئو ته پاڻ ان زبردست قوم کي شام ملڪ مان ڪڍي ڇڏي ۽ اسان کي خالي ٿيل ملڪ کڻي حوالي ڪري. باقي اسين هلي جهاد ڪري هنن سان مقابلو ڪريون سا ڳالهه اسان کان اصل نه پڄندي!

بني اسرائيل جيان اڄ به ڪيترين ئي قومن ساڳي محور تي سوچي رهيون آهن، جنهن ڪري اهي پنهنجي ڏکن جي تخليق پاڻ ڪن ٿيون. ان ڪري حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ابن خلدون کي شاهد بنائيندي، اهو تاثر ڏنو آهي ته غلام قومن کي قومي جدوجهد ۾ ڪڏهن به سستي ڪرڻ نه

گهرجي. انهيءَ ئي دليل تي وڏيڪ زور ڏيڻ لاءِ محترم ڪتاب جي آخر ۾ واضح طور تي اهو تاثر ڏنو آهي ته حڪومتن جون انسانن جيان چمارون ٿين ٿيون. جيئن انسان جي حياتي ختم ٿي سگهي ٿي، تيئن هر ڪا حڪومت اچي انت تي پهچي ٿي.

**ٻولي:**

جيئن اڳ ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته هي ڪتاب تخليق ۽ ترجمي جو گڏيل گلدستو آهي. ڪتاب جو پهريون حصو حڪيم صاحب جي قلمي ڪاوش جو نتيجو آهي ۽ باقي ڪتاب علامه ابن خلدون جي ڪتاب ”مقدمه ابن خلدون“ مان ورتو ويو آهي. متن جي انهيءَ واضح فرق هئڻ جي باوجود ڪتاب جي ٻئي حصي لاءِ اهو نه ٻڌائي ها ته ڪو ترجمو آهي ته هوند ڪو به پڙهندڙ اهڙو وهم گمان به نه ڪري سگهي ها.

ڪتاب جي ٻولي نهايت سلوڻي ۽ بامحاوره آهي. ٻوليءَ ۾ جيتري آهي رواني، اوتري آهي ڪشش. حڪيم صاحب ڪن هنڌن تي قرآن شريف جون

آيتون ڏنيون آهن، ليڪن انهن جو به آسان ترجمو ڏنو اٿس:

حڪيم صاحب جي ٻوليءَ جي اسلوب سمجهڻ لاءِ سندس ڪتاب مان اقتباس ڏجي ٿو:

”انسان پنهنجي پيدائش ۾ ئي قدرت جي طرفان آزاد ۽ خود مختيار پيدا ٿيل آهي. يعني آزادي ۽ خود مختياري هر ڪنهن انسان جو پيدائشي حق آهي. انسان دنيا ۾ خدا پاڪ جو نائب آهي. هن کي ڪنهن جو به محتاج ۽ غلام ٿي رهڻ نه گهرجي. اهڙو محتاج ۽ غلام جنهن جي ڪري هن جي قوميت جو جوش ۽ روحانيت جو جذبو به برباد ۽ فنا ٿي وڃي. سو هڪ خودمختيار رئيس جڏهن پنهنجي خودمختياري ۽ رياست کان محروم ٿي پوندو آهي، تڏهن هي قدرتي ڳالهه آهي ته هن جي طبيعت پريشان، منجهيل ۽ سست ٿيي پوندي آهي، ايتري قدر جو نه کائڻ وڻندو اٿس نه پيئڻ. ڪنهن به ڪم جي پوئواري ۽ سر انجاميءَ تي دل نه ٿيندي اٿس. اهڙو حال انسان ته انسان، پر درندن جانورن ۾ به ڏسبو آهي. درندا جانور به جڏهن انسانن جي بنديخانن ۾ بند ٿيندا آهن، تڏهن اڪثر

لڳڻ ۽ ويامڻ چڙهي ڏيندا آهن ۽ گهڻو ڪري ڦر نه ڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح مغلوب ۽ ٻين ڌارين جي قبضي ۾ رهندڙ قومن جو حال به اهڙو ٿيندو آهي. ٿيندي ٿيندي اهي پر وس قومون مري کپي چٽ ٿي ويندیون آهن. ڏسو نه؟ ته پارسين جي قوم ڪنهن وقت ملڪ ۾ بي شمار هئي. پر جڏهن عربن هنن کي جيتيو تڏهن اهي قومي امنگ ۽ آزاديءَ جا جذبا فنا ٿي وين ۽ هو شمار ۾ گهٽجي ويا. اگرچ مسلمان عربن جي حڪومت عدل ۽ انصاف سان هئي، پر جڏهن ته آزاد انسان جي طبيعت ۾ اها خاصيت آهي ته جڏهن هو ٻئي جي قبضي ۾ اچي غلام بنجي ويندو آهي، تڏهن قدرتي طرح هو واڌاري کان روڪجي گهٽجڻ لڳندو آهي(1).“

**مقصديت ۽ اهميت:**

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب حڪيم فتح محمدد سيوهاڻي جي سياسي شعور ۽ حب الوطنيءَ جي جذبي جو پڙاڏو آهي. فاضل مصنف هن ڪتاب جي ذريعي، پنهنجي قوم کي ان زماني جي وڃايل ۽ وساريل ڏهن سياسي اصولن جي ياد ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهي ڏهه اصول هن اسلامي

تعليم جي مطالعي ۽ وقت توڙي حالتن جي ضرورتن جي سمنڊ مان خواص جيان ڳولي ڪڍيا آهن. اهي اصول جيتوڻيڪ موجوده حالتن ۾ جيئن جو تيئن قبول ڪري نٿا سگجن، پر پوءِ انهن مان هنن اصولن کي اجا به اسان لاءِ وڏي اهميت حاصل آهي:

سڀ کنهن طاقت واري انسان کي پاڻ کان گهٽ وارن هيٺن سان عدل ۽ انصاف سان هلت ڪرڻ گهرجي.

قوميت کي وڌائجي ۽ مضبوط ڪجي. قوميت ئي انسانيت ۽ ايمان جي علامت ۽ نشاني آهي. قوميت سان ئي انسانيت ۽ ايمان قائم رهن ٿا.

دنيا ۾ حڪومتن جي انتظام، ملڪ جي بهتري ۽ انسانيت جي جلوي لاءِ ضروري ڳالهه آهي ته بي حياءِ جهڙي سڀ کنهن ڪم کان پري رهجي.

حاڪم کي حڪومت جو سرشتو قوم ۽ رعيت جي صلاح ۽ مشوري سان هلائڻ گهرجي، نه واڳ سموري پنهنجي وس رکي، غربت رعيت کي بيوس ۽ غلام بنائجي. رعيت جي رضامنديءَ سان ئي حڪومت هلي سگهندي ۽ جٽاءُ ڪندي.

مٿي ذڪر ڪيل اصولن ڪي اڄ به اسان جي معاشري ۽ ملڪ ۾ وڏي اهميت حاصل آهي ۽ حق ئي آهي ته اسان جي اقتدار جا واڳ ڌڻي انهن انمول اصولن کان منهن ڦيري ويٺا آهن. جيڪي اسان جي ڌرتي، جيڪا اڳ امن ۽ سڪون جي گهواري جي حيثيت رکندي هئي، سا اڄ سياسي خلفشار ۽ عدم استحڪام جو شڪار ٿي رهي آهي. جيڪڏهن اسان چاهيون ته پنهنجي ملڪ کي محض تجربيگاهه ٿيڻ کان بچايون ته پوءِ اسان کي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي ڏسيل انهن اصولن تي ايمانداريءَ سان عمل ڪرڻو پوندو. ٻيءَ حالت ۾ جيڪو به اچي ڪرسيءَ تي وهندو، اهو پنهنجن عقيدن، اصولن ۽ نظرين جو ڪتاب ڪڍي پيو اسان کان بيعت وٺندو ۽ هر ڪا اهڙي بيعت اڳتي هلي اقتدار جي پيڙهه کي ڪلر جيان کائي ڇڏيندي.

آخر ۾ ائين چئي سگهجي ٿو ته مطالعي هيٺ آيل ڪتاب پنهنجي موضوع ۽ مواد جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ نه رڳو هڪ اهم اضافو آهي، پر ايتري قدر مفيد به آهي.

**ابوالفضل ۽ فيضي:**

**تعارف:**

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب سنڌ صوبي جو بمبئي پرڳڻي کان جدا ٿيڻ بعد سنه 1936ع ۾ لکيو ويو. هي اهو دور هو جڏهن هندن ۽ مسلمانن جي ڇڪتاڻ عروج تي پهتل هئي. ٻئي قومون تقرير يا تحرير جي صورت ۾ هڪ ٻئي تي حمله آور هيون ۽ هڪ ٻئي لاءِ سندن دلين ۾ نفرت پيدا ٿي چڪي هئي. نه هندن جو مسلمانن تي ڀروسو ۽ نه مسلمانن جو هندن تي اعتبار رهيو هو. ننڍين ننڍين معمولي ڳالهين تي منجهن وڏا وڏا تڪرار ٿي پوندا هئا. اهڙين حالتن هيٺ سنڌ ۾ ڪنهن وڏي عالم يا فاضل پيدا ٿيڻ جو امڪان ئي نٿي نظر آيو. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جيئن ته هندو مسلم اتحاد جو حامي هو ۽ هر ممڪن ڪوشش ڪيائين جيئن اڳ هندن ۽ مسلمانن ۾ محبت ۽ الفت هئي، شادين ۽ غمين ۾ هڪ ٻئي وٽ عزيزن وانگر ايندا ويندا هئا تيئن هاڻي به منجهن ايڪو ۽ اتفاق قائم رهي ۽ ڀائرن وانگر ٿي رهن. حڪيم صاحب جي هر تحرير ۽ تقرير مان اهو ئي درس ملي ٿو. هي

ڪتاب به انهيءَ ئي مقصد سان لکيو ويو ته اهڙا نيڪ انسان، جن جون دليون تعصب کان پاڪ هيون جي سنڌي هئا، انهن جو تاريخي احوال معلوم ڪري ۽ سندن نقش قدم تي هلي انهن وانگر پنهنجي هستيءَ کي ڪمائتي ڪرڻ ۽ ترقي جي اوج تي پهچڻ جي ڪوشش ڪريون. هن ڪتاب جو تنقيدي جائزو تفصيل سان پيش ڪجي ٿو:

**مواد:**

هي تاريخي ڪتاب ابو الفضل ۽ فيضي (دربار اڪبر جا ٻه هيرا) 200 صفحن تي مشتمل آهي.

ان ۾ هيٺيان عنوان آهن:

ابوالفضل ۽ فيضيءَ جي وڏن جو وطن.

ابوالفضل ۽ فيضيءَ جي وڏن جو ذڪر

ابوالفضل ۽ فيضيءَ جي بابي شيخ مبارڪ جو بيان.

ابوالفضل ۽ فيضي جي ڏاڏي شيخ خضر جو سنڌ ڏي موٽڻ ۽ وفات.

ملا مبارڪ جي والده جي وفات.

شيخ مبارڪ جو احمد آباد گجرات ۾ رهڻ.

شيخ مبارڪ جي علم طريقت جو بيان.

شيخ مبارڪ جو آگرهه ۾ اچڻ.
شيخ مبارڪ ۽ سندس پٽن جا ڏکن جا ڏينهن.
شيخ مبارڪ جي سک جا ڏينهن.
شيخ مبارڪ جي علميت جو بيان.
شيخ مبارڪ جي وفات جو وقت.
شيخ مبارڪ جي هيڏي بيان لکڻ جو سبب.
ابوالفيض فيضي فياضي.
حڪومت جي ڪاروبار ۾ قابليت.
اڪبر جي آڏو سجدي ڪرڻ کان منع ڪرڻ.
فيضيءَ جو بيمار ٿيڻ ۽ وفات.
فيضيءَ سان ملا عبدالقادر بدايوني جي علمي حسد ۽ ضد.
فيضيءَ جي ڪتبخاني جو مختصر بيان.
فيضيءَ جي تصنيفات ٿيل ڪتابن جو مختصر بيان
فيضيءَ جا اخلاق ۽ عادتون.
فيضيءَ جو پنهنجي خانداني دشمن ملا عبدالقادر جي واسطي بادشاهه ڏي سفارش جو خط.
فيضيءَ جي رهڻ جو نمونو.
ابوالفضل.

ابوالفضل جو ابتدائي احوال.
ابوالفضل جو دربار اڪبري ۾ اچڻ.
چار ايوان يعني درباري حال.
اڪبر جي ابوالفضل سان محبت ۽ مهرباني.
ابوالفضل جي هر دل عزيز پاليسي.
ڪشمير ۾ سڀني قومن لاءِ گڏيل عبادت خانو.
ابوالفضل جي مضمون نويسي.
ابوالفضل کي علامه جو خطاب
ابوالفضل جي شاگردي به علم وارن لاءِ وڏي عزت هئي
ابوالفضل جاٺهيل ڪتاب.
ابوالفضل جو عهدو
ابوالفضل جي بورچيخاني ۽ دسترخوان جو احوال.
ابوالفضل جي صورت ۽ سيرت.
ابوالفضل جون گهر واريون.
ابوالفضل جو اولاد.
ابوالفضل جو صاحبزادو عبدالرحمان.
ابوالفضل جي جنگي قابليت.
بادشاهه سان ابوالفضل جي لکپڙهه جو نمونو.

ابوالفضل جا عام اخلاق ۽ دشمنن سان دوستي.
ابوالفضل جو شهيد ٿيڻ.
شهادت کان پوءِ ابوالفضل جو حال.
ابوالفضل جي شهيد ٿيڻ جي خبر ٻڌڻ سان اڪبر جو ڇا حال ٿيو.
ابوالفضل جي عمر ۽ قبر.
فيضي ۽ ابوالفضل جو مذهب ۽ هندن مسلمانن سان ميلاپ.

ڪتاب جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته اڳين عالمن ۽ فاضلن کي تعليم جي حصول جي سلسلي ۾ ڏاڍيا ڪشالا ۽ تڪليفون برداشت ڪرڻيون پونديون هيون. بکن ۽ فاقن ۾ گذاري تعليم حاصل ڪندا هئا. تڏڙن تي ليٽي ڪتاب ڏسي اتي ئي جو ننڊ وٺي ويندي هين ته پٺين تي تڏن جا نشان نقش ٿيا بيٺا هوندا هون تڏهن وڃي منزل تي رسندا هئا. اڄ هزار ناز نخرن، سهنجن سهولتن سان آرام ڪرسين تي ٻڱها ٿي اسان جا نوجوان پڙهن ٿا مگر تعليم اهڙي ته ناقص اٿن جو وڏين ڊگرين هوندي به دماغ جو حال جڏو، مغز چٽ، اخلاق ۽ عقل جو ڏيوالو آزادي ۽ عزت جو پتو ڪو نه،

نوڪري ءَ ۽ روزگار جي تلاش ۾ حيران و پريشان. جيڪڏهن قسمت سان ڪا نوڪري ملي وين ته پگهارن مان پورت ئي ڪا نه. انهيءَ ڪري هوس، حسد، ساڙو، سوز تعصب ۽ اڻ سهائپ وڌيل. رشوت ۽ حرام خوريءَ جي بازار گرم. نه دين ڌرم جو لحاظ، نه عزت ۽ شان جو شرم. حڪيم صاحب جيڪي به ڪتاب لکيا آهن تن ۾ گهڻو ڪري هندو مسلم جي ايڪي ۽ اتفاق تي زور ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو ته:

”اهو به وقت هو جو هندستان ۾ ابوالفضل ۽ فيضي جي بي تعصبائي ۽ بي ريائي جي صدقي هندستاند جي ٻن زبردست قومن هندن ۽ مسلمانن ۾ اهڙي ته محبت ۽ الفت جي لهر لڳي وئي هئي جو ڪر وڌ ۽ ڪلفت ڪافور ٿي ويا هئا. ٻئي وچڙيل پائرن وانگي پاڻ ۾ پاڪر پائي پيار ۽ پريم سان گڏجي ويا هئا“(1).

فيضي وڏو داناءُ فلسفي ۽ بي باڪ شاعر هو. پري درٻار ۾ بادشاهه کي به سچ چئي ڏيندو هو، انهيءَ ڪري شروع ۾ بادشاهه جو باغي، ڏيهه جو

ڏوهاري ليکيو ويندو هو. هو شاعر ٿي اڪبري دربار ۾ گهڙيو هو ۽ پنهنجي ذاتي قابليت ۽ خدا داد لياقت سان جلد ئي درٻاري مصاحبن جي درجي کي وڃي پهتو. مصنف لکي ٿو ته:

”بادشاهه سندس لياقت ۽ جوهر تي اهڙو ته عاشق ٿئي ٿو جو ديس هجي يا پرديس، ڪاٿي به فيضيءَ جي جدائي سهي نه پيو سگهي. بادشاهه وٽ وڏو اعتبار ۽ پيار حاصل ڪري وڌائين. هو به حيرت جهڙو قابل، جيڪڏهن اهڙي لائق انسان جو قدر نه ڪجي ته ٻيو ڪنهن جي قدر ڪجي؟ (1).

سنه 995 هه ۾ آگري، ڪالپي ۽ ڪالنجر جي معافي جي تحقيقات جو وڏو آفيسر به مقرر ٿيو هو. غرض ته فيضي نه فقط شاعر هو پر ملڪي انتظام جو به وڏو چاڻو هو. زبردست شاعر هجڻ ڪري دربار اڪبريءَ مان ”ملڪ الشعرا“ جو خطاب مليس. اڪبر بادشاهه فيضيءَ جي سخن ۽ شعرن تي اهڙو ته فدا هو جو فيضيءَ جو ڪلام پنهنجي دربار جو سينگار سمجهندو هو. ان کان سواءِ فيضي حڪومت جي ڪاروبار ۾ به قابليت رکندو هو. هڪ دفعي کيس خانديش جي حاڪم

راڃي علي خان وٽ سفير ڪري موڪليو ويو. راڃي علي خان عقل جو اڪابر، وڏي سياڻپ ۽ سمجهه جو صاحب هو. اهڙي سياڻي حاڪم وٽ به اهڙو سياڻو ۽ مدبر سفير وڃڻ گهربو هو. فيضي کان وڌيڪ لائق اڪبر بادشاهه کي ٻيو ڪو نه سمجهيو، تنهن ڪري هن کي ئي انهيءَ ڪم لاءِ منتخب ڪيو ويو. فيضيءَ انهيءَ مسافريءَ مان جيڪي خط پنهنجي بادشاهه لاءِ لکيا، سي خط نه آهن پر ساري ملڪ جي حالت جو هڪ نقشو ۽ رپورٽ آهي. هن جي پڙهڻ سان انهيءَ وقت جي بادشاهي ۽ ملڪي رسمن رواجن جي عجيب خبر ملي ٿي.

فيضيءَ جو اوج ۽ عزت وڌندي ڏسي، ڪيترا درٻاري پيا ڪامندا هئا. اهڙن شخصن مان هڪ ملا عبدالقادر بدايوني به هو، جو جيتوڻيڪ فيضيءَ جي والد شيخ مبارڪ جو شاگرد هو ۽ فيضيءَ سان گڏ پڙهيو هو، پر تڏهن به حسد ۽ ساڙ وچان پيو ڪامندو هو ۽ وجهه وٺي فيضيءَ خلاف بادشاهه جا پيو ڪن ڀريندو هو، پر فيضيءَ جو وار به ونگو نه ٿيو. اٽلو بادشاهه فيضيءَ وٽ هلي

ويندو هو. فيضيءَ جو ملا عبدالقادر سان جيڪو سلوڪ رهيو، سو هن ڳالهه مان پڌرو آهي ته فيضيءَ دکن مان به بادشاهه ڏانهن ملا عبدالقادر جي سفارش لکي موڪلي هئي. انهيءَ ساڳئي عبدالقادر فيضيءَ جي مرڻ بعد لکيو آهي ته ”هن جي ڪتبخاني ۾ 4600 جلد نفيس ۽ سهڻا ته فقط اهي جلد هئا، جي گهڻو ڪري مصنفن جا هٿ اکري يا سندن ئي وقت جا لکيل هئا. اهي سڀ پوءِ سرڪاري خزاني ۾ داخل ڪيا ويا(1).“

ابوالفضل به ساڳيءَ طرح اڪبر جي درٻار ۾ پير پاتو. هو وڏو مدبر هو. ملڪي معاملن سمجهڻ ۽ سلجهائڻ ۾ اهڙو ته ماهر هو، جو اڪبر بادشاهه ملڪي مسئلن جي معاملي ۾ ڪائنس صلاح مشورو وٺندو هو. فاضل مصنف ابوالفضل لکي ٿو ته:

”هو ڪو ديندار عالم ڪو نه هو. هو دنيا وارو عالم هو. هڪ مدبر، زماني ساز ۽ زماني شناس، حڪومت جي فلسفي کي سمجهڻ وارو داناءُ ۽ سياڻو، ملا ۽ مولوي هو. هو جيتوڻيڪ صوفي فقير ڪو نه هو، پر حڪومت جو ڪاروبار صوفي ٿي هلايائين. هو جيتوڻيڪ مسلمان هو، ته

به هن جي نظر ۾ هندو، مسلمان، پارسي ۽ ڪرستان سڀ دنيا جي گهر ۾ رهڻ لاءِ هڪ گهر جا ڀاتي ۽ هڪ برادريءَ جا ماڻهو هئا. هئُن هن نڪتي کي سمجهي ورتو هو ته روحانيت جو رستو ۽ باطني پيچرو سڀني جو پلي کهڙو به هجي، مگر جسماني ۽ ظاهري دڳ تي سڀ هڪ جهڙا پانڌيئڙا آهيون. هن جي طبيعت ۾ اهو شوق برابر هو ته هر هڪ ڌرم جي اصولن جي نظرئي کي جاچي. انهيءَ ڪري ئي هن هندن، ڪرستانن ۽ پاريسين جا مذهبي ڪتاب چڱيءَ ريت ڏٺا ۽ سڀني مذهبن جي عبادتي رسمن جو فلسفو پنهنجن ڪتابن، خاص طرح ”آئين اڪبريءَ“ ۾ لکيو. هن جو خيال هو ته رب العالمين سڄي جڳ جو داتا ۽ دنيا جي سڀني قومن جو رب آهي، تيئن بادشاهه به پنهنجي رعيت جي سڀني فرقن جو مربي آهي، انهيءَ ڪري هڪڙي جو خير خواه ۽ ٻين جو بد خواه ٿي رهڻ، بادشاهه عالم پناهه جي شان وٽان نه آهي. اهو نمونو انهيءَ وقت جي مذهبي ڪامورن لاءِ هڪ نئون نمونو هو، هو انهيءَ کي بي ديني سڏيندا هئا ۽ ابوالفضل کي ملڪان ملڪ

بي دين، ڪافر ۽ لا مذهب ڪري مشهور ڪيائون(1).“

ابوالفضل جي صلاح سان اڪبر بادشاهه ڪشمير ۾ هڪ وڏي عاليشان عمارت ٺهرائي جنهن ۾ عام ماڻهن کي موڪل هئي ته پنهنجي پر وجي پنهنجي ڌڻيءَ کي ياد ڪن ۽ هڪڙي ئي عمارت ۾ گڏجي عبادت ۽ بندگي ڪن. انهيءَ عمارت تي هڪ عبارت پارسيءَ ۾ ابوالفضل جي لکي ڏنل هئي جنهن جو ترجمو هيٺين ريت آهي:

”اي خدا! جنهن به گهر ۽ جهوپڙيءَ ۾ ڏڏان ٿو ته سڀ ڪنهن کي تنهنجي ئي وائي وات آهي. ڪفر ۽ اسلام سڀ تنهنجي ئي ڳولا ۾ پيا ڀنڏ ڪن. تو لاءِ سيني جو اهو چوڻ آهي ته تون هڪڙو ئي آهين ۽ تنهنجو ڪو به شريڪ ثاني ڪونهي. مسجد مان به تنهنجي ئي بزرگي ۽ پاڪائي جو آواز اچي رهيو آهي ته ديول ۽ مندر ۾ به تنهنجي ئي ذوق شوق خاطر گهنڊ گهڙيال وڄي رهيا آهن. اي خدا! تنهنجي ئي محبت جو تير تنهنجن طالبن جي سيني ۾ لڳل آهي. ساري خدائي تنهنجي ئي طلب ۾ ۽ تون وچان ئي الڳ. آئون جو ڪڏهن مسجد ۽ ڪڏهن

مندر ۾ ٻوڙي رهيو آهيان سو رڳو توکي ئي گهر گهر ڳولي رهيو آهيان. جيڪڏهن اي مولى تنهنجن خاص بندن کي توسان ئي ڪم آهي، ڪفر ۽ اسلام سان ڪم ئي ڪونهين ته پوءِ رڳي مسلمان سڏائڻ سان هنن کي تون هٿ ڪو نه ايندين.

## شعر

ڪفر ڪافر کي هجي نيبهه سدا،
دين ۾ مومن پلي ماڻن مزا،
پر اسان جي دل ۾ اي منهنجا مٺا،
شال وسي تنهنجي محبت دائما(1).

ابوالفضل تمام گهڻين خوبين جو مالڪ هو. بادشاهه پاڻ کي وڏو ڀاڳ وارو سمجهندو هو، ڪيس اهڙو لاجواب وزير ۽ بي مثال صلاحڪار مليو.

ابوالفضل مضمون نويسي ۾ فصاحت بلاغت جي حد ڪري ڇڏي هئي. سندس ڪلام ۽ مضمون اهڙو ميٺاج وارو هو جو پڙهڻ سان پڙهندڙ ڍاپجن ئي ڪو نه. ان وقت جي هڪ ايراني مصنف نالي "امين احد رازي" لکيو آهي ته:

”آئون نڪو خوشامند ٿو ڪريان ۽ نڪو وڏاءُ، سچ ٿو چوان ته هنن ڏينهن ۾ عقل توڙي علم ۾ ابوالفضل جو ڪو به مٽ ۽ مثال ڪونهي. هو جيتوڻيڪ سدائين بادشاهه سلامت جي حاضريءَ ۾ گذاري ۽ بادشاهي ڪمن ۾ رڌل رهي ٿو پر جڏهن فرصت ۽ وجهه مليس ٿو ته عالمن ۽ فاضلن، قابلن ۽ شاعرن جي ڪلام ڏسڻ ۽ جاچڻ ۾ مشغول گذاري ٿو. مضمون نويسيءَ ۾ ته خدا پانهون ڏگهيون ڏنيون اٿس. هو هميشه عجيب و غريب ڳالهيون نئين نئين نموني سان لکڻ جو استاد آهي. سندس سهڻي لکڻيءَ جو ”اڪبر نامه“ شاهڪار آهي“(2).

ابوالفضل اڪبر بادشاهه جو سڄي عمر جو سچو وفادار ٿي رهيو. پڇاڙيءَ جو به وفاداري ۽ سچائي جي رستي ۾ پنڌ ڪندي شهيد ٿيو. ابولافضل جي شهادت جي خبر جڏهن دربار ۾ پهتي ته سڄي دربار ۾ موت جهڙي حالت ٿي ويئي. سڀ درباري امير انهيءَ ئي حيراني ۾ پريشان هئا ته ههڙي نازڪ خبر بادشاهه سلامت جي ڪنن تائين ڪيئن پهچائجي؟ ابوالفضل

بادشاهه کي اولاد کان به وڌيڪ پيارو هو. آخر اها خبر جڏهن بادشاهه کي پيئي تڏهن سندس اکين اڳيان اوندهه اچي ويئي. پنهنجي منهن پيو روئندو ۽ ڏک جون هنجون هاريندو هو. بار بار چاتيءَ تي هٿ هڻي پيو چوندو هو ته ”هاءِ! ابوالفضل هاءِ! اڙي سليم تو کي بادشاهي گهربي هئي ته مون کي ڪٽي مارين ها“[(1).]

**ٻولي:**

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب ۾ ٻولي نهايت سليس ۽ با محاوره ڪم آيل آهي. مصنف جي تحرير ۾ اهڙي ته ڪشش آهي جو سندس ڪو به ڪتاب هڪ واري شروع ڪرڻ کان جيسين پڙهي پورو نه ڪبو تيسين دل کي آرام ئي نه ايندو. مذڪوره حوالن مان مصنف جي ڪم آندل ٻوليءَ جو بخوبيءَ اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

**خدا هڪڙو آهي:**

تعارف: الله تعالى هڪڙو آهي جنهن جو ڪو مٽ ثاني ڪو نه آهي.

الله تعالى دنيا ۾ انسان کي پيدا ڪيو آهي ۽ کيس سمجهه عطا ڪري ”اشرف المخلوقات“ جو

درجو ڏنو آهي. انهيءَ لاءِ ته چڱن ۽ برن ڪمن ۾ تميز ڪري چڱا ڪم ڪري ۽ براين کان پاسو ڪري. الله تعالیٰ انسانن جي هدايت لاءِ وقت بوقت پيغمبر ۽ پاڪ ڪتاب موڪليا ته جيئن انهن مان فيض حاصل ڪري پنهنجي دنوي زندگي ۽ آخرت موچاري ڪري، پر انسان خطا جو گهر آهي ۽ زندگيءَ ۾ ڪانئس خطائون سرزد ٿينديون رهن ٿيون. ان لاءِ به پاڻ فرمايو اٿس ته ”ڪهڙو به گنهگار انسان پنهنجي ڪيل گناهن لاءِ سچيءَ دل سان پڇتائي ۽ توبهه تائب ڪري ته الله تعالیٰ الرحم الراحمين آهي ڪيس بخشي ڇڏي ٿو.“

جيئن ماءُ - پيءُ لاءِ اولاد آهي، انهن مان ڪي فرمانبردار ۽ ڪي نافرمان ٿين ٿا. نافرمان والدين جو چيو نه ٿا مڃين، پنهنجي مرضيءَ موجب جيڪي وڻين ٿو سو ڪن ٿا. ڪيترا اهڙا به ڪم ڪن ٿا جن جي ڪري والدين کي ڏاڍي مشڪلات درپيش اچي ٿي ۽ اهڙي اولاد جي برن عملن ڪري کين دلي صدمه پهچي ٿو. وقتي ڪيل ارڏاين ۽ بڇڙاين کان پڇتائي کانئن معافي گهري ٿو ته هو کلي دل سان کين معاف ڪري ڇڏين ٿا.

الله تعالى ته ماءُ پيءُ کان به تمام گهڻو ٻاجهارو آهي ۽ جڏهن سندس ٻانهو پنهنجي ڪيل خطائن لاءِ پڇتائي ٿو، تڏهن سندس رحمت جوش ۾ اچي ٿي ۽ ان ٻانهي جون سڀئي خطائون بخش ڪري ڇڏي ٿو.

**مواد ۽ موضوع:**

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب ۾ ڏڻي تعالى کي ٻاڏائڻ ۽ ڪانئس ڪيل گناهن لاءِ معافي وٺڻ جو بي مثال طريقو ڄاڻايو ويو آهي. هي ڪتاب جملي 51 صفحن تي مشتمل آهي ۽ منجهس هيٺيان عنوان سمايل آهن:

ڏڻي تعالى واحد لا شريڪ آهي.

رب العالمين اهڙو ٻاجهارو آهي جو انسان جڏهن ڪمزور ۽ ضعيف حالت ۾ هن دنيا ۾ اچي ٿو تڏهن پنهنجي قدرت سان سندس خوراڪ ۽ بچاءُ لاءِ ماءُ ۾ ٿڃ ۽ پيار ڏنو.

انسان کان سواءِ ٻي مخلوقات به مثلاً: پکي پکڻ پنهنجي آکيرن ۾ صبح جو سوير ڏڻي تعالى جو ذڪر آلاپڻ شروع ڪندا آهن.

انسان جڏهن قالو بلا وارو قول نه پاڙيو تڏهن پنهنجي هدايت لاءِ الله تعالى وقت بوقت نبي ۽ پيغمبر موڪليا. اسان جو خاص طرح آخري نبي پيغمبر حضرت محمد مصطفى صلي الله عليه وسلم (ٻنهي جهانن جو سردار) موڪليو.

ڪيترا ٻانها بي شڪر ۽ احسان فراموش آهن جو ڌڻي تعالى جو ان پاڻي ڪائي پي ساڻس بغاوت ڪن ٿا.

حڪومت ۽ اقبال بي بقا شيون آهن. انهن تي سيٺ يا وڏائي ڪرڻ بيوقوفي آهي.

ڌڻي تعالى وڏي حڪمت وارو آهي. موسمن جي ڦير گهير، ڏينهن رات وغيره سندس ئي حڪمت سان ٿيندڙ آهن زمينن، آسمانن جو خلقڻ، مينهن وسائڻ، دنيا جا عجيب نظارا ۽ باغ بستان وغيره سندس ئي قدرت جا ڪرشما آهن.

خدا تعالى انسان کي حواس بخشيا آهن. ڪنن لاءِ مٺا آواز، اکين لاءِ عجيب نظارا، باغ بستان، بر بحر، جبل، جهنگل، کائڻ لاءِ اناج، ميوا مٺايون، سبزيون ترڪاريون وغيره. مطلب ته طرحين طرحين لذتون انسان لاءِ خلقيون اٿس.

انسان هزارين لکين گناهه ڪن ٿا، ڏڻي تعالیٰ جي حڪمن جي انحرافي ڪن ٿا، مگر هو سندن عيبن جي پردهه پوشي ڪري ٿو ۽ کين مهلت ڏئي ٿو ته جيئن ڪيل گناهن لاءِ سچيءَ دل سان توبهه ڪري، ڇوٽڪارو حاصل ڪن.

خدا ئي ديگ دير سان تپندي آهي.

ڏڻي تعالى وٽ ڪنهن جي سفارش ۽ نه ڪنهن جي چٽي چپاٽيءَ جي ضرورت آهي. الله تعالى الرحمان الرحيم آهي. ڪهڙو به گنهگار ٻانهو جيڪڏهن سچيءَ دل سان ڪيل گناهن لاءِ توبهه تائب ٿئي ته ان کي بخش ڪري ڇڏي ٿو.

ڏڻي تعالى هر جاءِ حاضر ناظر آهي. کانئس ڪا به ڳالهه ڳجهي نه آهي.

انسان جو نفس نالائق آهي، جو انسان کي برغلائيندو رهندو آهي ۽ گناهن جي ترغيب ڏيندو رهندو آهي.

الله تعالى ڪنهن کي به خراب نٿو ڪري، جيسين هو پاڻ کي خراب نٿو ڪري.

غريبن کي ستائڻ عظيم گناهه آهي. ”آهه غريبان قهر خدائي.“

پير فقيرن جون باسون باسڻ، اولياءَ ۽ ولين کي حاجت روا سمجهڻ شرڪ جا ڪم آهن. پر پير بخش، پير ڏنو، امير بخش، لعل ڏنو ۽ حيدر بخش وغيره ٻارن تي نالا رکڻ شرڪ جون نشانيون آهن.

هيءَ دنيا فاني آهي. ڪيترا نالي وارا حاڪم سونن ۽ جواهردار تختن تي ويهي حڪومت هلائي ويا، اڄ اهي گداگرن وانگي ڪفن ڳچيءَ ۾ پايو زمين جي تختي تي سنوان ٿيا ستا پيا آهن. انهن جي زندگيءَ مان سبق سکڻ گهرجي.

قبرن جي زيارت ڪرڻ گهرجي، ڇو ته قبرستان ۾ وڃڻ قيامت جي ياد ڏياري ٿو. قبر قيامت جي پهرين منزل آهي.

خدا جا گهڻا ٻانها پنهنجي وڏن جي ولايت ۽ ڪرامت تي ڦنديو ۽ فخر ڪريو، ٻين کان پاڻ کي وڏو سمجهندا آهن ۽ پنهنجي نفساني خيال موجب ڪنهن کي پٽ، ڪنهن کي ڌن ته ڪنهن کي زال بخشيندا آهن ۽ ڪيترا ويچارا پورڙا ۽ مت موڙيل انهن جي ڳالهين تي ويساهه ڪندا آهن. اهي ڪفر جا ڪم آهن.

”والقدر خيره و شره  و من الله تعالیٰ“.
ڏک سک، ڀاڳ نڀاڳ، خوشي ۽ غم سڀ الله پاڪ طرفان آهن.
جن خدائي دعوى ڪئي، اهي هن دنيا ۾ ئي خراب ٿيا. جيئن مصر جي فرعون خدا هئڻ جي دعوى ڪئي. آخر ڏٺيءَ جو مٿس ڏمر ٿيو ۽ پاڻيءَ ۾ ٻڏي مئو.
هر ڪو ٻانهو چڱن عملن ڪرڻ سان ڇٽندو. حضرت سيد عبدالقادر جيلاني رحه جهڙي به قيامت جي خوفناڪ ۽ دهشت ناڪ ڏينهن کان بچي الله تعالى کان پناهه گهري.
ڪي خدا جا بندا گناهن تي زور رکندا آهن ۽ چوندا آهن ته فڪر نه آهي، خدا رحيم آهي محمد صلي الله عليه وسلم شفيع آهي. پاڻهي بخشيندا“.
جيڪڏهن ائين هجي ها ته الله پاڪ قرآن پاڪ ۾ بار بار نيڪ ڪمن ۽ عبادت ڪرڻ جو تاڪيد نه ڪري ها.
نيڪيءَ جو بدلو چڱو ملندو ۽ بديءَ جو عيوض بڇڙو هوندو.

الله تعالى عالم الغيب آهي. انسان جيڪي ڪجهه سوچي ٿو، اهو ڪيس اڳي ئي معلوم آهي.
الله تعالى سميع و بصير آهي، دانا و بينا آهي هو هر ڳالهه (ظاهر توڙي ڳجهي) ٻڌي، سڻي ۽ ڄاڻي ٿو.
ڪتاب ۾ ڪم آندل ٻولي ۽ اسلوب بيان:
مطالعي هيٺ ڪتاب ۾ ٻولي نهايت آسان ۽ اثرائتي ڪم آيل آهي. ڪتاب جو هرهڪ لفظ دل ۾ گهر ڪري ڪپي وڃي ٿو. جهڙو آهي موضوع جو نالو، اهڙي ئي سندس سليس زبان آهي.
ڪتاب مان اقتباس هيٺ ڄاڻائجي ٿو:
”آءُ تنهنجا شڪرانا مڃيان ٿو. سياري ۾ سرديءَ کان بچڻ لاءِ تو مون کي گرم پوشاڪ ڏني، اونهاري ۾ اونهاري جي لائق لباس ڏنئيم، بهار ۾ منهنجي دماغ کي طراوت ۽ تازگي، خوشبوءِ ۽ سڳنڌ مرحمت ڪيئي، خزان ۾ عبرت حاصل ڪرڻ ۽ دنيا جي قسمين قسمين مخلوقات جا خالق! هي جو اڇي پڇي آسمان تي يڪا يڪ ڪڪرن جون قطارون لڳيو وڃن، بادل پرجيو اچن، وڄون چمڪڻ لڳن، سنهي سنهي بوند برسي وڏ ڦڙو

مينهن پوي، ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي عاليشان حڪمت ڏيکارڻ لاءِ ڳڙا نازل ڪرين، هي سڀ تنهنجي قدرت جا ڪرشما ۽ حڪمت جا عشوا آهن. آءُ اهي سڀ نظارا ڏسي، اي منهنجا پروردگار ڪيئن توکي وساريان ڪيئن توکي نه ساراهيان. سڀ ڪنهن ساراهه جو لائق تون ئي آهين. سڀ ڪنهن حمد جو حقدار تون ئي آهين. تون ئي سڀ ڪنهن تعريف جو مرجع ۽ سڀ ڪنهن چڱائيءَ جو مجمع آهين. منهنجا مٺا ۽ مهربان مولا! آءُ تنهنجي ڪهڙي تعريف ڪريان. ڪريان، پر ڪري نٿو سگهان (1).“

اهڙي طرح حڪيم صاحب نالي وارن حاڪمن ۽ قبرن واري موضوع تي لکي ٿو ته:

”ڪيترا دولتمند زردار نالي وارا حاڪم زمين تي سنوان ٿيا ستا پيا آهن. نه لشڪر موجود اٿن نه سپاهه حاضر. ڪيترا اهي آهن جن جي رعب تاب، حشمت ۽ هيبت کان دنيا پيئي ڏڪندي هئي، سي ئي اجل جي هيبت کان ڏڪندا ڏڪندا آخر اکيون ٻوٽي پئجي رهيا آهن. ڪيترا اهي آهن جن جي گهرن کي شمعن ۽ بجلين ڏينهن ڪري ڇڏيو

هو. اڄ اهي انذاري ڪونڙيءَ ۾ منهن ويڙهيو پيا آهن. مطلب ته اي خالق قادر تنهنجي قدرت سان عبرت جا سامان جيڪي قبرستان ۾ موجود آهن تن تي نظر ٿي ڪجي ته اکيون ئي آليون ٿيون پون ۽ ڪڪرن وانگي اچيو وسڻ لڳن. تنهنجي پاڪ رسول محمد عليه الصلواة والسلام اي رب! محمد صلعم سچ فرمايو آهي:

”اي مسلمانو! آئون اڳي اوهان کي قبرن جي زيارت ڪرڻ کان جهليندو هوس. هاڻي بيشڪ قبرن جي زيارت ڪريو ڇو ته قبرستان ۾ وڃڻ قيامت ياد ڏياري ٿو.“ خدايا! هي حڪم تنهنجي مرسل محمد عليه الصلواة والسلام جو، مگر اسان جو حال هي جو قبرن کي اهڙو ته چٽسالين زيب زينت سان ٺهرائيندا سين جو ڏسڻ سان جيڪا قيامت ياد آئي يا عبرت حاصل ٿي سا ته بجاءِ خود رهي مورڳو قبر جي چٽسالين ۾ اکيون چنبڙي ويندي يونسين. رنگ روپ گل ڪاريون، ڏسي نڪرانداسين. جهڙا وياسين تنهن کان وڌيڪ خراب ٿي آياسين.

منهنجا مولا سائين تنهنجي عاليشان درگاهه ۾ زاريءَ سان ٻاڏائي عرض ٿو ڪريان ته مون کي ۽ منجهن سڀني پائرن کي ڪا اهڙي توفيق بخش جو قبرستان کي قبرستان سمجهي ڪجهه عبرت حاصل ڪريون“(1).

---

(1) ”ميرن جي صاحبي“ ص 120-121.

(1) ”ميرن جي صاحبي“ ص 130-132.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”ڪمال ۽ زوال“، ص 27-28.

(2) ”ڪمال ۽ زوال“، ص 32.

(3) ”ڪمال ۽ زوال“، ص 34.

(1) ”ڪمال ۽ زوال“، ص 53.

(2) ”ڪمال ۽ زوال“، ص 54.

(1) ”ڪمال ۽ زوال“، ص 57.

(1) ”ڪمال ۽ زوال“، ص 80-81.

(1) تصنيف حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”ابوالفضل ۽ فيضي“ سال 1936ع سنڌ پرنٽنگ پريس شڪارپور ۾ ڇپيو. ص 3

(1) ”ابوالفضل ۽ فيضي“ ص 88.

(1) ”ابوالفضل ۽ فيضي“ ص 102 ۽ 103.

(1) ”ابوالفضل ۽ فيضي“ ص 146

(1) ”ابوالفضل ۽ فيضي“ ص 148

(2) ”ابوالفضل ۽ فيضي“ ص 152.

(1) ”ابوالفضل ۽ فيضي“ ص 193.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”خدا هڪڙو آهي“، ص 18.

(1) ”خدا هڪڙو آهي“ ص 38-39.

8

## آفتاب ادب:

## تعارف:

سنڌي قديم سڌريل ٻولي آهي. جنهن جو ادبي ذخيرو تمام گهڻو آهي. ڪنهن به سڌريل ادبي زبان ۾ جيڪي خوبيون هئڻ گهرجن سي سڀيئي منجهس موجود آهن. اهڙي زبان جي ترقيءَ لاءِ جيڪا ڪوشش ۽ خدمت ٿيڻ گهربي هئي سا ڪا نه ٿي سگهي. ازانسواءِ ان وقت سنڌ ۾ مذهبي لحاظ کان مکيه به قومون هندو ۽ مسلمان رهندڙ هيون. هندن جو نظريو هو ته ”سنڌي زبان سنسڪرت جي پيدائش آهي تنهنڪري منجهس مسلمان ڪا عربي ۽ فارسي لفظ نه هئڻ گهرجن. اهڙيءَ طرح مسلمانن جو خيال هو ته جيئن ته سنڌيءَ ۾ عربي الفابيٽ سڄي سمايل آهي ۽ منجهس عربي ۽

فارسي لفظن جو وڏو ذخيرو موجود آهي، انهيءَ ڪري سنسڪرتي، هندي ۽ ٻين لفظن جي بجاءِ عربي ۽ فارسي لفظ ڪم آڻجن. ٻنهي ڌرين ۾ اها رسي ڪشي زور هئي. انهيءَ تي حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ پنهنجي هن مطالعي هيٺ آيل ڪتاب ۾ٻڌايو آهي ته ”ڏک جي ڳالهه آهي، جو سنڌ جا مسلمان هڪ طرف سنڌيءَ کي رسو ڳردن ۾ وجهي پاڻ ڏي ڇڪي رهيا آهن ۽ سنڌ جا هندو ٻئي طرف نوڙي ٻڇيءَ ۾ وجهي پاڻ ڏي گهلي رهيا اٿس. ويچاري سنڌي وچ ۾ انهيءَ ڇڪتاڻ جي ڪري گهوگهاٽجي اڌ مئي ٿي رهي آهي.“

مٿين ڳالهين کي خيال ۾ رکي حڪيم صاحب هي ڪتاب لکي سنڌي زبان تي مڪمل روشني وجهي سنڌي علم و ادب جي وڏي خدمت سرانجام ڏني. ساڳئي وقت ٻنهي قومن (هندن ۽ مسلمانن) کي صلاح ڏني ته ٻئي ڌريون تعصب دل مان ڪڍي سنڌي علم و ادب جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ گڏجي ڪوشش ڪن.

**مواد ۽ موضوع:**

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب سنڌي ادب ۾ ممتاز حيثيت جو حامل آهي. هي ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي سنڌي ٻوليءَ جي مختلف پهلوئن تي روشني وڌي آهي، جيڪو 125 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ علم بديع، علم بيان ۽ علم معانيءَ تي مڪمل روشني وڌي اٿس.

ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ هيٺيان موضوع ڇاڻايل آهن:

ٻولي ڇا آهي؟

**عام ٻولي**

انسان پهريائين عام ۽ نج ٻولي ٻولي ٿو ۽ پوءِ ادبي ٻولي سکي ٿو.

ادب ۽ ساهت جي شروعات

نظم يا شعر جو بنياد

عام يا نج ٻوليءَ جي حيثيت

ڪتابي ۽ اخباري ٻولي، علمي مذهبي يا ڌرمي ٻولي

ادبي ٻوليءَ جون لياقتون

عام ٻولي ۽ ادبي ٻوليءَ ۾ فرق

سنڌي سچ پچ ادبي زبان آهي
ٻولين جي اڏاوت ۽ بناوت
هاڻوڪي چالو سنڌيءَ ڪهڙين ٻين ٻولين مان اثر قبول ڪيو آهي؟
جيڪڏهن سنڌيءَ مان ٻين ٻولين جا لفظ صفا ڪڍي ڇڏجن ته باقي سنڌيءَ جو ڇا حال رهندو؟
ٻوليون قدرتي طرح روپ وٺن ٿيون
سڌريل ٻولين ۾ انقلاب ضرور ايندو آهي
دنيا جي هاڻوڪين سڀني زنده ۽ سڌريل ٻولين ۾ ٻين ٻولين جي ملاوت ٿي چڪي آهي ۽ ٿيندي رهي ٿي.
انگريزي ٻوليءَ ۾ عربي طبي لفظ
سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي ۽ فارسي وغيره لفظ ڪڏهن آيا ۽ ڪيئن آيا؟
ٻين ٻولين مان لفظن آڻڻ مان فائدو آهي يا نقصان؟
دنيا جي ٻولين جي هڪ ئي برادري آهي.
ادبي ٻولي عام ٻوليءَ کان اوچي هوندي آهي ۽ اوچي هئڻ گهرجي
غلط العام ۽ غلط العوام
تحريف

دخيل
سنڌيءَ ۾ دخيل لفظن جي مختصر فهرست
عربيءَ مان آيل دخيل لفظ
فارسيءَ جي دخيل لفظن جي مختصر فهرست
ڪن ٿورن ترڪي لفظن جي لسٽ
انگريزي دخيل لفظن جي لسٽ
انگريزيءَ کان سواءِ ٻين يورپين ٻولين جا لفظ سنڌيءَ ۾
سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻين ٻولين مان آيل لفظن جي صورتخطي، اعرابون ۽ اچار
سنڌيءَ ۾ ٻين ٻولين جي لفظن جي سورتخطيءَ ۽ اچارن جي حالت
عروضي شعر جي قافين ۾ اعرابن وغيره جي غلطي بلڪل ناجائز آهي.
عربيءَ جا ڪي مسند لفظ
فارسيءَ جا مسند لفظ
انگريزيءَ جا ڪي مسند لفظ
نه فقط سنڌيءَ ۾ بلڪه برج ڀاشا ۽ هنديءَ ۾ به انيڪ عربي ۽ فارسي لفظ صدين کان آيل آهن.

شاهه، سچل، سامي ۽ ٻين صوفي بزرگن جي ڪلام ۾ عربي ۽ فارسي لفظن جا انبار
شاهه جي رسالي مان ڪن ثورن خالص عربي لفظن جي فهرست
شاهه جي رسالي مان ڪن ثورن فارسي لفظن جي فهرست
سچل جي ڪلام مان ڪي عربي لفظ
ساميءَ جي ڪلام مان ڪي خاص عربي ۽ فارسي لفظ
بيدل جي ڪلام مان ڪي خاص عربي ۽ فارسي لفظ
رشي ڏيارام گدو مل جي ڪتاب مان خاص الخاص عربي لفظ
ڳالهائڻ جي عام ٻولي ڪهڙي هئڻ گهرجي؟
اخباري ۽ ڪتابي ٻولي ڪهڙي؟
سنڌي زبان هينئر ڪشادي زبان آهي ۽ هن ۾ ڪشادگي ڪيئن آئي؟
هندو ودوانن ۽ مسلمان عالمن، سنڌي خواندن ۽ انگريزي دانن جي سنڌي ٻوليءَ جا نمونا.
ٻاتائڻ جي ٻولي ۽ ٻاتائٽا اچار

ٻاتن جي ٻوليءَ جا مثال
لاڙ، سري ۽ وچ سنڌ جي ٻولي
انشاءَ پردازي
صورتخطي سچي ۽ صحيح لکڻ ضروري آهي.

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ عام ٻوليءَ ۽ ادبي ٻوليءَ ۾ فرق واضح ڪري ڄاڻايو آهي، هو لکي ٿو ته:

”عام ٻولي سڀ ڪو ماڻهو ننڍو خواهه وڏو، هندو خواهه مسلمان، پڙهيل خواهه اڻ پڙهيل سمجهي ۽ ڳالهائي ٿو، پر ادبي ٻولي عام ٻوليءَ کان بالا ۽ برتر آهي. انهيءَ درجي جي ٻوليءَ کي ادب ۽ ساهت سڏبو آهي. ٻولي انهيءَ درجي ۾ اچي، هڪ گلزار پربهار بنجيو پوي ٿي. ٻوليءَ جي انهيءَ ادبي گلستان ۾ قسمين قسمين چمن ۽ ٻارا ٻڌجن ٿا، گوناگون گل ۽ گلبن پوکيا وڃن ٿا. طرحين طرحين واس ۽ سڳنڌ ڦهلجن ٿا. پانت پانت جون رونقون ۽ رنگ پسجن ٿا، پري پري کان ادبي گلن ۽ ڦلن جون چڪيون، ادبي وڻن ۽ ٻوٽن جون جنسون آڻي پوکجن ٿيون يعني اهو سڀ ڪجهه سامان موجود ڪرڻو پوي ٿو، اهي سڀ مانداڻ منڊبا پون ٿا، جن

سان ادب جي گلزار ۾ سدا بهار اچي. عاشقاڻا امنگ هجن يا محاهدانا جذبا، عيش پرستيءَ جا اسباب هجن يا محنت ڪشيءَ جا اوزار، سرمايه داريءَ جو سامان هجي يا مزدوريءَ جو مانداڻ، شاهيءَ جو تخت هجي يا غربت جو تختو، بادشهيءَ جو تاج هجي يا گدائيءَ جو پيالو، سڪندري بخت هجي يا دارا جو اقبال، محتاجيءَ جو حال هجي يا اڪبري جلال، ابوالفضل جو ڪمال هجي يا علم ۽ ڪمال جو ڪال. انهيءَ هر هڪ حالت جي پر زور بيان ۽ اثرائتي اظهار لاءِ ادب ۽ ساهت ئي هڪ بهترين وسيلو آهي.

ادبي ٻولي عام ماڻهن جي ڳالهائڻ ۽ سمجهه کان مٿي آهي. اها ٻولي خاص عالمن، پڙهيل يا قدرتي ذات ذئنلن جي خاص ٻولي آهي. صرف نحو، فلسفو ۽ منطق ، بديع ۽ بيان هيئت ۽ هندسو ۽ اهڙا ٻيا علوم ۽ فنون ئي ادبي ٻوليءَ ۾ لکي سگهجن ٿا.

دنيا جي انقلابن ۾ تيغ برهنه کان وڌيڪ ادبي ڪلام ۽ ساهت جي سخن جو هٿ رهيو آهي. تاريخ جي ڪتابن ۾ چاڻايل آهي ته دنيا جون حڪومتون ترار کان ايترو ڪئو نه ڪائينديون،

جيترو قلم ڪان. قلم ادب نويسيءَ جو تيز اوزار آهي، انهيءَ ڪري ئي ڪيس شمشير قلم سڏيو ويو آهي. ياد رکڻ گهرجي ته دنيا جي ڪا به سڌريل ٻولي ادب ۽ ساهت جي خزاني کان ڪڏهن به خالي نه هوندي. جيڪڏهن ڪا به ٻولي ادب ۽ ساهت جي موجودات ۾ سچي آهي ته پوءِ هوءَ سڌريل ٻولي ئي نه چئبي(1).“

حڪيم صاحب اڳتي هلي پنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻائي ٿو ته اهل قلم هندو ۽ مسلمان اخبارن ۽ ڪتابن ۾ جيڪا ٻولي ڪم آڻين ٿا، سا به مختلف آهي. مسلمان جيڪا ٻولي لکن ٿا سا خاص مسلمانن جي پڙهڻ لاءِ هوندي آهي. اهڙيءَ طرح هندو وري پنهنجي ڪتابن ۽ رسالن ۾ جيڪا ٻولي لکن ٿا سا رڳو صرف هندن جي پڙهڻ لاءِ ئي لکي رهيا آهن. ٻنهي ڌرين جا ليکڪ جيڪي ڪتاب لکن ٿا، تن ۾ اڪثر مذهبي يا ڌرمي طرز ڪم آيل هوندي آهي، جنهن کي عام ماڻهو سمجهي ئي ڪين سگهندا آهن. اڳتي هلي ڪين صلاح ٿو ڏئي ته اخبارن ۽ ڪتابن ۾ اهڙي ٻولي ڪم آڻين جا ٻنهي قومن جا خواندا سولائيءَ سان پڙهي ۽ سمجهي

سگهن. ٻيءَ حالت ۾ هندو مسلمانن جي ڪتابن کي ۽ مسلمان هندن جي ڪتابن ۽ رسالن کي هٿ ئي ڪو نه لائيندا. اهو ئي سبب آهي جو ٻنهي ڌرين جا ڪتاب اڪثر گهٽ وڪامندا آهن.

حڪيم صاحب سنڌ جي اڳين رهاڪن جا مثال ڏيندي لکي ٿو ته: ”سنڌ ۾ اڳ ٻه هندو مسلمان رهندڙ هئا، جن سنڌي نظم ۽ نثر جي شروعات ڪئي، تن ته اهو خيال ڪو نه ڪيو ته پنهنجي نظم نثر ۾ سنڌي ٻولي هندڪي يا مسلمانڪي ويچار سان لکجي. سنڌ ۾ ڪيترائي درويش ۽ صوفي ٿي گذريا آهن. جهڙوڪ: شاهه، سچل، سامي، بيدل، بيڪس وغيره، پر انهن جو ڪلام مسلمانن توڙي هندن لاءِ هڪ جهڙو هادي هو. هنن پنهنجي نيڪ نيتيءَ سان جيڪي لکيو، تنهن سڀني جي سينن ۾ گهر ڪيو(1).“

دنيا ۾ هزارين ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون انهن مان ڪي سڌريل ۽ ادبي ٻوليون آهن ته ڪي اڻ سڌريل ۽ جهنگلي. اڻ سڌريل ٻولين ۾ ساهت ۽ ادب جو ذخيرو ڪو نه هوندو آهي، جيڪڏهن هوندو به ڪٿي ته تمام ٿورو پر سڌريل ٻولين کي پنهنجو

ادبي ذخيرو تمام گهڻو هوندو آهي. انهن جو لڳ لاڳاپو ٻين سڌريل ملڪن سان هوندو آهي.
حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي ڪتاب آفتاب ادب ۾ ادبي ٻوليءَ جون جيڪي لياقتون يا خوبيون بيان ڪيون آهن سي هيٺ ڏجن ٿيون:
ادبي زبان اها چئبي جنهن جي حرفن ۽ لفظن جا آواز سريلا ۽ سوادي هجن.
ادبي زبان ۾ اصطلاح ۽ محاورا، تشبيهون ۽ ڪنايا، مثال ۽ پهاڪا گهڻا هوندا آهن انهيءَ ڪري فصاحت ۽ بلاغت جون خوبيون به منجهس هونديون آهن.
دنيا جي هر ڪنهن شيءِ جا نالا ۽ هر ڪنهن معنى جا لفظ ادبي زبان ۾ لڀندا آهن. جي ڪن لفظن جي وٿس کوٽ هوندي آهي ته ٻين هنڌان هٿ ڪري پورائو ڪندي آهي.
ادبي زبان ۾ هڪ معنى لاءِ گهڻا لفظ ۽ هڪ لفظ جون گهڻيون معنائون هونديون آهن.
هم قافيه ۽ تڪ بندي ۽ سه حرفيءَ وارا لفظ به ادبي زبان جي خوبين ۾ شمار ٿيندا آهن.

ادبي زبان ذرين ٻولين جا ڪيترائي لفظ پاڻ وٽ آڻي ڪين هميشه لاءِ پنهنجو بنائي ڇڏيندي آهي. جيتوڻيڪ وٽس لفظن جي کوٽ نه هوندي ته به پنهنجي ساهت وڌائڻ لاءِ ٻين ٻولين کان مدد وٺڻ عيب نه سمجهندي آهي.

ادبي زبان ٻين ٻولين کي پنهنجي ذخيري مان مدد ڏيڻ ۾ ڪوتاهي ۽ ڪنجوسي نه ڪندي آهي.

جيئن جيئن دنيا ۾ علم ۽ هنر پيا وڌندا، سائنسي ايجادون پيون ٿينديون نيون نيون شيون پيون معلوم ٿينديون، تيئن ادبي ٻولي اهڙن علمن، هنرن، اصطلاحن ۽ ايجادن جي معنائن لاءِ ڪي نه ڪي لفظ پئي پيش ڪندي.

ادبي زبان ۾ هيءَ به لياقت هوندي آهي ته جيڪڏهن انسائيڪلوپيڊيا (علمن ۽ هنرن جو ذخيرو) تيار ڪجي ته ان مان آساني سان تيار ڪري سگهجي.

ادبي زبان ۾ صرف نحو جا قاعدا ۽ قانون موجود هوندا آهن انهن کي ترتيب ڏئي عملي صورت ۾ آڻي سگهبو.

ادبي زبان ۾ علم بديع و بيان ۽ علم معاني جو خزانو خوب پريل هوندو آهي(1).

فاضل مصنف مثالن سان ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته سنڌي ٻولي ٻين ڪنهن به سڌريل زبان کان گهٽ ڪين آهي ۽ دنيا جي سڌريل ۽ ادبي زبانن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿي.

---

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”آفتاب ادب عرف ساهت جو سج“، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1956ع، ص 10-11.

(1) ”آفتاب ادب“ ص 16-17 ۽ 18.

(1) ”آفتاب ادب“، ص 94-95.

## آفتاب ادب عرف ساهت جو سج

### پاڱو پيو

**مواد ۽ موضوع:**

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب جو هي حصو 85 صفحن تي مشتمل آهي. هن حصي ۾ حڪيم صاحب هيٺين موضوعن جي اپٽار ڪئي آهي:

علم بديع، علم بيان ۽ علم معافي

صنايع بدايع

صنايع بدايع لفظيءَ جا ڪي نمونا

تجنيس تام جا مثال
تجنيس ناقص جو مثال
صنايع و بدايع معنويءَ جا ڪي نمونا
علم بيان
تشبيهه جا جزا يا ارڪان
تشبيهه جا ڪي نمونا
حقيقت
مجاز ۽ ان جا قسم
استعاري جا جزا يا ارڪان
استعاري جا ڪي  نمونا
مجاز مرسل جا ڪي نمونا
ڪنايه جا ڪي نمونا
تعريض
پهاڪا
حقيقت ۽ مجاز ۾ فرق
استعاري، مجاز مرسل ۽ ڪنايي ۾ تفاوت
استعاري ۽ تشبيهه ۾ فرق
طبع صحيح ۽ ذوق سليم
اديبن ۽ مصنفن جا ڪتاب ڏسڻ گهرجن
مضمون جي بيهڪ

مسند، مسنداليه ۽ اسناد
مجاز لغوي ۽ مجاز عقلي
علم معانيءَ جي ڪن نڪتن جا نمونا
ايجاز
اطناب
ڪلام مهمل
ڪتاب ۾ ڪم آندل شعر
صنايع و بدايع جا شعر
تجنيس تام
تجنيس ناقص
ايهام
تناسب
مشاڪلت
عڪس
لف و نشر
مبالغو
مدح مشابه ذمه
ذمه مشابه مدح
حشو
علم بيان جا شعر

دلالت التزامي

مجاز

ڪنايو

علم معانيءَ جا شعر

ڪلام فصيح ۽ ڪلام بليغ

قصر

فصل ۽ وصل

اسباب زوال

حالات ليڊران قوم

اي مسلم!

سنڌي زبان تي ڪيترن ئي اديبن وقت بوقت ڪتاب پئي لکيا آهن پر حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي هيءَ تصنيف بلا مبالغي تاريخي شاهڪار جي حيثيت رکي ٿي. هن ڪتاب ۾ سنڌي نثر توڙي نظم جي هر صنف تي مڪمل روشني وڌي ويئي آهي.

انشا پردازي ۽ اعلى مضمون نويسيءَ لاءِ علم بديع، علم بيان ۽ علم معانيءَ جو ڄاڻڻ نهايت ضروري آهي. انهن ٽنهي علمن جي حڪيم صاحب هيٺين لفظن ۾ سمجهاڻي ڏني آهي:

**”علم بديع“**

علم بديع جا ٻه قسم آهن: پهريون صنايع لفظي ٻيو صنايع معنوي.

صنايع لفظي جي معنیٰ آهي ادبي ڪاريگريون جي لفظن ۾ رکليون هجن. (صنايع-جمع، صنعت-واحد) ”صنايع لفظي“ سان لفظن ۽ جملن ۾ سونهن ۽ سوڀيا پيدا ٿيندي آهي. ”صنايع معنوي“ سان معنائن ۾ خوبي ۽ محبوبي پيدا ٿيندي آهي(1).

**”علم بيان“**

”علم بيان“ اهڙن قاعدن جو نالو آهي، جن جي سمجهڻ سان هڪڙي ئي معنیٰ کي ڪيترن نمونن سان ڪم آڻي سگهجي. انهيءَ علم جو مدار آهي ”دلالت“ تي. دلالت جا ڪيترائي قسم آهن، ان جي ذريعي تشبيهه، استعارو، ڪنايو، حقيقت، مجاز ۽ ٻيون اهڙيون حالتون ٻوليءَ ۾ پيدا ٿي سگهن ٿيون(2).

**”علم معاني“**

علم معاني اهڙن قاعدن جي مجموعي کي چئبو آهي، جن جي ذريعي لفظن جي حالتن کان واقف

ٿجي ۽ ڳالهائيندڙ يا لکندڙ پنهنجي مراد بيان ڪرڻ ۾ معنوي غلطي نه ڪري. هن علم ۾ فقط ٻن ڳالهين جو بيان هوندو آهي پهريون فصاحت ٻيو بالاغت.
نوٽ: ڪتاب جو هي حصو شعر سان تعلق رکي ٿو. انهيءَ ڪري وڌيڪ ذڪر شعر واري حصي ۾ ڏنو ويو آهي(1).

**ڪتاب ۾ ڪم آندل ٻولي:**

هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي باري ۾ ئي لکيل آهي، منجهس جيڪي عنوان ڏنا ويا آهن تن مان مصنف جي سنڌي علم و ادب تي مهارت هجڻ جي پروڙ پوي ٿي. ڪتاب ۾ ٻولي نهايت سليس، با محاوره ۽ عمدي ڪم آندل آهي. جتي ڪنهن عنوان جي سمجهاڻيءَ جي ضرورت محسوس ٿي آهي اتي انهيءَ پائنٽ کي مثالن سان سهڻي نموني سمجهايو ويو آهي.
مثال طور صورتخطيءَ کي صحيح طرح پڙهڻ جي باري ۾ حڪيم صاحب لکي ٿو ته:
”ال“ وارن لفظن مثان جيڪڏهن ”حرف علت“ (واو-الف-ي) مان ڪوبه پڙهڻ مهل ڪري پوندو ۽ لکڻ ۾ قائم رهندو. جهڙو ”ابوالڪلام“ پڙهڻ

مهل ابل ڪلام ڪري پڙهبو. مگر لکڻ ۾ ”ابوالڪلام“ ڪري لکبو. ساڳيءَ طرح ”ابي القاسم ۽ ابالحسن“ کي ابل قاسم ۽ ابل حسن“ ڪري پڙهيو، مگر لکبو ”ابي القاسم ۽ ابالحسن“. اڪثر ڪري ڏسڻا واسڻا ماڻهو اهڙن اچارن کي غلط اچاريندا آهن. ابوالڪلام کي ”ابو-ال-ڪلام“ ۽ ابي الحسن کي ابي-ال-حسن“ ڪري پڙهندا آهن، جو بلڪل غلط آهي. جڏهن ته سنڌيءَ ۾ عربيءَ جي صورتخطي رواج ۾ آيل آهي، تڏهن اسان کي عربي صورتخطي ۽ عربي اعرابن کان بي پرواهه رهڻ جو ڪيتري قدر حق آهي؟“(2).

**مقصديت ۽ اهميت:**

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب مان حڪيم صاحب جي سنڌي ادبي شعور ۽ ڄاڻ جي پروڙ پوي ٿي. فاضل مصنف هن ڪتاب ذريعي سنڌي قوم کي صحيح سنڌي لکڻ ۽ پڙهڻ جي صلاح ذريعي سنڌي قوم کي صحيح سنڌي لکڻ ۽ پڙهڻ جي صلاح ڏني آهي. اهي اصول، قاعدا ۽ قانون ڄاڻايا اٿس جن

تي عمل ڪرڻ سان ٻوليءَ ۾ ترقي ڪري سگهجي ٿي. انهن مان ڪي اصول هيٺ ڏجن ٿا:
ٻولي اهڙي ڪم آڻجي جيئن سيڪو سمجهي سگهي.
ڪتابي ٻوليءَ کي مذهبي رنگ نه ڏجي، جنهن مان ٻين مذهبن وارا اجنبيت محسوس ڪن.
عام ٻولي ۽ ادبي ٻوليءَ ۾ فرق آهي. ادبي ٻوليءَ جو درجو عام ٻوليءَ کان مٿانهون آهي. ادبي ٻوليءَ جو اثر ترار کان تيز ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري حڪومتون ادبي ٻوليءَ کان ڪَؤ کائينديون آهن.
سنڌي زبان ۾ ٻين ٻولين جا جيڪي لفظ ڪم اچن ٿا انهن جو تلفظ صحيح ڪرڻ گهرجي.
سنڌي دان کي اها ڄاڻ رکڻ گهرجي ته ڪهڙا ڌارين ٻولين جا لفظ سنڌيءَ ۾ مروج ٿي ويا آهن.
علم بديع، علم بيان ۽ علم معانيءَ جي ڄاڻ انهن جي قاعدن قانونن جي واقفيت رکڻ گهرجي (1).

---

(1) ”آفتاب ادب“، ص 130.

(2) ايضاً، ص 143.

(1) ”آفتاب ادب“ ص 165.

(2) ”آفتاب ادب“، ص 80.

(1) ”آفتاب ادب عرف ساهت جو سج“، ص 10-11.

# فصل اٺون

# ”صحافت“

## (الف) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي دور جي صحافت:

انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته انگريزن کان اڳ سنڌ ۾ نه ڇاپخانا هئا ۽ نه اخبارون وجود ۾ آيون هيون. انهيءَ وقت ۾ ملڪ ۾ ڇا ٿي وهيو واپرايو، اهي خبرون چارون خابرو هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ، يا ميڙن ملاکڙن ۽ معرڪن تي عام لوڪن جي ڪن تائين پهچائيندا هئا(1).

سنه 1843ع ۾ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ بعد سنڌ ۾ سڀ کان پهرين اخبار ”ڪراچي ائڊورٽائيز“ سنه 1845ع ۾ ان وقت جي فوجي گورنور سر چالس نيپيئر جاري ڪئي. جيئن ته موصوف جنگي اصولن جي پچڪڙي ڪري زوريءَ سنڌ تي قبضو ڪيو هو، انهيءَ ڪري

ڏيهه توڙي پرڏيهه جي باشعور ماڻهن سندس سياسي حڪمت عمليءَ جي مخالفت شروع ڪئي هئي. انهيءَ ڪري هيءَ اخبار پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ لاءِ ڪڍي هئائين(2).

ٻي اخبار ”سنڌين“ سنه 1854ع ۾ ڪراچيءَ مان مسٽر ”اي.ڊبليو.اسٽرينج“ جاري ڪئي جا انگريزن جي فائدي ۾ لکندي رهي هئي. ان جي هڪ خبر هيٺ ڏجي ٿي:

”پنجاهه هزار ايرانين ٽن يا چئن روسي آفيسرن جي زير ڪمان نوشهرو تي قبضو ڪيو پر انگريزن وري ان تي قبضو ڪيو. هن جنگ ۾ ٽي هزار روسي مري ويا“(1).

ان ڪان پوءِ سنه 1855ع ۾ مفرح القلوب ”نالي فارسي اخبار شمس العلماءَ مرزا مخلص علي بيگ جاري ڪئي. هن اخبار جي خريدارن ۾ ائوڌ جو نواب واجد علي شاهه، مسقط جو سلطان، ايران جو ولي عهد، اصفهان جو گورنر، خيرپور جو والي مير علي مراد خان ۽ آغا علي شاهه جا نالا قابل ذڪر آهن (2). سن 1858ع ۾“ ”فوائد الاخبار“ نالي هڪ هفتيوار اخبار نڪتي هن جو

ڀهريون پرچو 15 مئي تي جاري ٿيو. هيءَ اخبار فارسيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ شايع ٿيندي هئي ۽ گورنمينٽ پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپبي هئي. منجهس مختلف موضوعن تي ليک ۽ مضمون شايع ٿيندا هئا. جن مان اڪثر ڪري تعليم، تعليم جي ترقي ۽ اوسر تي لکيل هوندا هئا.

هن اخبار جي پهرين پرچي ۾ سنڌ جي تاريخ، زراعت، سائنس، ننڍي کنڊ توڙي يورپ جي واقفيت ۽ حالتن تي مضمون ۽ خبرون ڏنيون ويندون هيون. هيءَ اخبار تعليم کاتي طرفان جاري ڪئي ويئي هئي ۽ ان جي تقسيم اسڪولن ۽ مڪتبن تائين محدود هئي(3).

ان بعد سنه 1860ع ۾ شمس العلماءُ مرزا مخلص علي بيگ هڪ ٻي اخبار ”مطلع خورشيد“ نالي سان سکر مان جاري ڪئي. جنهن جو ايڊيٽر محمد شفيع مستري هو. هيءَ اخبار ٻن ڪالمن ۾ ورهايل هوندي هئي. هڪ ڪالم فارسيءَ جو ۽ ٻيو ڪالم سنڌيءَ جو. اخبار ۾ مختلف موضوعن تي مضمون، انگريز سرڪار جا قانون ۽ ٻيون خبرون هونديون هيون(4).

سنه 1866ع ۾ تعليم کاتي طرفان ”سنڌ سڌار“ هفتيوار اخبار جاري ٿي ۽ هر جمعي تي شايع ٿيندي رهندي هئي. ان جو پهريون ايڊيٽر مرزا صادق علي بيگ هو. هيءَ اخبار 1884ع ۾ ”سنڌ سڀا“ نالي هڪ جماعت جي حوالي ڪئي ويئي.

سنه 1868ع ۾ ”سنڌ آفيشل گزيٽ“ نالي سرڪار طرفان هفتيوار اخبار جاري ٿي، جيڪا هڪ ئي وقت سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ شايع ٿيندي هئي. اخبار ۾ سرڪاري پڌرايون ۽ اهم اعلان ڏنا ويندا هئا(1).

سنه 1880ع ۾ مرزا صادق علي بيگ ڪراچيءَ مان هڪ ٻي اخبار ”معين الاسلام“ جاري ڪئي. هيءَ اخبار سنه 1885ع تائين هلي. هن اخبار جي باري ۾ سيد غلام مرتضى شاهه نئوي پنهنجي ڪتاب ”زليخان“ ۾ ساراهه ڪندي لکيو آهي ته:

ڪڏي ”اڪيل“ جا اخبار عمدي،
منجهاران فارسي بيار عمدي
”معين“ آهي سندس سنڌي جا اخبار،
برابر آهي سا چڻ گهر ٻار.(2)

سنه 1899ع ۾ شيخ محمد سليمان، سکر جي ڊپٽي ڪليڪٽر سردار محمد يعقوب جي ڪوشش سان سکر مان ”الحق“ اخبار جاري ڪئي. هڪ سال بعد اخبار کي حيدرآباد منتقل ڪيو ويو. ليڪن 1907ع ۾ وري ڪيس پنهنجي ماڳ موٽايو ويو. هن اخبار جو مقصد سنڌي مسلمانن ۾ آزاديءَ جو شعور، سياسي، سماجي، تعليمي ۽ اخلاقي حالت سڌارڻ هو. ساڳئي سال ساڌو هيرانند پنهنجي ”اڪيڊمي اسڪول“ حيدرآباد مان ”سر سوتي“ نالي ماهوار رسالو جاري ڪيو، جنهن ۾ ان وقت جي مشهور ليکڪن ۽ شاعرن جون تخليقون شايع ٿينديون هيون. منجهس هندو سماج تي لکيل مضمونن، تن تي کان سواءِ تعليمي، اخلاقي ۽ تنقيدي مضمون خبرون ۽ نوٽيس شايع ٿيندا هئا. 1905ع ۾ هن ئي رسالي ۾ لعل چند امر ڏني مل جو ناول ”چوٿ جو چنڊ“ قسطوار شايع ٿيو ۽ سنه 1930ع ۾ وري پيرومل مهر چند هن رسالي مان ساڌو هيرا نند جون ڪهاڻيون ڪڍي ”هيري جون ڪڻيون“ نالي ڪتاب شايع ڪرايو(1). انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ بابو بئنرجيءَ جي اوم سان

”پرڀات“ نالي هڪ هفتيوار اخبار نڪتي، ان جو مهتمم سر گواسي ليڪراج تلوڪ چند هو(2). سنه 1886ع ۾ دو هفتي اخبار ”جوت“ نڪتي، جيڪا پهريائين حيدرآباد مان شايع ٿيندي هئي، پوءِ ڪراچيءَ منتقل ڪئي ويئي. هن اخبار وسيلي ”عيسائيت“ جو پر چار ڪيو ويندو هو. ان کان سواءِ سنڌي علم و ادب جي به خدمت ڪيائين. ان اخبار ۾ شايع ٿيل مضمونن جو مجموعو ”گل ڦل“ نالي ڪتاب ۾ موجود آهي. ان کان سواءِ ان ۾ شايع ٿيل نقل، ٽوٽڪا ۽ آکاڻيون گڏ ڪري، چئن حصن ۾ ”دلبهار“ نالي ڪتاب ۾ شايع ڪرايون ويون. هن اخبار جو پهريون ايڊيٽر پرمانند ميوارام ۽ پوءِ ”فادر ڪوٽواٽي“ ٿيو. هيءَ اخبار سنه 1946ع ۾ بند ٿي ويئي.

سنه 1900ع ۾ سنڌ سرڪار طرفان ”رساله زراعت“ جاري ٿيو، جنهن ۾ زراعت تي معلوماتي مضمون ۽ خبرون شايع ٿينديون هيون. هي ماهوار رسالو هو.

جيئن سنڌ مدرسه جي قائم ٿيڻ کان پوءِ ”مدرسه معاون“ اخبار جاري ٿي تيئن دي جي ڪاليج

ڪراچيءَ طرفان وري ڇهه ماهي ”مسيلني“ جاري ٿي، جنهن جو باني ”ساڌو ٿانورداس واسواڻي“ هو. هي مخزن سنڌي، گجراتي ۽ انگريزي حصن تي مشتمل هئي (1). ساڳئي سال ڪراچيءَ مان ”سناتن ڌرم سڀا“ ماهوار رسالو ”سناتن ڌرم پرچارڪ پتر“ جاري ڪيو جو سنه 1947ع تائين سنڌي ٻولي ۽ سناتن ڌرم جي خدمت ڪندو رهيو هن جو پهريون ايڊيٽر سوپراج شرما ۽ ٻيون تيجو رام شرما هو.
سنه 1902ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد مان ”اخبار تعليم“ جاري ٿي، جنهن جو پهريون ايڊيٽر پرنسيپال ديوان تارا چند هو. هن اخبار ۾ اصلاحي، تعليمي، ثقافتي ۽ تاريخي مضمونن سان گڏ تعليم کاتي جا پڌرناما ۽ ملڪي خبرون ڏنيون وينديون هيون. هيءَ اخبار سنه 1971ع کان فيبروري 1981ع تائين بند هئي، مارچ 1981ع کان ساڳئي اداري مان وري جاري ڪئي ويئي آهي. جنهن جي ايڊيٽريءَ جا فرائض ڊاڪٽر عبدالجبار مغل ادا ڪري رهيو آهي(2).

سنه 1903ع ڌاري محمد هاشم مخلص جي ادارت هيٺ ”تحفه احباب“ نالي ماهوار رسالو جاري ٿيو. ان ۾ سندس هڪ مضمون حڪومت جي خلاف شايع ٿيو جنهن ڪري ڪيس روپوش ٿيڻو پيو ۽ رسالو بند ٿي ويو. سنه 1905ع ۾ محمد اسماعيل جان سرهندي ”اصلاح“ نالي رسالو جاري ڪيو. هي مذهبي نوعيت جو رسالو هو ۽ ڪراچيءَ مان شايع ٿيندو هو.

ساڳئي سال تولا رام ٻالاڻي ”ماتا“ نالي اخبار جاري ڪئي. جنهن ۾ ”لارڊ ڪرزن“ جي بنگال واري ورهاڱي جي فيصلي تي چوهه چنڊيا ويا جنهن ڪري سندس اخبار ضبط ڪئي ويئي(3).

ان کان هڪ سال پوءِ ويرومل بيگراج سکر مان ”سنڌي“ اخبار جاري ڪئي. هن اخبار جو بنياد هندو ڪٽر پڻي تي ٻڌل هو. هيءَ اخبار لاڳيتو چاليهه سال هلي(1).

سنه 1908ع ۾ ڪولسنگ پوهومل ”سنڌ واسي“ نالي پهرين پهرين روزاني اخبار جاري ڪئي. سنه 1909ع ۾ محمد هاشم مخلص حيدرآباد مان ”جعفر زٽلي“ جي نالي سان ماهوار رسالو جاري

ڪيو ويو جو قرضي ايڊيٽر جي نالي سان شايع ٿيندو هو. هي رسالو ظرافت جي ڪري انهيءَ دور ۾ ڏاڍو مقبول هو(2).

ويهين صدي جي شروع واري زماني ۾ بر صغير هندو پاڪ جي مسلمانن توڙي هندن انگريز بهادر جي حڪمت عملي يعني غير منصفانه ۽ تشدد واري پاليسيءَ کي محسوس ڪري انگريزن جي حڪومت خلاف آواز اٿاريو. عام راءِ کي پنهنجي خلاف وڌندو ڏسي حڪومت طرفان مختلف قسمن جا قانون نافذ ڪيا ويا جن موجب اظهار راءِ تي پابنديون قائم ڪيون ويون. ملڪي ماڻهن ۾ ٽي پارٽيون قائم ٿيون. 1. انتها پسند، جي ڌارئي حڪومت جي بلڪل خلاف هئا ۽ فوري آزاديءَ جي تقاضا ڪري رهيا هئا. 2. وقت شناس جيڪي حڪومت جي ڪن پاليسين سان تعاون ڪندا هئا. 3. لبرل پارٽي جيڪي پهريائين حڪومت جي خلاف هئا پر پوءِ ان جو ساٿ ڏيندا رهيا.

حڪومت جي خلاف جيڪا جدوجهد ٿيندي رهي، اخبارن ۽ عام راءِ تي ان جو اثر پوندو رهيو ۽ ساڳئي وقت حڪومت جا قوانين به سخت ٿيندا

رهيا. اها تسليم شده حقيقت آهي ته صحافت، عوام
جي آواز جي تحريري صورت ۾ ئي شڪل آهي.
بهرحال ديسي ماڻهن وائسراءِ جي ڪائونسل، فوج
۽ ٻين ڪليدي عهدن حاصل ڪرڻ جي تقاضا
ڪئي ۽ دستوري مراعات لاءِ گهر ڪئي پر
حڪومت اهڙين ڳالهين جي سخت خلاف هئي ۽
برطانيه حڪومت نٿي چاهيو ته ديسي ماڻهن کي
حڪومت ۾ شامل ڪجي انهيءَ ڪري هندستاني
ليڊرن تي سختيون ڪيون ويئون. مهاتما گانڌي ۽
علي برادران، بي لوث ۽ مخلص قومي رهنمائن
کي قيد ڪيو ويو. مسز ائني بيسنٽ (جا عورتن ۾
هند جي مشهور قومي ليڊر هئي) کي اوٽا ڪمنڊ ۾
بند ڪيو ويو. ازانسواءِ اسلامي ملڪن جي داخلي
معاملات ۾ مغربي ملڪن جي داخلي معاملات ۾
مغربي ملڪن جي بيجا مداخلت سبب هندستاني
مسلمان گهڻو متاثر ٿيا. خاص طرح سنڌ تي اهڙن
واقعن جون اخبارون به بچي نه سگهيون ۽ هتي
آزادي حاصل ڪرڻ جي تڙپ ۽ جدوجهد تيز
ٿيندي ويئي. هنن معاملن ۾ پريس جيڪو رويو
اختيار ڪيو تنهن جي بنياد تي هن دور کي

صحافت جي عروج وارو دور چئي سگهجي ٿو. ملڪ ۾ نقل و حمل جي طريقن گهڻي ترقي ڪئي. خلافت تحريڪ زور ورتو. بالڪن جنگ جي ستايلن جي امداد لاءِ انجمن حلال احمر قائم ٿي. 1914ع واري جنگ کان پوءِ انجمن خدام ڪعبه قائم ٿي. سنه 1917ع ۾ خلافت تحريڪ ۽ ان کان پوءِ سنه 1919ع ۾ هجرت تحريڪ شروع ٿي جنهن جو سنڌ جي مسلمانن تي گهڻو اثر پيو. مسلمانن انگريز سامراج جي خلاف جهاد جون تياريون ڪيون، ملڪ جا مقتدر علماءَ جهڙوڪ مولانا تاج محمد امروٽي، مولانا محمد صادق کڏي وارو، شيخ عبدالمجيد سنڌي، جان محمد جوڻيجو، پير تراب علي شاهه راشدي، مرحوم غلام پرڳڙي ميدا ۾ ٽپي پيا. شيخ عبدالمجيد سنڌ بمبئي کان علحدگيءَ جو سوال هٿ ۾ ڪنيو. اهڙين حالتن ۾ ضروري هو ته مسلمانن جي راءِ اظهار لاءِ اخبارون شروع ڪيون وڃن.

هندستان ۾ شروع ڪيل عليگڙهه تحريڪ جو اثر سنڌ ۾ به پيو(1). سنڌ جي الحق ۽ آفتاب اخبارن ان تحريڪ کي تقويت پهچائي. پر ان جي بر

عڪس خلافت تحريڪ ۽ بين اهڙين تحريڪن، جن جو عليگڙهه تحريڪ سان بنيادي اختلاف هو تن جڏهن سنڌ ۾ زور ورتو تڏهن انهن جون اخبارون پڻ شروع ٿيون. سنه 1918ع ۾ غلام محمد پرڳڙي، حيدرآباد مان الامين اخبار جاري ڪرائي. جنهن ۾ شيخ عبالمجيد ۽ مرحوم محمد هاشم مخلص ايڊيٽر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو. اها اخبار مسز ائني بيسنت جي تحريڪن ”هوم رول“ ۽ ”ٿياسافيڪل سوسائٽي“ جي اصولن ۽ نظرين موجب هلندي هئي.

هوم رول تحريڪ جي پاليسي اها هئي ته هندو مسلمان گڏجي برطانيه کان سوراج (آزادي) حاصل ڪن. پڇاڙيءَ واري وقت ۾ ائني بيسنت به انگريزي حڪومت جو ساٿ ڏيڻ شروع ڪيو. شيخ عبدالمجيد صاحب هوم رول تحريڪ بابت الامين اخبار ۾ زبردست مضمون لکيا، جن ماڻهن ۾ آزاديءَ جي جذبي کي اڀاريو ۽ هنن ڌاري حڪومت خلاف پاڻ کي تيار ڪرڻ شروع ڪيو. ان کان سواءِ پرڳڙي صاحب ”ڀارت واسي“ نالي روزانه اخبار شروع ڪرائي جنهن جو ايڊيٽر

مسٽر چيٺمل پر سرام هو. هيءَ اخبار به الامين جي پاليسيءَ تي هلندي هئي.

سنه 1919 ۾ رولٽ ائڪٽ پاس ٿيڻ ڪري ڌڙا ڌڙ گرفتاريون شروع ٿيڻ لڳيون، جنهن ڪري ديسي ماڻهن جو حڪومت مان ڀنهه پروسو نڪري ويو(1). سرڪار جي انهيءَ تشدد جي پاليسيءَ جي اثر کان اخبارون ۽ انهن جا ايڊيٽر به بچي نه سگهيا. خاص طرح حيدرآباد انهن ڏينهن ۾ صحافت جو مرڪز هو.

پهرين آگسٽ 1920ع تي حيدرآباد جي راڻي باغ ۾ مولانا شوڪت علي جي صدارت هيٺ خلافت ڪانفرنس سڏائي ويئي، جنهن ۾ مهاتما گانڌيءَ به شرڪت ڪئي. ان ڪانفرنس ۾ ”عدم تعاون“ جو نعرو بلند ڪيو ويو. سنڌي مسلمانن سرڪاري نوڪريون، اسڪول، ڪاليج، ڪائونسلون ۽ خطاب ڦٽا ڪيا. انهيءَ دور ۾ سر عبدالله هارون ڪراچيءَ مان ”الوحيد“ اخبار جاري ڪئي، جنهن ۾ خلافت ڪانفرنس ۾ وقت بوقت ٿيندڙ ڪارروايون، رٿن ۽ مشورن بابت مواد ڇپبيو رهندو هو (1)* . شيخ عبدالمجيد سنڌي هن اخبار

جو روح روان رهيو. هن اخبار سنڌي مسلمانن جي فلاح و بهبود لاءِ گهڻو ئي پاڻ پتوڙيو. سنڌ جي هيءَ پهرين اخبار آهي، جنهن کي شباب نصيب ٿيو ۽ گهڻي وقت تائين مسلم قوم جي رهنمائي ڪندي رهي. هن اخبار جا ڪيترائي ايڊيٽر مختلف وقتن تي پنهنجون خدمتون سر انجام ڏيندا رهيا. جهڙوڪ: محترم قاضي عبدالرحمان، شيخ عبدالمجيد سنڌي، مسٽر نبي بخش، شيخ عبدالسلام، قاضي خدا بخش، مير الهه بخش ٽالپر، مولانا دين محمد وفائي، مولوي عبدالغفور سيتائي، مشتاق احمد ابڙو وغيره(2). ساڳئي سال يعني سنه 1920ع ۾ لاڙڪاڻي مان مولانا دين محمد وفائي ”الڪاشف“ نالي هڪ رسالو جاري ڪيو. سنه 1923ع ۾ وفائي صاحب هڪ ٻيو ماهوار رسالو ”توحيد“ جاري ڪيو. انهيءَ ئي سال سکر مان هڪ سِه روزه اخبار ”سنڌ زميندار“ جاري ٿي، جا سنه 1957ع تائين چالو رهي. هن اخبار جو خاص مقصد هو سنڌ جي زميندارن جي تڪليفن کي دور ڪرڻ جي

ڪوشش ڪرڻ. ساڳئي وقت پبلڪ جو اواز به بلند ڪندي رهي.
هن اخبار جي ايڊيٽر مسٽر عبدالواحد، در محمد اويسي، پير علي محمد راشدي، مولوي عبدالغفور سيتائي ۽ خير محمد اوحدي ٿي رهيا. سنه 1924ع ۾ مرحوم محمد هاشم مخلص هڪ هفتيوار اخبار ”مسلمان“ نالي مير پورخاص مان جاري ڪئي. هيءَ اخبار ادبي، مذهبي ۽ سياسي نوعيت جي هئي.
انهن کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون ئي هفتيوار ۽ ماهوار اخبارون جاري ٿيون، جيڪي مذهبي پرچار يا فرقيوارانه مفاد جي سلامتيءَ لاءِ ڪجهه وقت هلي بند ٿي ويون ۽ ڪي وري ڪافي عرصو نڪرنديون رهيون. جهڙوڪ: الحقيقت، نومسلم، صداقت اسلام، ترقي، الجامعة (1925) (حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي)، روح رهاڻ، (1924)، الرشيد ۽ الحزب 1927ع، جن جو ايڊيٽر پير علي محمد راشدي هو. انهيءَ ئي سال هڪ خلافتي نوجوان نواب خالقداد خان شڪارپور مان ”تنظيم“ نالي هڪ اخبار جاري ڪئي. سنه

1930ع ۾ سکر مان ”المنار“ ماهوار رسالو جاري ڪيو ويو. جنهن جو ايڊيٽر مسٽر عبدالرحيم آزاد هو، (جو پوءِ خيرپور رياست جو چيف جج مقرر ٿيو.) انهيءَ اخبار جي پاليسي سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ بابت هئي. انهيءَ اخبار جو سرپرست پير علي محمد راشي هو. پير حسام الدين شاهه ۽ رحيم داد مولائي شيدائي مکيه ليکڪ هئا. سنه 1934ع ۾ پير علي محمد شاهه راشدي سکر مان هڪ ٻي اخبار ”ستارهه سنڌ“ نالي جاري ڪئي. هيءَ اخبار علمي، ادبي ۽ تحقيقتي مضمونن سببان پڙهيل طبقي ۾ گهڻو مشهور هئي. ان کان سواءِ پير صاحب ڪراچيءَ مان ”صبح سنڌ“ نالي هڪ ادبي ۽ سياسي مضمونن سان پرپور اخبار ڪڍي. ان دور جون ٻيون اخبارون مرغ فلڪ، طيراً ابابيل، نور الاسلام ۽ مسلمان هيون. جن سنڌ ۾ سياسي نظرين کي فروغ ڏنو ۽ ظرافت جو نئون رجحان پيدا ڪيو. ”مسلمان اخبار“ ۾ ”ڪندو ڪوهستاني“ لکندو هو. سنڌ جا چار صحافي هن دور جا بهترين طنزنگار، بحث مباحثه جا ماهر ۽ سنڌي نفسيات

جا چاڙهو ليکيا ويندا هئا. مرحوم شمس الدين بلبل، محمد هاشم مخلص، مولوي نور محمد نظاماڻي ۽ پير علي محمد شاهه راشدي. انهيءَ دور جا ادبي رسالا هئا: قاضي عبدالرزاق جي علمي دنيا سنه 1930ع، بولچند راجپال جي سنڌو 1932ع مرحوم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي سرپرستيءَ ۾ هفتيوار اصلاح، 1936ع ۾ نڪتي (جيڪا پوءِ سه روزهه ٿي ۽ پڇاڙيءَ ۾ روزانه شايع ٿيندي هئي. هن جو ايڊيٽر مولوي عبدالغفور سيتائي هو)، محمد خان غنيءَ "مخلص" جو سنه 1938ع، ٻالڪن جي ٻاريءَ جو گلستان، لاڙڪاڻي مان سنڌي سڌار سوسائٽيءَ جو "اديب سنڌ"، محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي ماهوار عبرت، سنه 1941ع ۾ سنڌي مرڪزي صلاحڪار بورڊ جو "مهراڻ"، سنه 1942ع کان شايع ٿيو. مسلمانن جي متحد ڪوشش ۽ مسلم پريس جي مسلسل جدوجهد سببان سنڌ، بمبئي جهڙي ڏورانهين صوبي جي تسلط کان هميشه لاءِ آجي ٿي ويئي. اٽڪل سئو سال کن اسان خاص طرح مسلم قوم قابل رحم حالت ۾ گذاريا پر صوبائي خودمختياري حاصل ڪرڻ بعد اسان جي

ترقيءَ جي راهه ۾ وري ٻيون رڪاوٽون حائل ٿيون. اڳي اسين فقط انگريز حڪمران ڌانهن جوابدار هئاسون پر پوءِ سنڌ جو جيڪو ٻيو مالڪ ”هندو“ پيدا ٿيو سو اسان جي مٿان مير جعفر ۽ صادق جي معرفت حڪومت هلائڻ لڳو، هي ننڍو مالڪ پنهنجي وڏي آقا کان وڌيڪ سفاڪ ۽ تنگ مزاج هو. اهڙيءَ طرح ٻنهي (انگريزن ۽ هندن) گڏجي نهايت فاتحانه انداز سان مسلمانن جي حقوق، مفاد ۽ جذبات کي ڪچلڻ شروع ڪيو. نتيجو اهو ٿيو جو مسلمان قوم مٿين ٻنهي قومن کان بدظن ۽ بد دل ٿي پنهنجي آزادي ۽ آزاد ملڪ حاصل ڪرڻ جي جدوجهد شروع ڪري ڏني(1).

## حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جون سنڌي صحافت ۾ خدمتون

حڪيم صاحب جي تصنيف ۽ تاليف جي مطالعي مان اهو بخوبي ظاهر ٿئي ٿو ته سندس نثر نه رڳو علم ادب، سيرت، سوانح نگاري، تاريخ، تنقيد، وغيره لاءِ موزون آهي پر صحافت ۽ اخبار نويسي جي موضوعن متعلق به اصلاحي، انقلابي

۽ جامع تصنيف جو ڪم ڏئي ٿو. هن صحافت جي ميدان ۾ معياري ادب، علم ۽ صحافت تي مشتمل رسالا ۽ اخبارون وغيره جاري ڪري مسلمانن جي معاشي، ديني ۽ دنيوي اصلاح خاطر اثرائتا اپاءَ ڏسيا.

شروع ۾ سندس علمي ۽ ادبي مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيڻ لڳا، جنهن ڪري سندس نالو سڄي سنڌ ۾ مشهور ٿي ويو. سنه 1899ع ۾ ”الحق“ اخبار سکر مان شايع ٿي. پوءِ هيءَ اخبار حيدرآباد مان نڪرڻ شروع ٿي، جنهن ۾ حڪيم صاحب ڪجهه وقت ايڊيٽر ٿي رهيو، ۽ سنه 1913ع ۾ ماهوار ”الاسلام“ جو سرپرست ٿيو(1). پوءِ ته سندس گهڻو تعلق قوم جي ترجمان روزانه ”الوحيد“ اخبار سان رهيو. جنهن ۾ وقت بوقت سندس مضمون ۽ شعر شايع ٿيندا هئا. سنه 1925 ۾ رسالہ ”الجامعه“ مدرسه اسلاميه و يتيم خانه ڪراچي مان جاري ڪيائين. الوحيد اخبار سان ڏهه - ٻارهن سال نڀايائين پر پوءِ شيخ عبدالمجيد مرحوم (جو انهن ڏينهن ۾ الوحيد جو ايڊيٽر هو) سان سياسي اختلاف هئڻ سبب الوحيد

سان تعلق ختم ڪري سنه 1936ع ۾ رساله ”اصلاح“ به جاري ڪيائين. جنهن جو ايڊيٽر مولوي عبدالغفور سيتائي کي مقرر ڪيو ويو. ڪجهه عرصي کان پوءِ مولوي صاحب اصلاح کي ڇڏي وڃي االوحيد جو ايڊيٽر ٿيو. الوحيد ۽ اصلاح جي پاليسين ۾ اختلافن هئڻ ڪري، هڪ ٻئي جي اڪثر خلاف لکنديون رهنديون هيون، هڪ ٻئي تي حملا ۽ جَلهون ڪنديون رهنديون هيون. اهي اخبارون جي پهريائين علم و ادب، سياسي ۽ تنقيدي مضمون لکي سنڌي ادب جون خدمتون سر انجام ڏينديون هيون سي سياسي اختلاف ۽ دشمنيءَ ڪري هڪ ٻئي جي خلاف سخت توهين آمز مواد لکڻ لڳيون اها ڳالهه ٻنهي ڌرين لاءِ نقصانڪار ثابت ٿي. هندن کي وجهه لڳو ۽ هندو پريس مٿن تنقيد ڪرڻ لڳي(1).

شيخ عبدالله ”عبد“ صاحب ”قلندر نامه“ جي مُنڍ ۾ حڪيم صاحب بابت لکي ٿو ته ”حڪيم صاحب“ ”اصلاح“ نالي اخبار جاري ڪئي جا پهريائين

هفتيوار هئي ۽ پوءِ روزاني ٿي، مولوي عبدالغفور سيتائي ان جو ايڊيٽر هو.

حڪيم صاحب پاڻ به انهيءَ اخبار لاءِ مضمون لکندو هو. سندس مضمونن لکڻ جي ڪيفيت به عجيب هوندو هئي. دواخاني ۾ مريضن لاءِ نسخا به پيو لکندو هو ۽ ملاقاتين سان گفتگو به پيو ڪندو هو ته اخبار لاءِ مضمون به پيو لکندو هو. سندس مضمون هر نوع جا معياري ۽ بلند پايه جا هوندا هئا، اخباري مقبوليت به انهن ادبي شهپارن ڪري هوندي هئي. سندس تنقيدي مضمون به الوحيد کان سواءِ اصلاح ۾ شايع ٿيندا هئا. جي نه رڳو انهيءَ وقت جي ادب ۽ سياست جي تصوير پيش ڪندا هئا پر انهن جي ڪري سنڌي ادب ۾ ڪافي اضافو آيو“[(2).]

الوحيد اخبار مان حڪيم صاحب جي مضمونن جا ڪي اقتباس هيٺ ڏجن ٿا:

”هڪ ٻئي جي مذهبن کي ڏڪارڻ، هڪ ٻئي جي بزرگن کي بدشد ڳالهائڻ ۾ به ڪا انسانيت آهي؟ ڌارين دشمنن سان لڙي اڪ ڪارا ڪيو، هاڻي لڳا آهيو پاڻ ۾، چو ٿا بغض جي باهه پڙڪايو!

چو ٿا دشمني وڌايو، چو ٿا ڏڪار جي ڏوڙ وسايو. هيءَ هڪ اهڙي ڳالهه آهي، جنهن گهڻن گهرن کي مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. هيءَ هڪ اهڙي مصيبت آهي، جا جيڪڏهن چوٽ چڙهي ڏجي ته ملڪ ٻري ويندو. هي ڪو ٻن ڇئن ڄڻن جو جهيڙو نه آهي، هي ڪا معمولي ڳالهه: تون ڇا تون ڇا نه آهي ۽ نه وري ڪا دنيا جي جنگ آهي. هيءَ قومن جي لڙائي ۽ مذهبي جنگ آهي، ان کي وڌائڻ سخت ناداني آهي. تنهن ڏينهن آنربل مسٽر هر چند راءِ جي آفيس ۾ گڏ ٿيا هئاسين. سڀيون مٺيون ڳالهيون هيون، چڱا چڱا خيال هئا، هڪ ٻئي کي پئي سمجهايوسون. باهه کي پڙڪڻ ۽ دوئي جي دونهي کي دکڻ نه ڏجي. جتي جتي اهڙو حال ڏسجي، اتي وجي ڪو خير جو چندبو هڻجي. اجهو خير پور ناٿن شاهه جي پاسي ڪنهن نالائق نادان قرآن پاڪ ۽ مسلمانن جي پاڪ مذهب تي سخت حملا ڪيا آهن ۽ ان بابت هڪ ڪميڻو رسالو لکيو آهي. سحانن جي طرفان جوابن جون تياريون آهن ۽ هئڻ به گهرجن. انهيءَ مان ڪهڙا نتيجا نڪرندا، سي سڀ ڪو

سمجهي سگهي ٿو. اڃا به اسان جا هندو مسلم بورڊ وارا ماٺ ڪري تماشو ڏسندا!.

ڪم ڪرڻو اٿو ته اٿو، اتفاق قائم رکڻو اٿو ته ڪڙي تپايو. عملي طور ڪم ۾ هٿ وجهو، بورڊ جي به باقاعيده جماعت بنايو. پيسي جي موجودات رکو. ميمبر ڪريو، پرچارڪ پيدا ڪريو، جي ڳوٺن ۾ وڃي هندو مسلم اتفاق جي ضرورت تي خوب ڳالهائين. جتي خرابي ٿيڻ جو امڪان هجي اتي بزرگن مان ڪي چڱا مڙس پاڻ ببهي خير ڪرائين، نه ته جهيڙو، ناداني ۽ شيطاني شروع ٿي ته خير نه آهي ۽ ڇا مان ڇا ٿي پوندو (1)“.

حڪيم صاحب انسانيت ۽ مذهب بابت پنهنجو رايو هيٺين لفظن ۾ پيش ڪري ٿو.

”آئون انهيءَ خيال جو ماڻهو آهيان ته انسان ڪي پهرين انسان ٿيڻ گهرجي پوءِ هندو مسلمان. انسانيت ئي دين الفطرت ۽ دين الخاص آهي. جيڪڏهن ڪنهن هندو يا مسلمان ۾ انسانيت ڪانهي ته هو وحشي ٿي ٿو گذاري. آئون يقين سان چوندس ته نه هو هندو آهي نه مسلمان. انسانيت ڪي سمجهڻ ۽ نپائڻ ئي مذهب آهي.

جيڪڏهن ڪو هندو يا مسلمان انسان سڏائي جانورن جهڙا ڪم ڪري ٿو ته هو لامذهب چئبو، هندو يا مسلمان ڪين ڪوٺبو. جنهن مذهب ۾ انسانيت جي ترقيءَ جي تعليم ڪانهي، انهيءَ مذهب کي مذهب ئي سڏي نٿو سگهجي. انسان جي معنى ئي آهي هڪ ٻئي سان انس ۽ ٺاهه ۾ هلڻ. مون کي اگرچ اوهان جي خيالات سان ڪجهه قدر اختلاف آهي ۽ ممڪن آهي ته سنڌ جي ٻين صاحبن جو حال به ساڳيو هجي ته به مون ضروري سمجهيو ته اوهان جي خيالات کي سنڌ جي پبلڪ تائين پهچائجي(1).“

انگريزن کان آزادي وٺڻ واري تحريڪ ۾ حصو وٺڻ دوران حڪيم صاحب آزاديءَ بابت اخبار ”الوحيد“ ۾ ڄاڻائي ٿو ته:

”آزاديءَ جي مراد ۽ نتيجو فقط شڪم پروري يا تن پوشي يا اهڙين دنيوي ضرورتن تائين محدود نه هئڻ گهرجي. زندگي فقط پيٽ پالڻ ۽ چيٽي لاهڻ لاءِ نه آهي. جنهن لاءِ جان جوکي ۾ وجهي قربانيون ڪري آزادي حاصل ڪجي. ڇا، جيڪڏهن غلاميءَ جي حالت ۾ سکيو ٽڪر مليو،

چڱا ڪپڙا موجود ٿي سگهيا، چڱيون جايون جڙي مليون ته مراد پوري ٿي، نتيجو حاصل ٿيو؟ هرگز نه. ڇا، جيڪڏهن آزادي ملڻ بعد ڪن نا معلوم سببن ڪري يا برن فعلن ڪري قدرتي بربادي سببان قحط ۽ ڪال پوڻ ڪري آزاد ماڻهن کي پيٽ ۾ بک رهي، انگ اگهاڙا رهيا ته ائين چئبو ته آزاديءَ مان مراد ۽ نتيجو حاصل ڪين ٿيون؟ انهيءَ ڪري آزاديءَ جي مراد ۽ نتيجي ۾ جهڙيءَ طرح دنيا ئي خوشحاليءَ کي به ڳڻيو وڃي(2).“

رسالو ”الجامعه“، هيءُ ماهوار اخبار تعليمي ۽ اصلاحي رسالو سنڌ جي نامور اديب ۽ شاعر جناب حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ سنه 1925ع ۾ مدرسه اسلامي و يتيم خانه ڪڏي ڪراچيءَ مان جاري ڪيو، جو ساڳئي وقت سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ شايع ٿيندو هو. جنهن جي قيمت في ڪاپي ٽي آنا ۽ سالانه چندو ٻه روپيه مقرر ڪيو ويو. رسالي جاري ڪرڻ جو مقصد سنڌ جي مسلمانن کي جديد علوم جي شوق ڏيارڻ سان گڏ منجهن اسلامي ۽

ديني قدر پيدا ڪرڻ به هو، جي رفته رفته مسلم قوم مان نا پيد ٿي رهي هئا.

ادارت ۽ مواد: هن رسالي جو سرپرست حڪيم صاحب پاڻ هو ته ادارت جي خرچ جو بوجهه به پاڻ تي هموار ڪيو هئائين. هن جي شايع ڪرڻ جو مقصد به پاڻ ئي رسالي ۾ ڄاڻايو اٿائين ته:

”اڄ آئون هڪ علمي گلدستو هٿ ۾ کڻي علم دوست دوستن جي اڳيان حاضر ٿيان ٿو. هونءَ ته منهنجا علمي دوست اسلامي پائر مون کي گهڻي وقت کان وٺي گهڻو سڃاڻن، پر هھڙيءَ طرح هڪ ماوهوار رسالي جي لکندڙ تيار ڪندڙ (مدبر ايڊيٽر) جي حيثيت ۾ هيءُ پهريون ئي دفعو آهي جو آئون سندن اڳيان اچان ٿو. ڪي دوست شايد گمان ڪن ته فلاڻي کي ايڊيٽر ٿيڻ جي شوق هن مونجهاري جهڙي ميدان ۾ آڻي سرگردان ڪيو آهي، يا ڪي دوست چون ته حيات النبي، اخلاق محمدي، ڪمال ۽ زوال، ميرن جي صاحبي، سنڌي اسلامي نصابي تعليم ۽ ٻين اهڙن مفيد ۽ مقبول ڪتابن جي مصنف کي پئي ڪهڙي؟ جو هن کٽراڳ ۽ جنجال ۾ اچي پيو آهي. آئون ٻنهي

قسمن جي سڄڻن کي عرض ٿو ڪريان ته مون کي نه ههڙي قسم جو شوق هو ۽ نه هن طرح سان مشهور ٿيڻ جي ضرورت. منهنجي عاجز قلم هن وقت تائين جيڪا اسلامي ۽ علمي خدمت ڪئي آهي سا ئي منهنجي لاءِ دنيا ۾ نيڪ نامي ۽ آخرت ۾ اجر ۽ ثواب جو ڪافي ذريعو آهي. منهنجي قلم مون کي گهڻنئي اڻ ڏٺن دوستن جو دوست بنايو آهي. ۽ گهڻنئي اڻ ڏٺل دوستن جي دليلن ۾ مون لاءِ محبت ۽ مهربانيءَ جا دلنواز ۽ حوصله افزا جذبا پيدا ڪيا آهن. جنهن لاءِ آئون اول ته الله پاڪ جا شڪرانا ادا ڪريان ٿو ۽ پوءِ پنهنجن اهڙن محبن جو شڪريو بجا آڻڻ لازم سمجهان ٿو. هن ميدان ۾ مون کي انهن ئي اسلامي جذبن ۽ خادمانه خيالن آندو آهي، جن جي جذبن ۽ خيالن هن کان اڳ گهڻنئي خانگي ڏنڏن جي ڪري اڻ واندڪائي هوندي به منهنجن هٿن کي سدائين خدمت گذار قلم پئي ڪڻايو آهي(1). جيڪي هن کان اڳ ڪتابن جي صورت ۾ لکيو اٿم سو به اسلامي خدمت ڄاڻي لکيو اٿم. جيڪي هاڻي ۽ هن کان پوءِ هن علمي

رسالي ۾ لکندس سو به ساڳئيءَ طرح اسلامي ۽ علمي خدمت سمجهي لکندو رهندس“(2).

هن رسالي ۾ جيڪو مواد ڏنو ويو آهي سو خاص طرح مسلم قوم کي جهالت جي اونداهيءَ مان ڪڍي علم جي روشنيءَ ۾ آڻڻ، مسلم قوم کي بيدار ڪرڻ، علم جي فائدن مان واقف ڪرڻ، اسلامي اصولن کان روشناس ڪرڻ. سنڌ ۾ اسلامي ۽ علمي رونق قائم رکڻ ۽ پکيڙڻ، عربي علوم جي حفاظت ڪرڻ لاءِ ننڍا وڏا عربي مدرسا قائم ڪرڻ لاءِ مسلم قوم ۾ روح ڦوڪڻ ته جيئن سنڌ ۾ اسلامي علم جو چهچٽو ٿئي.

اهڙيءَ طرح ٻيو خاص مقصد هو مدرسه مظهر العلوم کڏي ڪراچيءَ کي زور وٺائڻ جنهن ۾ ان وقت پري پري کان طالب العلم اچي داخل ٿيندا هئا، جن جي قيام ۽ کاڌي جو انتظام مدرسه جي امداد لاءِ پرچار پڻ ڪيو ويندو هو. جيئن مخير ماڻهو ان ڪم ۾ مدرسه جي هر ممڪن مدد ڪن.

رسالي الجامعه مان حڪيم صاحب جي نثر جو نمونو مثال طور هيٺ ڏجي ٿو:

”هي مبارڪ مهينو ربيع الاول آهي. زبان ڪي ذڪر نبي عليه الصلواة والسلام جي لذت روز ياد اچي ٿي، وات حضور جن جي نالي مبارڪ وٺڻ سان وڏيڪ پاڻي پاڻي ٿئي ٿو. حضور اقدس صلي الله عليه وسلم جي ولادت شريف جي احوال ڏسڻ ۽ ٻڌڻ، پڙهڻ ۽ پروڙڻ سان اکين کي نور ۽ سيني کي سرور، قلب کي قرار ۽ اندر کي آرام پهچي ٿو. قلم گهري ٿو ته پلي گهوڙي وانگر ڪاغذ جي ميدان تي تکو پنڌ ڪري حصور پر نور صلي الله عليه وسلم جي ساري مقدس حياتيءَ جو ذڪر لکڻ جي منزل طئي ڪريان. اگرچ پورو پوءِ به ٿيڻو ڪينهي، مگر ويچارو ڪاغذ وسعت سنڀالي نٿو سگهي ۽ قلم جي اهڙي تير لاءِ پورو ئي نه آهي. دل گهري ٿي ته درياهه وانگي محبوب خدا صلي الله عليه وسلم جي حب ۽ عشق ۾ موجون ۽ چوليون هڻان پر درياءَ محبت ۾ غرق هجڻ ڪري عاجز آهي. نه قلم ۾ قوت آهي نه ڪاغذ ۾ وسعت، نه دل ۾ طاقت آهي نه جان ۾ جرئت. قلم لاچار ۽ لنگ آهي، ڪاغذ اٽپورو ۽ تنگ آهي. انهيءَ ڪري مختصر ذڪر لکي بهبودي ۽ برڪت، خوشنوي

۽ فرحت، هدايت ۽ سعادت لطف ۽ لذت حاصل ڪجي ٿي(1).

هن رسالي ۾ ان وقت جي شايع ٿيندڙ ڪتابن تي تنقيد به ٿيندي رهي جيئن ته مرحوم محمود خادم لاڙڪاڻوي (وفات 1960ع) ڪتاب رياض البلاغت ۽ ٻيو شعر جي تارازي لکيو انهن جي باري ۾ حڪيم صاحب پنهنجي رسالي الجامعه ۾ ڄاڻايو آهي ته:

”سنڌ جي مصنفن گهڻائي ڪتاب لکيا مگر عروض کي سنڌيءَ ۾ لکڻ جو خيال ڪيائون ئي ڪين. ”خادم“ صد آفرين جي لائق آهي، جنهن هن فروگذاشت کي پوري ڪرڻ جو خيال ڪيو. انهيءَ سلسلي ڪري سنڌي لٽريچر ۾ عمدو اضافو ٿيندو. هن رسالي جو فصل چوٿون سنڌي شاعرن کي خاص طرح پڙهڻ گهرجي. اميد ته ”خادم“ انهيءَ فصل کي اڃا به وڌيڪ مفصل ڪري بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو.

بهتر ٿئي ها ته علم عروض سان گڏ علم بديع نه گڏيو وڃي ها ۽ ان تي جدا رسالو لکڻ گهرجي ها.

سنڌ جي نو آموز شاعرن کي هي ڪتاب ضرور پڙهڻ گهرجي(1).“

**”اصلاح“**

هي هفتيوار اخبار پڻ مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي زير سرپرستي ماهه نومبر 1936ع کان شايع ٿي. هن اخبار جا مدير عبدالغفور رحماني سيتائي، محمد هاشم محرابپوري ۽ جمال الدين محمد هاشم جهڙا ناميارا اديب ٿي رهيا. هن اخبار ۾ ”عبدالله عبد“ معاون مدير جي حيثيت سان ڪم ڪيو. هيءَ اخبار پارت پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپبي هئي. ان جو چندو هن ريت هو:

ساليانو 0-0-3 رپيا

ششماهي 0-8-1 رپيو

علماءَ ڪرام کان رعايتي ساليانو 0-0-1 رپيو

اخبار ۾ وقت بوقت جيڪي اشتهار ڇپبا هئا انهن جا اگهه هن ريت هئا:

هڪ سٽ سنڌي زبان ۾ 0-4-0 آنا

هڪ سٽ انگريزي زبان ۾ 0-5-0 آنا

اهي اگهه ”اصلاح“ جي هر پرچي ۾ مثان ئي ڏنل آهن.
ترتيب ۽ مواد: اخبار جو سرپرست ۽ ڪم ڪندڙ پيو عملو نه صرف صحافتي دنيا جا چمڪندڙ ستارا هئا بلڪه ڪن کي ته سنڌي علم و ادب ۾ پنهنجو پنهنجو منفرد مقام حاصل هو. اهي نه رڳو قلم جا ڌڻي هئا، پر ذات ڌڻي به هئا. حڪيم صاحب توڙي عبدالله عبد سٺا نثر نويس ۽ شاعر پڻ هئا. هنن جي فڪر سبب ”اصلاح“ صحافت ۽ علم و ادب جي ميلاپ جو بهترين فن ٿي چڪي هئي. انهن جهڙي نموني اصلاح کي سنواري ۽ سينگاري عوام جي اڳو پئي پيش ڪيو، ان جو خاڪو هيٺين ريت هو:
اخبار جي پهرين صفحي تي وقت جي ڪنهن به ناميارى شاعر جو هڪڙو ڪلام ڏنو ويندو هو. هن صفحي جي سينگار لاءِ ڪڏهن ڪڏهن خود حڪيم صاحب جو نالو ۽ سندس ڪلام ڪم آندو ويندو هو. ان کان سواءِ عبدالله ”عبد“ محمد هارون امير ۽ شيخ نور محمد ”نماڻو“ وغيره جي شاعري به هن صفحي تي شايع ٿيندي هئي.

هن صفحي تي جيڪو ڪلام شايع ٿيو انهيءَ منجهان فتح محمد صاحب سيوهاڻي جي شعر (غلامي! ۽ تباهي !!) مان چند مصرعون مثال طور هيٺ ڏجن ٿيون:

ٿيو قلب آهي قلم جو قيمو، ٿيو آهي مثال
ڪباب شامي.
ٿي روشنائي ڏک کان خاڪ سياهه آ
هي سڙي ۽ ڪامي.
ڳڙن ٿا ڏک جا اکين مان ڳوڙها ۽ رت به
ريلا ڪري وهي ٿو.
ڏسي وطن جي تباهه حالي ۽ قوم پنهنجي
جي هي غلامي.
اڳي اسان جو شان عالي، هينئر خرابي
۽ خسته حالي.
دماغ بيجا ۽ کيسا خالي، هي سڀ اسان جي آ
پنهنجي خامي.

**- الخ** (1)

هن صفحي تي جيڪا به شاعري شايع ٿي، سا ان دور جي مسلمانن جي ادبي، قومي ۽ اخلاقي شاعريءَ جو بي مثال شاهڪار آهي. اخبار جي

اندرين صفحن ۾ هڪ ـاڌ مضمون، ايڊيٽوريل ۽ اشتهار، خاص خبرون، مزاحيه ڪالم ”تفريحات“ وغيره ڏنا ويندا هئا. مضمونن جي مطالعي ڪرڻ کان پوءِ چئي سگهجي ٿو ته انهن جو تعلق اڪثر ڪري سنڌ جي مسلمانن جي سياسي، سماجي، مذهبي ۽ اقتصادي مسئلن سان هوندو هو. هنن ئي مضمونن جي هيءَ مختصر وچورئي ڏسو:

”ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن ۾ مسلمانن جي حاضريءَ جو نقشو“ ليڪ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مورخه 11-12-1936ع.

”ور نيڪيولر فائينل جي ڪورس ۾ درستي ٿيڻ کپي“ ليڪ عبدالله ”عبد“، مورخه 3-6-1936ع.

”مسٽر جمشيد مهتا پنهنجي اصلي رنگ ۾“ مورخه 25-6-1937ع.

هنن مضمونن کان سواءِ ڪڏهن ڪڏهن اخبار ۾ ادبي ۽ علمي مضمون به ڇپبا هئا. جهڙي نموني اخبار جا مضمون قوم جي ترجمانيءَ جو ذريعو هئا ته اهڙي نموني هيءَ اخبار جميعت العلماءِ سنڌ

جي ترجمان به هئي. ”اصلاح“ جا ايڊيٽوريل هن پارٽيءَ جا ترجمان هوندا هئا(1).

هن اخبار جو سرپرست حڪيم فتح محمد ”جميعت العلماءَ سنڌ“ جي اڳواڻن مان هڪ هو، انهيءَ ڪري سندس هيءَ هفتيوار اخبار انهيءَ پارٽيءَ جو آرگن ٿي ڪم ڪندي هئي. هن اخبار جا ايڊيٽوريل ”جميعت العلماءَ سنڌ“ پارٽيءَ جو بهترين سياسي ادب آهن. ”جميعت العلماءَ سنڌ“ جي سياسي نظرين ۽ پاليسين جي پرچار ڪرڻ ۾ هن اخبار اهم پارٽ ادا ڪيو. سنڌ ۽ هند جي هر اهم سياسي موڙ تي هن اخبار پئي پنهنجي پڙهندڙن جي پارٽيءَ جي اصولن مطابق رهنمائي ڪئي. مثال طور هتي ان جو هڪ ”نون سڏارن“ جي وقت تي لکيل هڪ مختصر ايڊيٽوريل ڏجي ٿو:

نوان سڏارا سائمن ڪميشن ۽ لنڊن ڪانفرنس جو ڦل آهن. چوندا آهن ته: ”ٺڪريءَ  کي سور ٿيا، ڄائي ڪئي“. نون سڏارن جي ستايش ۽ واکاڻ ۾ ورهين کان وٺي وڏا واتيرا وڏا وڏا وات ڦاڙي، هوڪا ڏيڻ لڳا. ٻچيءَ ۾ دهل وڄهي، پڙها پئي

گهمايائون، مگر تاڙيندڙن اڳي ئي تاڙي ورتو ته هيءُ سڀ مڪاري ۽ فريب جو چار ڦهلايل آهي. هندستان جي سياستدانن ۾ ٻه فرقا آهن: هڪڙو آهي قرباني ڪرڻ سان، قربانيءَ جو ڦل وٺڻ وارو، پنهنجي قوت، طاقت ۽ زور بازو سان آزادي حاصل ڪرڻ وارو. ٻيو فرقو آهي: ٻين جي قربانين مان گهر ويٺي پاڳي پائيوار ٿيڻ وارو. وات جا ڦٽاڪا ڇوڙي، دهمان ٻڌڻ ۽ دڙڪا ڏيڻ وارو. عياش ۽ آرام طلب سياستدان جي حيثيت ۾ جيڪي ملي، تنهن کي جهولي جهلي وٺڻ وارو(1).

مزي جهڙي ڳالهه اها آهي ته جو ملڪ ۽ قوم کي نڳڻ لاءِ هندن توڙي مسلمانن جا فرقه پرست ليڊر به آزادي آزادي جو ئي سر الاپيندا رهن ٿا. مگر عمل اهڙو ڪن ۽ قدم اهڙو کڻن ٿا، جنهن سان آزادي ته پري ٿي، آزاديءَ جو پاڇو به بدنصيب هندستان کي نصيب ٿيڻو نه آهي. ائين ئي غلاميءَ جا زنجير هندستان جي پيرن ۾ وڌيڪ مضبوط ٿيڻ وارا آهن(2).“

اخبار جو مستقل ڪالم ”تفريحات“ به مزي جهڙو قابل ذڪر آهي. حالانڪه هن ڪالم ۾ گهڻو ڪري

سياسي ۽ ادبي دشمنن کي نشانو بنايو ويندو هو. ان هوندي به ٻولي توڙي طنز مزاح جي فن جو شاهڪار هوندو هو. هي ڪلام ”علامه بزله سنج سلم الله“ جي قلمي نالي سان لکيو ويندو هو. تفريحات جو ڪالم حڪيم صاحب مرحوم پاڻ لکندو هو. هڪ ڪالم مثال طور هيٺ ڏجي ٿو:

”يورپ جي پيدا ڪيل پيروي ڪندي دنيا ۾ معمولي طرح ته قسمين قسمين ڪانفرنسون ٿينديون رهن ٿيون ۽ ٿينديون رهنديون. مگر هاڻي جو حضور جانور نواز وائسراءِ صاحب بهادر جي سرپرستيءَ جي هڪ تازه بتازه ۽ نوبنو ڪانفرنس ”آل انڊيا چوپايا جانور ڪانفرنس“ شمله شريف ۾ ٿي گذري. پنهنجي نموني ۽ نوعيت جي هڪ نرالي ۽ عجيب ڪانفرنس چئبي. انهيءَ ڪانفرنس، جو نالو انگريزيءَ ۾ آهي ”آل انڊيا ڪيٽل ڪانفرنس“ يعني سڄي هندستان جي چوپايا جانورن جي ڪانفرنس، پر اوهين ٻڌي عجب ڪائيندؤ ته انهيءَ ڪانفرنس ۾ سڄو هندستان ته پري رهيو، پر شمله شريف جي آس پاس جي جانورن مان ڪو به هڪ ڊيليگيٽ يا وزيٽر

حاضر ڪو نه هو. تڏهن اوهين پڇندا ته ڇا ڪانفرنس ڪامياب نه ٿي؟ صاحب، نه!! ڪانفرنس ان هوندي به چڱيءَ طرح ڪامياب ٿي. منجهس جيتوڻيڪ چوپايا جانور حاضر ڪين هئا، ته به انهن جا پائر به پايا جانور سڄي هندستان مان سرڪار چوندي موڪليا هئا، جي پنهنجي بي زبان پائرن جا ترجمان ٿي ڪانفرنس ۾ براجمان اچي ٿيا. ٻين پرڳڻن جي اسان کي خبر ڪانهي ته ڪهڙي قد و قدامت جا ڊيليگيٽ موڪليا ويا هئا، پر سنڌ مان اسان جو سدا سهڻو، ٿلهو متارو، وڏي دماغ ۽ وڏي پيٽ وارو خان صاحب گبول به انهيءَ چوپايا جانور ڪانفرنس ۾ بطور ڊيليگيٽ موڪليو ويو هو ........(1).

اخبار جي آخرين ۽ پوئين صفحي تي خبرون ڏنيون ويندڀون هيون، جيڪي هيٺين حصن ۾ تقسيم ٿيل هونديون هيون:

اسلامي ملڪن جون خبرون.

دنيا جون خبرون.

هندستان جون خبرون.

خاص سنڌ جون خبرون.

[1] ليڪ لالچند امر ڏنو مل ”سنڌي اخبار نويسيءَ جي تاريخ “مقالو ماهوار ”سنڌو“ شڪارپور آگسٽ 1946ع.

[2] ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جو مقالو ”ڪراچي ضلعي جو سنڌي ٻولي ۽ علم ادب ۾ حصو ڊي-فل لاءِ پيش ڪيل سنه 1979.

[1] ڪريم بخش خالد ”سنڌي صحافت“ سکر سنه 1955ع ص 100.

[2] سنڌي صحافت ص 101.

[3] غ . م گرامي ”سنڌي ليٿو گراف“ مقالو-سه ماهي مهراڻ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد نمبر 1 سال 1964ع.

[4] ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جو مقالو ڊي فل لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پيش ڪيل.

[1] ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جو مقالو ”ڊي فل“ لاءِ سنه 1979ع.

[2] لالچند اسر ڏنو مل ”سنڌي اخبار نويسيءَ جي تاريخ“ ماهوار ”سنڌو“ آگسٽ 1946ع، ص 23.

[1] منگهارام ملڪاڻي ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ڪونج پبليڪيشن، حيدرآباد 1977ع، ص 31.

[2] ”سنڌي اخبار نويسيءَ جي تاريخ“ ماهوار ”سنڌو“ آگسٽ 1946ع، ص 23.

[1] منگهارام ملڪاڻيءَ جي ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ص 242.

[2] ڏسو اخبار تعليم (گهٽو ڪري سپيئي پرچا ڪاليج ۾ موجود آهن).

[3] سنڌي اخبار نويسيءَ جي تاريخ ماهوار ”سنڌو“ آگسٽ 1946ع، ص 24.

[1] پير علي محمد راشدي ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ جلد پهريون س.ا.بورڊ سنه 1947ع حيدرآباد ص. 140.

[2] ماستر محمد قاسم پلي (رٽائيرڊ) عمر ڪوٽي کان معلوم ڪيل.

[1] P. Hardy “The Muslim of British India” Educational Press, Karachi, p. 135, 1973.

[1] Dr. M.A. Aziz “A History of Pakistan” Lahore 1979, p. 127.

[1] هي حقيقتون ”الوحيد“ جي پراڻن رسالن ۾ ڏنل آهن.

* حيدرآباد واري ڪانفرنس جو تفصيلوار بيان مورخه 29 آگسٽ 1920ع واري ”الامين“ اخبار ۾ آيل آهي

[2] الوحيد جي پراڻن پرچن مان معلوم ڪيل.

[1] مصنف ڪريم بخش خالد حبيب پبليڪيشن سکر، مارچ 1955ع. ”سنڌي صحافت“ ص 144-145.

[1] ”سنڌي صحافت“ ص 122-126.

[1] ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل کان معلوم ڪيل.

[2] حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”قلندر نامه“ شهباز ائڪيڊمي، حيدرآباد 1972ع.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو مضمون ”هندو مسلم فساد بابت“ الوحيد مارچ 1924ع.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”ڊاڪٽر شير نور مقيم برلن جي خط جو جواب“ الوحيد 27 مارچ 1924ع.

(2) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”آزاديءَ جي مراد ۽ نتيجو مضمون“ الوحيد 28 مارچ 1924ع.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”الجامعه ماهوار“ آڪٽوبر 1925ع.

(2) رساله ”الجامعه“ ماهه آڪٽوبر 1925ع.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”رساله الجامعه“، حضور اڪرم صلعم بابت مضمون آڪٽوبر 1925ع ص 10.

(1) رسالو ”الجامعه“ ڪراچي ماهه جون 1926ع.

(1) هفتيوار ”اصلاح“ ڪراچي، جلد پهريون، نمبر 31، مورخه 25-6-1937ع.

(1) ماهنامه ”شريعت سکر“ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ بابت مضمون جلد 9 شمارو 1-4 ص 372.

(1) هفتيوار ”اصلاح“ ڪراچي، جلد 1، نمبر 31، مورخه 25-6-1937ع.

(2) هفتيوار اخبار ”اصلاح“ ڪراچي، جلد 1، نمبر 31، مورخه 25-6-1937ع، ص 3.

(1) ”اصلاح“ ڪراچي 11 جون 1937ع. ص 4.

# باب چوٿون

# (ب)حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جون شاعريءَ ۾ ڪيل خدمتون

## فصل پهريون

## شعر جي وصف

شعر عربي لفظ آهي، جنهن جي معنى آهي ڄاڻڻ ۽ پروڙڻ. اهڙيءَ طرح نظم جي معنى آهي ٽڙيل پکڙيل موتي ڌاڳي ۾ پوئڻ.

ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل پنهنجي ڪتاب ”ادب ۽ تنقيد“ ۾ شعر بابت ڄاڻائي ٿو: ”شعر جو لفظ عربي لفظ شعور مان نڪتل آهي، جنهن جي معنى دانائي، پروڙ يا دريافت ڪرڻ آهي. اصطلاح ۾ شعر انهيءَ کي چئبو آهي، جيڪو علم عروض جي مقرر ڪيل وزن، بحر ۽ قافيه تي هجي ۽ جنهن ۾ اثر هجي(1).“

سنڌي شعر جي سلسلي ۾ مرزا قليچ بيگ مرحوم (وفات 1929ع) پنهنجي ڪتاب ”سنڌي شعر“ ۾ لکي ٿو:

”اهو اڳوڻو نج سنڌي شعر جو نمونو ڪلهوڙن جي صاحبي ۽ ميرن جي صاحبيءَ جي اڌ تائين هليو، پوءِ انهيءَ ۾ ڦير گهير ٿيڻ لڳي. مير ڪرم علي خان جي راڄ ڌاري سنڌ ۾ پارسي ٻولي گهڻي رواج ۾ اچڻ لڳي. ايران جا قابل ماڻهو اچڻ لڳا ۽ پارسي غزل، قصيده، مسدس وغيره رواج ۾ اچڻ لڳا. پارسي شعر بحرن ۽ وزنن تي خود مير صاحب ۽ ٻيا ڪي سکر ماڻهو چوڻ لڳا. سنڌي شعر به پارسي وزنن تي چوڻ ۾ آيو. انهيءَ وقت ڌاري سيد ثابت علي شاهه ظاهر ٿيو. جنهن مرثيا ۽ منقبت پارسي نموني تي عمدا چيا، اهڙيءَ طرح سفر ناما ۽ ٻين قسمن جو شعر به چيائين. ان کان پوءِ سنڌي عشقيه يا مدحيه شعر پارسي وزنن تي شروع ٿيو، جو اڄ ڏينهن تائين هليو اچي.

هن وقت جيڪو شعر چيو وڃي ٿو، سو ٻن قسمن جو آهي: هڪڙو نج سنڌي شعر جي طرز تي يعني بيتن ۽ ڪافين ۾ ۽ ٻيو پارسي شعر جي طرز تي نظم جي صورت ۾ يعني مثنوي، غزل، قصيده وغيره (1).“

شاعري ۽ انسان جو پاڻ ۾ گھاٽو تعلق آهي. يقين سان چئي سگھجي ته شاعريءَ جو آغاز ڪڏهن ٿيو، پر ان چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ ڪو نه آهي ته جڏهن انسانن کي پنهنجي جذبن ۽ امنگن جي حيثيت جو احساس ٿيو ۽ انهن کي ظاهر ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيو، تڏهن شاعريءَ جنم ورتو.

سنڌي شاعريءَ جو آغاز ڪڏهن ٿيو؟ ان جو مختصر جواب هي ٿي سگھي ٿو ته سنڌي معاشري جي آغاز سان گڏ سنڌي شاعريءَ جي ابتدا ٿي، مگر ڌارين جي حڪومتن قوم جي تاريخ سان سرد مهري ۽ بين ڪيترن سبب گڏجي اسان جي ابدي تاريخ جو ورق ورق هڪٻئي کان الڳ ڪري ڇڏيو. ان هوندي به عربن جي دؤر کان وٺي سنڌي شاعريءَ جي تاريخ جو نئون دور شروع ٿئي ٿو ۽ تاريخ جي هر دؤر ۾ اسان جي شاعريءَ جو چمن سرسبز آباد ۽ شاداب رهيو.

سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ۾ انگريزي دؤر ۾ سنڌي الف ب جي اصلاح ٿي ۽ ڇپائيءَ جو آغاز ٿيو، انهن ٻنهي تاريخي واقعن سنڌي شاعريءَ جي اوسر ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

# فصل ٻيو

## ”حڪيم صاحب جي شاعريءَ جي شروعات ۽ استاد شاعر“

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي انهن سنڌ جي باڪمال شخصيتن مان هو، جن تي وطن ۽ ان جي باشندن کي هميشه ناز رهندو. هو نه صرف اعلى حڪيم، عمدو نثر نگار ۽ انشاپرداز هو پر بلند پايه شاعر به هو. جنهن جي تحريرن ۽ شعر ۾ ٻوليءَ جي شگفتگي ۽ روانيءَ سان گڏ فڪر جي گهرائي موجود آهي. هن عارضي زندگيءَ ۾ علم و ادب، دين ۽ انسان ذات جي جيڪا خدمت ڪئي آهي، سا ناقابل فراموش آهي. انهيءَ ڪري سندس نالو هميشه روشن رهندو.

حڪيم صاحب شاعريءَ جو آغاز پنهنجي اوائلي زندگيءَ ۾ عربي ۽ فارسي شعر سان ڪيو جڏهن اجا طالب العلمي جو دور طئي ڪري رهيو هو. پاڻ پنهنجي سوانح حيات ۾ ڄاڻايو اٿس ته ”جڏهن پارسيءَ ۾ گلستان شروع ڪيو هوم ته ڪن شعرن

جو مطلب سمجهه ۾ ئي نٿي آيو. ڪن دوستن کان پڇيم پر هو به مطمئن ڪري نه سگهيا. انهيءَ مونجهاري ۾ هئس ته ننڊ اچي ويم ۽ خواب ۾ منهنجي نظر هڪ پير مرد تي پئي جو شڪل جو شڪيل ۽ بزرگ صفت انسان پئي لڳو. لباس فقيراڻو، چوليءَ ۾ بيشمار چتيون لڳل هيس. سندس چهري مان ائين پئي بکيو ته وڏو عالم فاضل آهي. مون آداب بجا آڻي، سندس آڏو ”گلستان“ جو اهو مشڪل مقام پيش ڪري حل طلب ڪئي. پاڻ ”گلستان“ هٿ ۾ جهلي مضمون پڙهي ڏاڍو کليو ۽ پوءِ مون کي فارسي زبان ۾ ان جو حل سمجهايائين. سندس فصاحت لساني ۽ بلاغت بيان ڏسي، ائون حيران ٿي ويس ۽ نالو پڇڻ لڳو مانس. جواب ۾ فرمايائين ته ”سعدي شيرازي هستم“ ائون هٿ چمڻ لڳس ته اک کلي پيم. جاڳڻ بعد مون تي هڪ عجيب قسم جي ڪيفيت طاري ٿي. صبح بي اختيار مناجات باري تعالى جا اٺ ڏهه شعر زبان تي جاري ٿي ويم. انهن شعرن جي هڪ مصرع سنڌي ته ٻي فاريءَ ۾ هئي. منهنجي عجب جي ڪا حد نه رهي، جڏهن ڏٺم ته طبيعت

بي ساختہ شعر چوڻ ڏانهن مائل ٿيندي وئي. روز ڪيترائي شعر في البديه چوڻ لڳس. شعر اگرچ معيار جا ڪين هئا، مگر بحر، وزن، رديف ۽ قافيه جي لحاظ جي ڪري بلڪل موزون هئا. زبان نه هئي پر غلط به ڪا نه هئي. انهيءَ ڪري طبيعت ۾ رواني ۽ شگفتگي ۽ شعر ۾ شستگي ۽ پختگي پيدا ٿيڻ لڳي(1).“

مطالعي هيٺ آيل دور ۾ سنڌي شاعري جي تاريخ ۾ به موڙا آيا. انهن کي دور به چئي سگهجي ٿو. پهريون دور خليفه گل محمد کان اڳ شروع ٿي فاضل تي ختم ٿيو. ان دور ۾ سنڌي موزون شاعريءَ فارسي ۽ اردو شاعريءَ جون خصوصيتون حاصل ڪيون پر ٻولي اڃا سادي ۽ مصنوعي پئي لڳي، شعر ۾ خيال جي ڪا نزاڪت ۽ رنگيني پيدا ڪا نه ٿي هئي.

ٻئي دور ۾ جنهن جا نمائندا شاعر: مرتضائي، سانگي، قليچ، بلبل، حامد، علوي وغيره هئا. اهو دور موزون شاعريءَ لاءِ نهايت ساز گار هو. چو طرف خوش گوار فضا هئي ۽ شعر و سخن جو چرچو نظر آيو ٿي. ان وقت استاد شاعرن جي

ڪثرت هئي. اديبن ۽ نقادن جي ڪا ڪمي ڪا نه هئي ۽ نه اهل ثروت مشاعره کي همٿائڻ کان عار ٿي ڪيو، نه وري ننڍي ٿهي وارن با ذوق حضرات شعر و شاعري جي تربيت وٺڻ کان ڪيٻايو ٿي. مطلب ته سٺي ماحول، صحيح تربيت ۽ ذوق سليم ڪري هن فن جي راهه ۾ پانڌيئڙن جي خاطر خواهه رهبري ۽ همت افزائي ٿي.

خوش قسمتيءَ سان حڪيم صاحب کي اهڙي پاڪيزه ماحول مهيا ٿيو جنهن ۾ سندس صلاحيتون پرکي کيس همتايو ويو. ان وقت ۾ سنڌ جي مختلف هنڌن تي منعقد ٿيندڙ مشاعرن ۾ شخصي طور يا ڪلام موڪلي شرڪت ڪندو هو ۽ داد حاصل ڪندو هو. هو ان وقت جي قابل استاد شاعر ”گدا شاهه“ جو شاگرد بنيو ۽ کانئس وقت بوقت رهبري وٺي، سندس ٻين مشهور شاگردن مخلص، سانگي وغيره وانگر شهرت حاصل ڪيائين.

حڪيم صاحب جو شاعراڻو تخلص پهريائين ”صغير“ هو، پوءِ زندگيءَ جي آخري دور ۾ ”حڪيم“ اختيار ڪيائين. پاڻ سنه 1933ع ۾ ڪراچيءَ ۾ حاجي محمود خادم جي مدد سان

”سنڌي سڌار سوسائٽي“ قائم ڪيائين. جنهن جا هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا.
پريزيڊنٽ: حڪيم فتح محمد سيوهاڻي.
وائيس پريزيڊنٽ: جي اين ناگراڻي ۽ حاجي محمود خادم.
سيڪريٽري: گوپي رام رڪياڻي.
جائنٽ سيڪريٽري: عبدالله ”عبد“.
خزانچي: ڪشنچند ناگراڻي(1).
هن سوسائٽيءَ جا مکيه مقصد هئا ته اڳين ۽ هاڻوڪن شاعرن جي شعر کي علم عروض جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ ۽ نون شاعرن جي شعر جي اصلاح ڪرڻ ۽ همتائڻ. هن سوسائٽي طرفان سنڌي ادب جي تاريخ جا سنڌ ۾ وڏا مشاعرا ڪيا ويا(2).

**حڪيم صاحب جي نَنڍپڻ جي ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:**

”نظام عالم و گردش زمانه“

هڪڙي صورت تي نه آهي گردش ليل و نهار،
هڪڙي حالت تي نه آهي دهر کي هڪ پل قرار.

محفل شادي ڪٿي هنگامهء ماتم ڪٿي،
ٿيو ڪٿي فصل خزان ۽ ڪٿي فصل بهار.
ٿيا بشر ذات هڪڙي، ٿيو مگر قسمت جو ڦير،
ڪو ٿيو تارو اکين جو ڪو نظر ۾ آهي خار.
هي سڄي دنيا جواري جي جوا جي مثل آ،
نفعو ٿيو ساري انهي ۾ ۽ انهي ۾ آهي هار.
ٻئي گدا ۽ شاهه آهن هڪ طرح ٿيا زير خاڪ،
هڪڙي ساعت جو اهو آهي نمود و افتخار،
ڪنهن کي آهي دهر ۾، حسرت بقا ۽ زيست جي،
آهي ڪنهن کي زور و شب بيڪ اجل جو
انتظار.
انتظام دهر گويا شاهراهه عام آ،
ڪو پيادو ٿو هلي ۽ آهي ڪو اٺ شهسوار.
جا خدا جي آهي مرضي سا ٿئي ظاهر ضرور،
ڪونهي ڪو ان جي اڳيان دخل مراتب
زينهار(1).

## فصل ٿيون

# ”حڪيم صاحب جي شاعريءَ جا مضمون ۽ شاعري

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جهڙو هو يوناني حڪمت جو حاذق، اهڙو ئي شعر گوئي جو ماهر هو. سڀ ڪنهن مضمون تي عربي فارسي توڙي سنڌي ۾ بلاتڪلف شعر چوندو هو. سندس شاعري علم عروض جي قاعدن پٺاندر هئي. سندس شعر مان مذهبي جوش ۽ جذبو نمايان آهي. ذڻي تعالى جي حمد و ثنا، رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جو نعتي ڪلام دل پڄائيندڙ مناجاتون ۽ مداحون عمديون چيون اٿس. حڪيم صاحب جو ڪلام اميرن ۽ وڏن ماڻهن جي سڪٽي خوشامند ۽ بيجا مداحن کان سراسر پاڪ آهي. منجهس وطن جي حب، قومي بيداري اخلاق جي بلندي، اتفاق و اتحاد ۽ اصلاح جو رنگ سمايل نظر اچي ٿو. سندس گهڻو ڪلام ان وقت جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ٽڙيو پکڙيو پيو آهي، باقي ٿورو ناصحانو ڪلام ”بهار اخلاق“ نالي ڪتاب ۾ درج ٿيل آهي، جنهن ۾ ”قوميت“ سندس خاص موضوع آهي. ان سلسلي ۾ ڪتاب جي تمهيد ۾ ڄاڻايو اٿائين ته:

”آئون مناسب بلڪه ضروري ٿو سمجهان ته اسڪولن ۾ پڙهندڙ سمجهدار شاگردن لاءِ ڪو اهڙو شعر ۽ ڪلام پيش ڪجي جو وقت جي ضرورتن مطابق هجي، جنهن ۾ قادر جي قدرت ۽ حب وطني، ملڪي خدمت ۽ قومي محبت جا جذبا پريل هجن، مگر ان هوندي به خالي خشڪ به نه هجي، منجهس گل جو ناز ۽ بلبل جو نياز سمع جو سوز ۽ پرواني جو گداز، باغ جي طراوت ۽ بهار جي تازگي به هجي، جنهن ۾ دنيا جي اير ڦير ۽ سردي گرميءَ، لاهه چاڙهه ۽ هيٺ مٿ جا فلسفا ۽ حڪمتون به هجن. اهڙيءَ طرح ئي اسان جي ٻچن ۾ نيڪ جذبن جي ٻجن ڇٽ ٿيندي ۽ هنن جي دلين ۾ نيڪيءَ جا سلا ڦٽندا ۽ چڱو ڦل ڏيندا“[1]. حڪيم صاحب جي دور ۾ سنڌ جا مسلمان زماني جي گردش ۾ چو طرف جڪڙيل هئا. هڪ طرف هندن جا مٿن جائز ناجائز هملا هئا ته ٻئي طرف سنڌ کي بمبئيءَ کان علحده ڪرائڻو هو ته ٽئين طرف انگريزن جي تسلط کان ملڪ هميشه لاءِ آزاد ڪرائڻو هو. مطلب ته مذهب، قوميت ۽

سياست ان وقت سنڌ جا مکيه مسئلا هئا، جن تي حڪيم صاحب قلم هٿ ۾ کنيو.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مذهبي ڳالهين ۾ پڪو مسلمان هو. زندگيءَ ۾ ڪنهن جي ڪاڻ نه ڪيڍائين پر سندس ڪلام تي نظر ڪبي ته هو رب پاڪ کي ئي دنيا جو ڪارساز ۽ عبادت جي لائق سمجهندو هو. ڏٺيءَ جي وڏائي ۽ قدرت بابت سندس عقيدو هو ته:

قدرت ڏٺي تون آهين، حڪمت ڏٺي تون آهين،
تو آڏو سر جهڪائن، پاڪ آستان وارا!
ٿي خاڪ پاڪ تنهنجي درجي، اکين جو سرمو،
ٺيڪن مٿو مٿيءَ تي جي، ٿين سي مان وارا!
برباد ٿيا اهي، جن منهن توکان آهي موڙيو،
جي تنهنجي لڙهه لڳا، ٿيا امن ۽ امان وارا!
حيران تنهنجي حڪمت، قدرت سان ٿيا سپيئي،
عرش آشيان وارا، هن خاڪدان وارا!
جن کي يقين تو ۾، سي ڪامياب آهن،
برباد ٿيا ۽ گمراهه، تو ۾ گمان وارا!
تو آڏو سر نوايو جن، سرفراز سي ٿيا،
رحمت جي سايه سان ٿيا سي، سائبان وارا!

قدرت جا تنهنجي رنگ عجائب ٿيا الاهي،
ٿيا بي زبان شمار ڪرڻ ڪان زبان وارا!
خوش ٿين حڪيم! تنهنجو شيرين سخن پڙهي
اڄ،
شرين زبان وارا، شڪر دهان وارا(1)!

حڪيم صاحب جي نبي ڪريم صلي الله علييه وسلم سان ايتري ته محبت ۽ عشق هو، جو ڪيس سڄي انسان ذات بلڪه خدا تعالى جي خلقيل هر شيءِ ڪان اعلى ۽ اتاهون ٿو سمجهي. سندن سيرت مبارڪ صلي الله عليه وسلم کي چوڏهينءَ جي چنڊ سان مشابهت ڏني اٿس.

مطلب ته حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جي شان بيان ڪرڻ لاءِ وٽس اهڙا لفظ ئي ڪو نه آهن، جن سان سندن ثنا بيان ڪري. ان باري ۾ لکي ٿو ته:

احمد اڙين آذار ٿيو، سڀني سندو سردار ٿيو،
مڙني جو مک مهندار ٿيو، بلغ العلى بڪماله.
اعلى ٿيو شان محمدي سرتاج سڀ جو مير مدني،
جڳ ۾ ٿيو جلوه احمد ڪشف الدجى بجماله.

چوڏهين جو چنڊ سندين، سهڻي سچي سيرت
سندي،
عمدي عجب عادت سندين، حسنت جميع و
خصاله.
سهڻو سچڻ سائين سدا، نرمل نور خدا،
ڪهڙي ڪجي تنهن جي ثنا صلو عليه و آله.(2)

حضرت محمد ڪريم صلي الله عليه وسلم جي صفت جنهن شعر ۾ بيان ڪئي وڃي، ان کي نعتيه ڪلام سڏبو آهي. حڪيم صاحب جو نعتيه ڪلام نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

"نعت"

اي ساهه تو تان صدقو ٿئي، سردار جهان جا،
آڌر ۾ غمخوار اجها، غم زدگان جا.
تون ابر عنايت جو ۽ درياءُ ڪرم جو،
صلوات توتي سرور سڀ انس ۽ جان جا.
رنجايو نه تو ڪنهن کي، رنجايائون توکي اگرچ
اي شاهه شهنشاهه زمين جا ۽ زمان جا،
ڪافر به تنهنجو رحم ڏسي، ٿيا ٿي مسلمان،
اي باعث ايجاد، ڪن وڪون ومڪان جا.
رحمت جي وسي شل توتي برسات رحميا،

پرتا آهيون توکي اسين سردار اسان جا (1).
جهڙي طرح رب پاڪ ۾ پڪو ويساهه هوس.
اهڙي طرح رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جو
شيدائي هو. کيس هادي، رهبر، اڙين جو آڌار ۽
شافع محشر سمجهندو هو. آخر نبي محمد صلعم
بابت سندس جزبا هيٺينءَ ريت هئا.

شاهن جو شهه شافع محشر صلي الله عليه وسلم
راهه ٿڙين جو هادي رهبر صلي الله عليه وسلم
نور خدا، منظور خدا، محبوب خدا، مقبول خدا،
سڀ کان پيارو پاڪ پيغمر صلي الله عليه وسلم
صاحب عزت، صاحب عظمت، شمع نبوت شان
رسالت،
اعلى اولى بالا برتر صلي الله عيله وسلم
آڙ (1)اڙين جا، واهه ولهين جا، يا يتيمن، غور
غريبن
مرسل مولى، مسڪين پرور صلي الله عليه وسلم
نور خدا ۽ مظهر ڪامل شافع محشر عالم عامل
افصح ابلغ افضل، افسر صلي الله عليه وسلم
پاڪ پيارا عزت وارا تابع تنهنجا گورا ڪارا
پاڻ سونهارا حق جا مظهر صلي الله عليه وسلم

روشن ڪيئون الله جو نالو علم ۾ ٿيو تنجو اجالو
نور سان تن جي ملڪ منور صلي الله عليه وسلم
سائين حال ڪمال جا صاحب حضرت حال ۽
قال جا صاحب
جيڪي چوان، هئا تنهن کان بهتر صلي الله عليه
وسلم
ڪامل اڪمل، احسن اجمل، فيض رسان فياض
مڪمل
اقدس، اطهر، اظهر، انور صلي الله عليه وسلم
ناهي ثنا صلوات سوا ڀي، آهي ورد ”صغيرا“
هاڻي
ورد زبان تي ٿيو اڪثر صلي الله عليه وسلم(1).

حڪيم صاحب پنهنجي تصنيفات، خاص طرح دينيات ۽ اسلامي ڪتابن ۾ الله پاڪ ۽ پيغمبر صلي الله عليه وسلم کان سواءِ ٻين نبين، اوليائن ۽ اصحاب سڳورن جو ذڪر به جاءِ بجاءِ ڪيو آهي. اصحاب سڳورن جي شان ۾ چيل نظم جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

آهن آسمان جا تارا، سڀيئي اصحاب سونهارا،
ڏٺيءَ جا دوست ۽ پيارا، سڀيئي اصحاب سونهارا.

خدا راضي انهن کان ۽ هو راضي مولی کان،
وڃائي ويا چڱا وارا، سڀيئي اصحاب سونهارا.
خدا ڪيو نيڪ هو تن کي، سندن ايمان هو محڪم،
اندر ٻاهر صفا سارا، سڀيئي اصحاب سونهارا.
اهي مسڪين ۽ مومن، محمد جا سپاهي هئا.
وڏي همت ۽ دل وارا سڀيئي اصحاب سونهارا(1).

جيئن ته حڪيم صاحب جمعيت العلماءَ جو اڳواڻ هو ۽ ڪانگريس پارٽيءَ جا به شروع ۾ جميعت العلماءَ وارا ساڳيا اصول هئا. ٻنهي پارٽين ۾ هندو مسلمان شامل هئا، انهيءَ ڪري هو هندو مسلم اتحاد جو حامي هو ۽ سندس تحريرن ۽ مضمونن ۾ به هندو مسلم اتحاد تي گهڻو زور ڏنل آهي. هن جو مقصد هو ته اتحاد ئي اهڙو هٿيار آهي، جنهن سان فرنگين کان پنهنجي ملڪ کي آزاد ڪرائي سگهجي ٿو. انهيءَ باري ۾ لکي ٿو ته:

ذات انسان ساڻ رکجي اي برادر اتفاق،
آهي لذت ۾ مٺائي کان به بهتر اتفاق.
شل ٿئي روشن سدا ايڪي جو عالم ۾ چراغ،

۽ ڪري شل نور سان عالم کي انور اتفاق.
جهنگ جهر ۾، شهر ۾ ۽ ٻيهر، بر ۽ بحر ۾،
شل هجي موجود هر دل ۾ ۽ گهر گهر اتفاق.
*** *

آهي ڪينو ڪفر، سينو صاف رک آئينو ٿي!
جڳ کي تون اخلاق جو ڏيکار جوهر اتفاق.
چو ڪتن وانگي وڙهين ٿو؟ چڏ هڏي جي هوڏ
تون،
چو شرف پنهنجو وسارين؟ رک برابر اتفاق.
ڦهر جهڙو زگر پڻ ايڪي سان ماکي ٿو ٿئي،
ڪيو مکين کي پاڻ ۾ ڏس شير شڪر اتفاق
****
جي نه ڪنهن هٿيار جو پروانو ٿئي، پروا نه
ڪر،
توب ۽ بندوق ٿئي، پستول، خنجر اتفاق.
قرفا ٿاهي چو جدا ٿيو؟ چو وجهو فرق ۽ فراق،
ظاهر وباطن رکو اندر ۽ ٻاهر اتفاق.

آهي نازڪ شيءِ متان ڪيرايو يا هٿ مان ڏيو،
در يڪتا ايڪتا ٿئي، لعل گوهر اتفاق.
چو پئو ٿا جوش جذبي جنگ جي جنجال ۾،
قلب مان ڪينو ڪڍي، هڪ ٿي هلو هر حال
۾(1)

---

(1) مصنف مرزا قليچ بيگ ”سنڌي شعر“ سنڌي ساهتيه سوسائٽي طرفان سنه 1914ع ۾ حيدرآباد ۾ ڇپيو.

(1) ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل ”ادب ۽ تنقيد“ ادبي مرڪز حيدرآباد، سنه 1975ع، ص 59.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”حيات حڪيم“، نئين زندگي، ڪراچي ماهه، ڊسمبر 1960ع.

(1) عبدالله ”عبد“ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، قلندر نامه سنڌي، قلندر شهباز ائڪيڊمي، ص 10، سنه 1972ع.

(2) ”الحقيقت“ هفتيوار، 7 آڪٽوبر 1933ع.

(1) ”تحفه احباب“ ماهوار رسالو ايڊيٽر محمد هاشم مخلص.

[1] حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”بهار اخلاق“ ست نارائڻ پرنٽنگ پريس ڪراچي، سنه 1938ع.

(1) ”بهار اخلاق“ ص 1-2.

(2) ماهوار رسالو ”توحيد“ ڪراچي، آڪٽوبر 1924ع.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”رسالو الجامعه“ ڪراچي، ماهه آڪٽوبر 1925ع.

(1) ”اخلاق محمد“ ص 53.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ” اسلامي پيو ڪتاب“ شڪارپور، ص 22.

(1) ”بهار اخلاق“ ص 10-11.

غريبن ۽ مسڪينن جي خسته حالي ڏسي ڪيس دلي صدمه پهچي ٿو. ان جو مکيه سبب قوم جي بي حسي ۽ غلاميءَ کي سمجهي ٿو. هاري جهڙو سخت محنتي ماڻهو جو پنهنجي محنت سان اناج اپائي، ڪپهه پيدا ڪري ٻين جا ته پيٽ پري انگ ڍڪائي ٿو پر ڪيس بک ڏک ۽ انگ اگهاڙو رهڻو پوي ٿو. جنهن لاءِ حڪيم صاحب پنهنجي قوم جو هڪ فرد سمجهي ٿو. ان لاءِ پنهنجي خيالات جو اظهار هيٺين لفظن ۾ ڪري ٿو:

ڳڙن ٿا ڏک جا اکين مان ڳوڙها،
۽ رت به ريلا ڪري وهي ٿو،
ڏسي وطن جي تباهه حالي،

۽ قوم پنهنجي جي هيءَ غلامي.
اڳي اسان جو  هو شان عالي،
هينئر خرابي ۽ خسته حالي،
دماغ بيجا ۽ کيسا خالي،
هي سڀ اسان جي آ پنهنجي خامي.
ڏسو ته ڪائون ڏڪا ٿا در در،
لڳين اگهاڙا ڪلهن تي ڪوڙر،
نه تر ۽ توشو نه زور ۽ زر،
نه آهي همدرد ڪو نه حامي.
وڏي ڪپهه ڪٽڪ سرنهه ساري،
بکيا ڏکيا ته به رهن ٿا هاري،
ٿي ٻڌجي چوڌاري آهه زاري،
بتي غريبن جي وئي وسامي.
ڏسو غريبن مٿان تباهي،
ملي ڏکن کان نه تن کي ساهي،
ڪري نه تن جي ڪو خير خواهي،
هجي ڪو سيد يا ڪو سوامي.
مزن کان مزدور دور آهن،
غريب هارين کي سور آهن،
ڏکن بکين ۾ ٿيا چور آهن،

مرن مصيبت ۾ ٿا مدامي.
غرض جي لئه ٿيندو سڀ ڪو حاضر،
۽ ڪم لئه پوءِ ٿيندو قاصر،
زباني هر طرح ٿيندو ناصر،
گهري ٿو عزت ۾ نيڪ نامي(1).

## ”وطن جي حب“

حڪيم صاحب کي پنهنجي وطن لاءِ نه فقط محبت عزت هئي پر کيس دلي عشق به هو، وطن جي هر چيز لاءِ کيس محبت هئي. وطن جي مٽ ٻي ڪا شيءِ سندس نظر ۾ ڪانه آهي. ان لاءِ پنهنجي جذبات جو اظهار ڪندي لکي ٿو ته:

خوشيءَ ۾ نه ماپي ٿو منهنجو قلم اڄ،
هٽي شاخ طوبی هجڻ جو ٿو دم اڄ،
ڪٽي ناز انداز سان ٿو قدم اڄ،
ٿي جڻ عيد ان لئه، خدا جو قسم اڄ،
مليو آهي مضمون حب وطن جو،
مليو موقعو آهي سير چمن جو.
ٿيو صحن ڪاغذ جو اڄ خوب رنگين،

بهشت برين جو ٿيو فرش زرين،
ٿي مس منهنجي مشڪ ختن، نافهء چين،
لڪان لفظ جنهن سان معطر ۽ مشڪين،
وطن جي محبت جو هي داستان ٿيو،
وطن منهنجو دنيا ۾ جنت نشان ٿيو.
وطن جا وڻن وڻ وڻي ٿاري ٿاري،
خزان وطن ۾ به آهي بهاري،
ٿي چڻ روز روشن سنديس رات ڪاري،
منجهس مثل جنت جي ٿيون نهرون جاري،
وطن منهنجو هڪ جنت آباد آهي،
وطن سان ئي بس منهنجي دل شاد آهي.
ڇا آب و هوا ٿي اسان جي وطن جي!
ٿي خوشبوءِ اچي ياسمين و سمن جي،
منجهس سونهن ٿي نرگس و نسترن جي،
ڪريان ڳالهه ڪهڙي وطن جي چمن جي،
وطن ۾ ڇا چو طرف چانداڻ آهي!
وطن منهنجو بس پنهنجو مٺ پاڻ آهي.
هوا جنهن جي سرهي، مٺو جنهن جو پاڻي،
ندي جنهن جي سيني ندين جي ٿي راڻي،
ڪڏهن شمع روشن نه جنهن جي وساڻي،

ٿئي سک ۾ ساٿي ٿئي ڏک ۾ ساٿي،
جي دنيا ۾ ڪو ديس مثل چمن ٿيو،
ته منهنجو مٺو ۽ پيارو وطن ٿيو(1).

## ”اخلاق شاعري“

هي دنيا چند ڏينهن جو مڪان آهي، انهيءَ ڪري ان ۾ غلام ٿي نه گذارجي جيترو ٿي سگهي نيڪيءَ جا ڪم ڪجن، پنهنجي ملڪ و قوم جي خدمت ڪرڻ گهرجي ملڪ ۽ قوم سان غداري نه ڪجي. پاڻ ۾ خود داري پيدا ڪجي. مال و دولت تي غرور نه ڪجي. انهيءَ سلسلي ۾ حڪيم صاحب هدايت ٿو ڪري ته:

## ”گلدسته حڪمت“

ٿي نه مغرور مال و دولت تي،
مڙس ٿي مشڪلات کي منهن ڏي،
تڪيه بر موسم بهار نه ڪر،
دامن صبر تار تار نه ڪر.
هان غلاميءَ جي طوق زرين کي،

چڏ نه خود داري ۽ نه ٿي ٽرڙو،
اي سياڻا ٻچيءَ جو هار نه ڪر،
هٺ سان برباد پنهنجي بار نه ڪر،
حق طلب حق پسند ٿي تون گذار،
نيڪ ڪم لاءِ جلد چؤ لبيڪ،
ڪڍهن باطل جو دل تي بار نه ڪر،
ان ۾ ڪجهه دير ۽ مدار نه ڪر.
اي ميان پنهنجي نفع ذاتي لاءِ،
روح قيدي ۽ جسم آهي جيل،
قوم ۽ ملڪ کي تون خوار نه ڪر،
جيل کي نقش ۽ نگار نه ڪر.
درد دل ۾ تون قوم ملڪ جو ڌار،
نفس ناقص کي ڪر نه تون گستاخ،
صبر ڪر درد جي پڪار نه ڪر،
نفس کي پاڻ تي سوار نه ڪر.
ٿئي غدار ملڪ ۾ ڪيئي،
جي چئين چؤ سخن ڪو سنجيدو،
سمجهه ۽ سپ کي يار غار نه ڪر،
نه ته سخن کي تون بي وقار نه ڪر.
ڪيئي ابليس آدمي صورت،

ڏني حڪمت جڏهن خدا توکي،
پوءِ سپ ڪنهن تي اعتبار نه ڪر،
پنهنجي حڪمت کي داغدار نه ڪر.
خادم ملڪ ٿي گذار سدا،
پاڻ کي ٿي صغير هاڻي ”حڪيم“،
خدمت ملڪ ۾ ڪو عار نه ڪر،
شاعرن ۾ تون شرمسار نه ڪر.
شعر تنهنجو آ باغ حڪمت جو،
باغ پنهنجي کي بي بهار نه ڪر(1).

## ”فني شاعري“

جهڙيءَ طرح پنجئي آڱريون هڪ جيڏيون هڪ جهڙيون نه آهن. اهڙيءَ طرح هن دينا ۾ سپيئي ماڻهو هڪ جهڙا نه آهن. ڪي چڱا ته ٻيا بچڙا به آهن. چڱي جو ڪم آهي ٻين سان چڱائي ڪرڻ بلڪه چڱو چئبو ئي ان کي آهي جيڪو سدائين چڱائي ڪري. روز رب تي آهي ان جي ڳڻتي نه ڪرڻ گهرجي.

حڪيم صاحب مٿين ڳالهين تي هميشه عمل پيرا رهيو، ان بابت هيٺين شعر ۾ پنهنجو خيال ظاهر

ڪيو اٿس. اهو پاڻ ضرب المثال طور لکيو هئائين:

لڇن جي وچ منجهان، پڙ ٿا لپن ڪي ڪي چڱا،
وچين آگر ۽ آڱوٺي جي وچ ۾ ڏس ته اشهد ٿي.

رهي سگهجي ٿو نرميءَ ساڻ پنهنجي دشمنن جي وچ،
ڏندن جي وچ ۾ آهي، ڏس سلامت ڪيئن زبان تنهنجي.

چڱو انسان سپ ڪنهن سان چڱو ئي ٿو هلي هر دم،
رسائي ريج دريا، جهڙو باغن تهڙو جنهگن کي.

نه فڪر نان جو ڪر، پڙهه نراڙ ۾ پنهنجي،
پرن ۽ نڪ ۽ اکين ۾ ته آهي نان لکيل(1).

ملڪ ۾ نا اتفاقي ڏسي، حڪيم صاحب ذهني ۽ روحاني تڪليف محسوس ڪري ٿو. هو حڪومت جي نا اهل ۽ ظالم ڪارندن جي طرفان پنهنجي وطني باشندن تي ناحق ظلم ٿيندو ڏسي بي چين ٿي وڃي ٿو. ڪيس پنهنجي وطن جي سر زمين سان دلي لڳاءُ آهي. وطن جي هر شيءِ کي پنهنجو ڪري سمجهي ٿو:

اسان تي ٿي واجب وطن جي محبت،
وطن پائي هر هڪ کي ڏيون مان عزت.
عداوت نه هر گز رکون ملڪ ٻئي سان،
ڪريون ملڪ جي اهڙي مشڪل کي آسان.
محبت ۾ هرگز نه گمراهه آهيون،
مگر ڇا ڪريون؟ بک ۾ ٿيا پاهه آهيون.
اسان کي به حق آهي جڳ ۾ جيئڻ جو،
اسان کي به حق آهي کائڻ پيئڻ جو.
وطن جو هندايون وطن جو ڪم آٽيون،
ٿيون بسڪيٽ کان بهتر پنهنجون ڳڙجون ڏاٽيون.
پنهنجي ملڪ جي ٿي وٽي خشڪ روٽي،
وٽي ٿي وطن جي به ڦاٽل لنگوٽي.
ٿيو هيٺو آ حال اهل وطن جو
ٿيو اڄ اونڌو اقبال اهل وطن جو.
خدا رک تون آباد منهنجي وطن کي،
ڪجئين ڏک کان آزاد منهنجي وطن کي.
۽ شفقت سان ڪر شاد منهنجي وطن کي،
نه ڦاساءِ صياد منهنجي وطن کي(1).

حڪيم صاحب ماهه اپريل 1941ع ۾ ”شعر جي ڪسوٽي ڪاميٽي سنڌ“ جو چيئرمين مقرر ٿيو.
ان ڪاميٽيءَ جا ٻيا هيٺيان ميمبر هئا:
ڊاڪٽر گربخشاڻي
پروفيسر رامپنجواڻي
عبدالله ”عبد“
سيٺ غلام احمد نظامي
خان صاحب حاجي محمد صديق ميمڻ
محمد بخش واصف
جمع خان غريب
ديوان پرتابراءِ
ڪشنچند بيوس
مجروح
رئيس ضياءُ الدين بلبل
حضرت ڪاظم
حافظ اوحدي
خانصاحب حيدربخش جتوئي
مولانا علي محمد صاحب
حافظ محمد احسن
ماسٽر عبدالله اثر

لطف الله جوڳي
غلام علي مسرور
ماستر محمد رمضان ثاقب
وڏيرو علي محمد عباسي
مرزا اجمل بيگ
نظام الدين خان نظام
عبدالفتاح عبد
ميان ممتاز علي خان ممتاز
مخدوم محمد امين
عبدالوهاب ناظم

ان ڪاميٽيءَ لاڙڪاڻي ۾ هڪ مشاعرو منعقد ڪيو، جنهن ۾ حڪيم صاحب ”اديب سنڌ“ جي باري ۾ هيٺيون نظم پڙهيو:

اديب سنڌ جاري ٿيو، خدا جي مهرباني آ،
اديب سنڌ جو ڪو مٽ نه آهي ۽ نه ثاني آ.
گل - باغ - ادب اڄ سنڌ ۾ آهي ٽڙيو سهڻو،
اديبن جو حبيبن لاءِ هي هڪ ارمغاني آ.
ڇا خوشبوءِ دار گل پيدا ٿيو فصل بهاري ۾،
نه جنهن کي فضل رب سان خطر باد خزاني آ.
گل موسم نه آهي، هي گل باغ ادب آهي

هميشه رهندو هي گل ۽ گل موسم ته فاني آ.
حڪيم سنڌ کي لکيو اديب سنڌ جي خادم
سن هجري نيڪئين (زيبا زهي هي ارمغاني
آ)(1).

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي شاعري جيتوڻيڪ قومي، مذهبي ۽ سياسي رنگ ۾ رڱيل نظر اچي ٿي پر منجهس نا صحانه عاشقانه ڪلام به نظر اچي ٿو. جنهن ۾ فطرت نگاري، قرباني، غزل، مناجات، نعت، خيال، پهاڪن جا شعر وغيره اچي وڃن ٿا. سندس شعر جي جدا جدا صنفن جا چند مثال هيٺ ڏجن ٿا:

”قادر جي قدرت“

ڏسي حسن گل جو ٿي حيران بلبل،
ٿي جهوريءَ ۾ گل جي جهڄي جان بلبل.
گلن سان ٿيو آباد هڪ پاسي گلشن،
ٻئي پاسي ٿي شمع عالم ۾ روشن.
پريشان پروانو ٿيو لاءِ درشن،
جلائي سنديس جان جذبن ۽ جوشن.

هي سڀ تنهنجي جلوه جا عاشق خدايا،
بهانو ڪري هن جو ۽ هن جو آيا.
عجب چمڪندڙ سج چنڊ ۽ تارا،
ٿا گذرن ۽ گذريا اونهارا سيارا.
ڪڏهن گرميون آهن ڪڏهن سخت پارا،
ڏين تنهنجي هستي تي هي سڀ اشارا.
هي سارو زمانو تنهنجي آهي صنعت،
اي قادر تنهنجي آهي چوڌاري قدرت
ڪڏهن زور روشن ڪڏهن رات آهي،
ڪٿي نور ۽ ڪٿ ٿي ظلمات آهي.
عجب جهڙا چوڌاري ڏسجن نظارا،
وڏائي جا تنهنجي وڏي شان وارا(1).

حڪيم صاحب سچي قربانيءَ جو اظهار هيٺين شعر ۾ ڪيو آهي:

غرق ٿيا ڪي ڪنهن نه ڪنهن سوداءَ ۾،
ڪي وڃن ٻلهار ٿا واپار تان.
ڪي ٿا پنهنجي سر تان زر قربان ڪن،
ڪي وڃائين سر ڪنهن زردار تان.
ڪي ٿا مرن اڃ پنهنجي نالي لاءِ ٿا،
ڪي فدا ٿين ڪرسي ۽ دربار تان.

ڪي ٿا پروانا ٿين پروانه لاءِ،
ڪي مرن بندوق ۽ تلوار تان،
ڪي هلن اک جي اشاري تي سدا،
ڪي سدا صدقي ٿين سرڪار تان.
ڪي مرن جنت جي حورن لئه سدا
گهورجن ڪي جنتي گلزار تان.
صدقي ٿيان شل آءُ خدا جي نانءَ تي،
آءُ ٿيان قربان پالڻهار تان.
آءُ ٿيان صدقي وطن جي خاڪ تان،
گهور ٿيان شل مان وطن جي خار تان.
ديس جي عزت تان شل قربان ٿيان،
ٿيان فدا شل ديس جي ديدار تان.
جيڪو پائني پاءُ انسان ذات کي،
صدقي ٿيان ان بخت ور بيدار تان.
شعر سڀ حب الوطن ريءَ اي "حڪيم"!
گهوري ڇڏجن تنهنجي هن اشعار تان(1).

عشق ۽ زندگي به لازم ملزوم شيون آهن. هر انسان کي قدرت جي ڪنهن نه ڪنهن شيءِ سان محبت هوندي آهي. ائين ڪٿي چئجي ته دنيا محبت تي قائم آهي ته به درست ٿيندو اهو ئي سبب آهي

جو هر شاعر جي ڪلام ۾ عشقي رنگ سمايل نظر اچي ٿو، مرحوم حڪيم صاحب کي به شايد اهڙي چوٽ لڳي آهي جو لکي ٿو:

## ”غزل“

وار چوڙي تون مون تي وار نه ڪر،
زندگي منهنجي زهر مار نه ڪر.
رت نه هارين ٿو منهنجو رحم سبب،
عذر اهڙو تون گلعذار نه ڪر.
منهنجي اکين کي اي سڄڻ سهڻا،
عشق پنهنجي ۾ اشڪبار نه ڪر.
خون منهنجو سڙي سياهه ٿيو،
هاڻي گيسن کي مشڪبار نه ڪر.
هڻ ڀلي سيني ۾ تون تير نظر،
پر هڻي تنهن کي آرپار نه ڪر.
هڪ دفعه پنهنجي هٿ سان چڪڙو پيار،
پوءِ ڀلي اي پرين پيار نه ڪر.
شال وڇڙيا ملن پرين پرچن،
اي خدا يار کان تون ڌار نه ڪر

يار راضي هجي ته ڪافي آ،
پوءِ دشمن جو انتظار نه ڪر.
عشق جي ڳالهه ڪي اتيئي ڇڏ،
عشق جو راز آشڪار نه ڪر.
ڇا غزل، ڇا قصيدو ڇو اي حڪيم،
شعر پنهنجي جو ڪو شمار نه ڪر.
جي چئين ڇؤ سخن ڪو سنجيدو،
نه ته سخن کي تون بي وقار نه ڪر.
نظم تنهنجي جو ٿيو نظام عجيب،
نثر پنهنجي کي پڻ نثار نه ڪر.
ڏني حڪمت جڏهن خدا توکي،
پنهنجي حڪمت کي داغدار نه ڪر.
شعر تنهنجو ٿيو باغ حڪمت جو،
باغ پنهنجي کي بي بهار نه ڪر(1).
جي آهين عشق جو ٻانهو ته ڇڏ ذات،
فلاڻو پٽ فلاڻي جو ڪوناءِ نه ڪر(2).

نوٽ: هي غزل جو سندس عشقيه ڪلام جو نمونو آهي پاڻ هڪ مشاعري لاءِ لکيو هئائين جو هڪ ادبي انجمن جي زير سايه ڪراچيءَ ۾ منعقد ڪيو ويو هو.

طرح حسب ذيل هئي: ”دامن صبر تار تار نه ڪر(3).

اهو شعر جنهن ۾ الله تعالى جي صفت بيان ڪئي وڃي يا جو دعا طور چيو وڃي ان کي مناجات سڏبو آهي. حڪيم صاحب اهڙو شعر گهٽو چيو آهي.

**مثال طور:**

## ”مناجات“

خدا ڪر عاقبت منهنجي ڪرم سان پنهنجي موچاري،
تون صاحب فضل جو آهين تون آهين ذوالڪرم باري.
خدا تون ڏي هدايت مون کي ۽ هر هڪ مسلمان کي،
پئي اوڙاهه ۾ آهي، اسان جي قوم ويچاري.
چڏي در تنهنجو اي خالق پيا ٿاٻا ڏڪا کائون،
هواسين نيڪ ۽ نوري ٿياسين نحس ۽ ناري.
اسان جي پاڪ مذهب کي، اسان کان لڄ اچي ٿي اڄ،
وجهي ڦٽڪار افعالن اسان جي تي دنيا ساري.

وساري توکي اي مولا! ڪيوسين پاڻ کي بچڙو،
اسان جو شان ۽ شيوو گنهگاري ۽ بدڪاري.
نه آهي دين جي عزت اسان وٽ ڪا رهي
هرگز،
وري ڪائي رهي آهي اسان ۾ ڪجهه دنيا داري.
نه علم و فضل آهي ڪجهه اسان جي قوم ۾
هرگز،
رهي آهي اسان ۾ ڪا نه ڪا حڪمت ۽
هشياري.
حسد، بعض ۽ عداوت اڄ اسان ۾ عام ٿي ڏسجي،
نه وڙ آهي رهيو ۽ نا رهي آهي وفاداري.
اسان ۾ غيبت و ڪذب و ڪدورت ويا وڌي آهن،
شرارت شعلنت، فتنه، دغا بازي ريا ڪري.
وڪوڙي وئي سڄي دنيا کي اڄ ظلمات ظلمن
جي،
پکڙجي وئي سڄي دنيا ۾ يا رب مردم آزاري.
اسان ۾ عيب جي آهن سيئي آهن صفا پڌرا،
اسين پڻ آهيون اي ستار! اقراري نه انڪاري.
مري وينداسين مولا! جي ڏيکاريئي قهر جو
جلوو،

فنا ٿينداسين جيڪر تو ڏيکاريو شان جباري.
”صغير“ناتوان جو عرض آهي توکي اي مولى!
ته پنهنجي فضل سان ڪج ڪا مسلمانن سان
ستاري(1).

حڪيم صاحب کي پنهنجي قوم جي پست هئڻ جو گهڻو ڏک ۽ احساس آهي. هو چاهي ٿو ته قوم ترقي ڪري ۽ بيدار ٿئي. ان جو هيٺئين شعر ۾ اظهار ڪيو اٿائين:

”اي اسان جي قوم“

هي چاهي غفلت غرقاب، اي اسان جي قوم!
هي چاهي چشم پر از آب، اي اسان جي قوم!
هي چاهي مغز جي ڪم طاقتي، دماغ ضعيف،
هي چا بدن آهي بيتاب، اي اسان جي قوم!
اسان ۾ علم و فضيلت جا خاندان هئا،
اسان ۾ مير ۽ نواب، اي اسان جي قوم!
اسان جو ڪوڪب اقبال هو درخشنده،
اسان ۾ بخت جو مهتاب، اي اسان جي قوم!
هئاسين رحمت رب جي کان شاد ڪام اسين،
هئاسين شاد ۽ شاداب، اي اسان جي قوم!

مقام عبرت آهي، جو ڪنهن ترقيءَ جو،
اٿئون نه هٿ ۾ ڪو اسباب، اي اسان جي قوم!
نه علم آهه نه حرفت نه ڪا فضيلت ٻي،
نه ياد رب الارباب، اي اسان جي قوم!
اسان جي بيخ ۽ بنياد سڀ فضيلت ۾،
پٽي زماني جي سيلاب، اي اسان جي قوم!
وگر نه ذلت وخواري وڌندي روز بروز
اکين مان و هندو پوخونناب، اي اسان جي قوم!
ڪڏهن نه چئبي ترقي بغير همدردي،
رڳا خطاب ۽ القاب، اي اسان جي قوم!
سڻو ”حڪيم“ جو دل سان ذرا هنبائي سخن،
نه جنهن ۾ خول نه اطناب، اي اسان جي
قوم! (1)
”اي غافل ڪجهه حقيقت جي پچا ڪر“
بقا جي ۽ فنا جي سڀ حقيقت،
اڙي غافل گل و گلزار کان پڇ.
پلائي، پائيپيءَ جو پيد ۽ رمز،
مهاجر کان ۽ پڻ انصار کان پڇ.
چڪو وحدت ۽ آزاديءَ جو پيتم،
اچي سا ڪيفيت سرشار کان پڇ.

جهاد في سبيل الله جو رتبو،
جناب حيدر ڪرار کان پڇ.
منهنجي همت ۽ طاقت جي حقيقت،
رقيب رهزن و مڪار کان پڇ.
مزو بي لذتي هوندي به اي دوست،
منهنجي هن بي مزه اشعار کان پڇ.
منهنجي هن شعر جو ڪجهه قدر قيمت،
وڃي تون ڪنهن در شهوار کان پڇ. (1)

”پهاڪن جا شعر“

جهولي ٿي پرجي مال سان، سختين سهڻ کان پوءِ،
تابش جهلڻ کان سج جي ئي ٿو سنگ جهلي اَن.
جو چاڙهو نيٺ مرندو، جو اپريو نيٺ لهندو سو،
جو بيٺو وهندو سو، جو پوکيو نيٺ لڻبو سو.
عمل بنا جو ٿيو علم، تنهن مان ڇا حاصل،
ڇا وٺندو وڻ سو جنهن کي ڦر، نه ڇانو نه سونهن(2).
حڪيم صاحب جا سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ بابت تاثرات:

# ”شاهه پٺائي“

سنڌ جو سهڻو ميٺو ۽ سنڌ جو سينگار شاهه،
شاعرن شيرين ڪلامن جو سچو سردار شاهه.
جنهن جياريو مارئيءَ کي عمر جي ڪياءِ عمر،
ساهه جنهن سسئي ڏنو هو سو پنهونءَ جو يار
شاهه.
گهوريان موتي ۽ جواهر ان پٺائي گهوٽ تان،
جنهن ڏنا موتي ۽ ماڻڪ سو سدا ڏاتار شاهه.
چا سنديس ٻولي مٺي! ۽ چا سنديس وائي عجيب،
واهه خوش رفتار سيد، واهه خوش گفتار شاهه.
شاهه مولى جي محبت ۾ سدا هو محو مست،
عشق جو هر تار تانگهو، جنهن مان لنگهيو يار
شاهه.
جنهن پڙهيو آهي رسالو شاهه جو رس رمز
سان،
ٿو چوي سپڪو پيو آهي هئنين جو هار شاهه.
جي منهنجي من دک سان دل پرجي ڪٽي پڙهه
شاهه کي،
ڏئي اکين آنند ۽ تولاءِ ٿئي من ٺار شاهه.

ڏس ته ڪيئن محبوب ٿيو هندن مسلمانن سندو،
هو ديالو دوست سڀني جو سچو دينددار شاهه.
اڄ اچو هندو مسلمانو! ته صوفي ٿي رهون،
ٿو ڏئي روحاني عالم مان اهي ئي پار شاهه.
شاهه جهڙا ٿيو، ڪيو ڪينو، رکو سينو صفا،
ڪين گهرندو هوندو هھڙي ريت ان کي ڏار شاهه.
شاهه پاڪر ۾ جهليو هندن مسلمانن کي پر،
اڄ ڏسي هي حال نيٹئون ٿو وهائي نار شاهه(1).

## فصل ٽيون

## ”حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي سنڌي شاعريءَ جون خصوصيتون

سٺو شعر ان کي تصور ڪيو ويندو آهي جنهن ۾ نج صحيح ۽ صاف ٻولي ڪم آيل هجي ۽ منجهس ڪو به تصنع نه هجي. جنهن ۾ سلاست، بلاغت، اصطلاح، پهاڪا، تشبيهون، استعارا، جدت، ۽ جوش هجي. جنهن مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ته شاعر جنهن ٻوليءَ ۾ شاعري ڪئي آهي، ان

تي ڪيس مڪمل دسترس حاصل آهي. ازانسواءِ سنڌس شعر ۾ بلند خيالي، جذبات نگاري ۽ خيالن جي رنگيني ايتري قدر سمايل هجي، جو شعر پڙهڻ سان پڙهندڙ جي دل تي جادوءَ جو اثر ٿئي. حڪيم صاحب جي شعر ۾ مٿيون سڀئي خوبيون موجود آهن. سنڌس شعر ۾ غضب جي رواني آهي. طويل نظم لکڻ ۾ ڪمال حاصل هوس اهڙي طوالت بيجا به نه هئي. اهڙن شعرن ۾ مضمون جي مختلف زاوين کان تفصيل سان خيالات جو اظهار ڪيو اٿس. قادر جي قدرت، حب الوطني، بهار آيو، قلم جي قرباني وغيره (جي سنڌس لکيل ڪتاب بهار اخلاق ۾ ڇاپيل آهن) اهڙي قسم جا طويل نظم آهن.

سنڌس شعر ۾ سنڌي فارسي ۽ عربي لفظن جو سهڻو ميلاپ آهي، اهو ئي سبب آهي جو حڪيم صاحب جو شعر شيرين ۽ اثر وارو معلوم ٿئي ٿو. مرحوم شمس الدين ”بلبل“ سنڌس مثنوي ڪتاب ”داستان قوم“ جي تقريظ ۾ هن طرح تعريف ڪئي آهي:

صغير ڏسي تنهنجو قومي ڪتاب،

چوي توکي صد آفرين شيخ و شاب.
صغيرا تنهنجو شعر موزون آهه،
اثر ۽ اجابت سان معرون آهه.
هجي قابلن کي اوهان جو قدر،
مسلم ثبوت آهي علم و هنر (1)

قومي شعر جو درجو نهايت بلند اٿس. جنهن ۾ قوم جي زوال ۽ ادبار جا سبب ٻڌائي ٿو. ان جو علاج ڏسي قوم کي بيدار ڪرڻ جي به ڪوشش ڪئي اٿس. سندس وطن جي حب ۽ آزادي وغيره جي موضوعن تي لکيل نظم پڻ بلند پايه جا آهن. جن جا مثال هن باب ۾ اڳيئي چاڙهايل آهن.

مطلب ته هي قادر الڪلام شاعر پنهنجي عمر ۾ وت آهر سنڌي علم و ادب جي خدمت ڪندو رهيو. سندس تصنيفون زندگيءَ جو آئينو آهن ۽ ادب ۾ زندگيءَ جي نظريه جي تائيد ڪن ٿيون. زندگيءَ جي آخري لمحه تائين هو دلي آرزو مطابق شعر و ادب جي خدمت ڪندو رهيو،

عمر ڪيم صرف سڄي علم جي عشاقي ۾،
شال ان طرح ٿين پورا منهنجا پساهه،

-حڪيم.

# فصل پنجون

## اردو شاعري

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ کي اردو زبان تي مڪمل دسترس حاصل هئي. سندس اردوءَ ۾ لکيل ”آئينه سڪندر“ (تذڪره لعل شهباز قلندر) ۽ دينيات جا ٿي ڪتاب ”مذڪوره حقيقت جو واضح ثبوت آهن. اردو زبان ۾ ڪلام به چيو اٿس. انهيءَ سلسلي ۾ ”مسٽر مير خان جت“ پنهنجي مقالي ۾ ڄاڻايو آهي ته:

”سال 1895ع ۾ سيٺ حاجي احمد ميمڻ سکر مان ”آفتاب سنڌ“ نالي اخبار جو اجراء ڪيو. هن اخبار جو ڪجهه وقت لاءِ ايڊيٽر مرحوم شمس الدين بلبل رهيو. مرحوم سيوهاڻي پنهنجي محسن ”بلبل“ جي تقرر جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

شمس الدين بلب جو ہے شيرين مقال
سندھ ميں ھے شاعر عالی مرتبہ
ھے ايڈيٹر آفتاب اشبار کا
جلوہ گر جس کا سشن ھے ھيمومہ
پرچہ الحق ھوا ھے اور بھی
حضرت بلبل کے اب زير نگہ
کہدو يوں سال تقرر اے صغير
روشن الحق آفتاب دين سے وہ.
(1) (صغير)

## فصل ڇهون

### عربي ۽ فارسيءَ ۾ شاعري

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ کي جهڙيءَ طرح سندي ۽ اردو شاعريءَ تي ملڪو حاصل هو، اهڙيءَ طرح عربي ۽ فارسيءَ جو به مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. سندس عربي ۽ فارسي شعر

ان وقت نه فقط سنڌ بلڪه ڪابل، قنڌار ۽ مصر جي رسالن ۾ به شايع ٿيندو رهندو هو(1). سندس عربي ۽ فارسي شعر جو نمونو مثال طور هيٺ ڏجي ٿو:

**عربي شعر:**

”اني بسلسلة الزمان مسلسل فڪذالڪ من شغل العلوم معطل“

(آءُ زماني جي زنجيرن ۾ سخت جڪڙجي پيو آهيان، انهيءَ ڪري علمي شغل کان بيڪار ٿي پيو آهيان.)

”ان الذي الان ڪوڪب علمه - يتلمع يتشعشع يتشعل“

(تو هان اها بزرگ هستي آهين، جنهن جي علم جو ستارو اڄڪلهه چمڪي رهيو آهي ۽ جلوه ڏيکاري رهيو آهي)(2).

**فارسي شعر:**

دلا در ملڪه ما آمد روائح روح و دلهارا
مطالع ماهوار ڪرده وه مسرور دل مارا
اگر دارد هوس ڪس سال او در مصرع مهمل

دلم ڪردو سوال مدعا علامه علما را
صدا ڪرده ملڪ مڪه مد ول الحمد درسمعم
رساله مدرسه اسلام ....... صلح آرا. [(1)]

[(1)] ”بهار اخلاق“ ص 13-14.

نوٽ: حڪيم صاحب هي شعر سنڌ جي بمبئي کان آزاديءَ جي خوشيءَ ۾ لکيو هو. پير علي محمد راشدي ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ جلد پيو سنڌي ادبي بورڊ، ص 322، 1981ع.

[(1)] روزنامه ”الوحيد“ ڪراچي، مورخه 25 آگسٽ 1925ع.

[(1)] ترتيب پير حسام الدين راشدي ”ماڪ پنا رابيل“ نئين زندگي نمبر 8، ص 65.

[(1)] ”بهار اخلاق“ ص 16-17.

[(1)] اديب سنڌ، ايڊيٽر ”جمع خان غريب“ لاڪاڻه، اپريل 1941ع.

[(1)] ”بهار اخلاق“ ص 2-5.

[(1)] ايڊيٽر عثمان علي انصاري ”سنڌي نصاب لازمي“، سنڌي ادبي بورڊ 1916ع، ص 253-54

[(1)] ”بهار اخلاق“ ص 27-28.

[(2)] ”ابوالفضل ۽ فيضي“ ص 24.

[(3)] حڪيم محمد احسن کان معلوم ڪيل.

[(1)] ”نور الايمان“ ص 262.

(1) ”مهراڻ جا ماڻڪ“ پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي، ص 19.

(1) ”بهار اخلاق“ ص 29.

(2) سروي مخزن هالا، سالانه مخزن سال 1954-55ع، ص 104.

(1) ”بهار اخلاق“ ص 26-27.

(1) اوج علوي مضمون روزنامه عبرت 14 ڊسمبر 1960ع تان ورتل.

(1) حڪيم محمد احسن صاحب کان معلوم ڪيل.

(2) طالب العلميءَ جي دور ۾ حڪيم صاحب پنهنجي استاد ڏانهن قصيدو لکيو هو. اهو سندس سوانح حيات تان ورتل.

(1) ايڊيٽر مولانا محمد عثمان نور نگزاده ”مدرسه منتلي“ ڊسمبر 1903ع ص 1.

(1) سرپرست حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”هفتيوار اصلاح“ 11-12-1939ع.

# باب چوٿون

# حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جون سياسي خدمتون

## فصل پهريون

## سياست لفظ جي معنیٰ ۽ مفهوم

سياست لفظ عربي زبان مان ورتل آهي، جنهن جي معنى آهي حڪومت، سلطنت جو ملڪي انتظام، تدبير وغيره(1).

سياست مان مراد آهي ملڪ و قوم جي روز مره جا مسئلا ۽ معاملا، جن جو تعلق حڪومت ۽ ملڪ سان هوندو آهي. انهيءَ لحاظ ڪان هر ملڪ ۽ قوم جي سياست مختلف هوندي آهي. ڪنهن ملڪ جي سياست تي مذهب جو رنگ چڙهيل هوندو آهي ته ڪنهن تي شهنشاهيت يا نوآباديات جو رنگ چانيل هوندو آهي. ڪٿي نسلي ڪشمڪش ۽ جهڳڙا جاري هوندا آهن ته ڪنهن ملڪ جي سياست ملڪ گيري جي هَوَس، ته ڪٿي وري سياست ملڪ جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڪوشان هوندي آهي. اهڙيءَ سياست هڪ اهڙو فن آهي، جنهن سان حڪومت بنائي، ڊاهي يا بدلائي سگهجي ٿي.

هڪ انگريز مصنف ”سر فريڊرڪ پولڪ“ سياست کي مکيه ٻن حصن ۾ ورهايو آهي: هڪ نظري سياست ۽ ٻي عملي سياست. نظري سياست ۾ رياست جو آغاز، ان جي ارتقا ۽ مختلف

شڪليون، حاڪميت ۽ ان جا نظريا، آئينس جا مختلف نظريا، حڪومت جي تشڪيل، آمدني، خرچ، قومي دولت، ملڪي قانون سازي ۽ ان جا دائره اختيارات اچي وڃن ٿا.
عملي سياست ۾ موجوده رياستن حڪومتن جو حال، رياست جا جاگرافيائي حدود، ملڪ جو آئين، حڪومت جو نظام، فوج جي مداخلت، قانون سازي جا قاعدا ۽ اصول، عدالتن، تنظيمن وغيره تي بحث ڪيل هوندو آهي. ازانسواءِ شخصي حيثيت ۾ رياستن جا باهمي تعلقات، جنگ، صلح نامه، بين الاقوامي معاملات وغيره جو پڻ ذڪر ڪيل هوندو آهي(1).

## فصل پيو

## حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي دور ۾ نئڊي ڪنڊ جي سياسي جهلڪ؛

ويهين صدي شروع ٿي ته انگريزن جي سائيڪو ورهين جي دور حڪومت ۾ هندستاني به نهايت

اعلى تعليم يافته ۽ صاحب اقتدار ٿي چڪا هئا. دنيا جي نئين تاريخ به هنن جي مطالعي هيٺ اچي چڪي هئي. هو دنيا جا سير به ڪري چڪا هئا. هندستانين ۾ ڪافي سوجهه ٻوجهه اچي چڪي هئي. هڪ طبقو ”نيشنل ڪانگريس“ جي وسيلي پنهنجي ڪوشش سان انگريزن کان اقتدار کسڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ته هڪ ٻيو طبقو به پيدا ٿيو، جنهن جو مقصد هو ته هندستان ۾ جيڪڏهن قانوني انقلاب نه اچي سگهي ته ڪنهن نموني غير قانوني انقلاب آندو وڃي. ان طبقي جو مرڪز بنگال هو. انهن ڏينهن ۾ انگريزي حڪومت جو مرڪز به بنگال هو پوءِ سنه 1912ع ۾ دهلي آندو ويو. ان وقت انگريزين محسوس ڪيو ته هندستانين جو زور ٽوڙڻ ضروري آهي. انهيءَ ڪري هنن شروع ۾ خيال ڪيو ته مسلمانن جي مڪمل سرپرستي ڪئي وڃي. سر سيد احمد خان جي ڪوششن سان مسلمان به ڪافي تعليم يافته ٿي چڪا هئا، پر جيترو اقتدار هندن کي حاصل هو. ان جي مد نظر مسلمانن جو وزن ڍڪيو ٿي لڳو. انهيءَ ڪري اها

ڪوشش ڪئي ويئي ته جن ايراضين ۾ مسلمانن جي گهڻائي هئي اتي مسلمانن کي وڏايو وڃي. انهيءَ مذهبي نقطه نگاهه کان بنگال کي به اڌ ڪيو ويو، سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۾ جتي (مسلمان گهڻا هئا) مسلمانن کي نوازڻ شروع ڪيائون.

هن تبديليءَ ڪري مسلمان ته خوش ٿيا پر هندو باهه ٿي ويا ۽ يڪدم هڪ زبردست انقلابي پارٽي قائم ڪري سڄي هندستان ۾ پکڙجي ويا. هن پارٽيءَ ٿوري ئي وقت ۾ ڪافي ترقي ڪئي. ايتري قدر جو سنه 1906ع ۾ مدناپور وٽ انگريز ليفٽيننٽ گورنر جي گاڏيءَ تي بم اڇلايو ويو. ساڳئي سال ڍاڪا جي انگريزي ڪليڪٽر کي گوليءَ سان اڏايو ويو. اهڙيءَ طرح 1909ع تائين سوين انگريز آفيسرن تي قاتلانه حملا ڪيا ويا ۽ انگريزن به گهڻئي انقلابين کي جيل ۾ ڦاسيون ڏنيون. هنن تحريڪن انگريزن کي اهڙو ته لاچار ڪيو جو نيٺ سنه 1911ع ۾ کين بنگال جو ورهاڱو رد ڪرڻو پيو. پر نتيجو الٽو نڪتو جو هاڻي اتي جا مسلمان به سندن مخلاف ٿي ويا. بنگال جي ورهاڱي رد ٿيڻ کي انقلابين پنهنجي

وڏي فتح سمجهي ۽ بجاءِ مڙڻ جي وڌيڪ تيز ٿيڻ لڳا راش بهاري بوس (جنهن خاندان مان سباس چندر بوس مشهور ليڊر ٿي گذريو آهي) گويا انقلابين جو اڳواڻ هو. هن شخص هندستان جي وائسراءِ لارڊ هارڊنگ جي شاهاڻي جلوس تي دهليءَ جي چانڊني چوڪ ۾ بم ڦٽو ڪيو ۽ وڏي ڳالهه ته پڪڙجي به نه سگهيو، پوءِ هن وچي پنجاب کي مرڪز بنايو. اتي وشنو گنيش پنگلي محب وطن مرهٽو به ساڻن شامل ٿيو ۽ بم بازيءَ جي تحريڪ کي ڪافي پکيڙيو. اهڙيءَ طرح پنجاب ۾ لالا لجپتراءِ، سردار اجيت سنگهه، ڀائي لالچند، ڀائي پر مانند ۽ ٻين وڏيون تحريڪون هلايون. لالا هرديال لاهور ۾ بلوو پارٽي قائم ڪئي پر هند ۾ ان کي وڏو خطرو سمجهي ان جو مرڪز آمريڪا ۾ قائم ڪيو، جتان ”بلوو“ نالي اخبار جاري ڪيائين، جا ڪيترن ئي هندستاني ٻولين ۾ ڇپبي هئي. جنهن کي مخفيءَ طرح هندستان ۾ نهايت دلچسپيءَ سان پڙهيو ويندو هو. ان بعد جلد ئي 1914ع ۾ ”پهرين جنگ عظيم“ شروع ٿي ويئي ۽ انقلابي پارٽيءَ ڏٺو ته هاڻي

انگريزن کي پريشان ڪرڻ جو ڀرپور موقعو آهي، ان ڪري هڪ هندستاني ”بابا گورودت سنگهه“ ڇا ڪيو جو 351 سک ۽ 31 پنجابي مسلمانن جو جٿو ٺاهي جپان کان هڪ جهاز هانگ ڪانگ تائين ڪرايه تي ورتو، پوءِ انهن جي وسيلي انگريزن سان سينگاپور ۾ ايتري قدر ڇڪريون کاڌيون جو خود اتي جي گورنر کي قيد ڪري اتي جا حاڪم بڻجي ويا، پر پوءِ گرفتار ٿي پيا مگر گورودت سنگهه 25-30 محب وطن سان گڏ ڀڄي پنجاب ۽ ٻين به علائقن ۾ ڪافي سورش پکيڙي ۽ انگريزن کي قتل ڪيائون.
جنگ ۾ ڪانگريسي هندو خواهه مسلمان انگريزن سان ساز باز ٿيا، پر انگريزن ترڪن خلاف اهڙا قدم کنيا جو مسلمان باهه ٿي ويا. سنه 1916ع ۾ مسلم ليگ ۽ ڪانگريسي پاڻ هڪ ٿي ويا ۽ ٺاهه ڪري انگريزن آڏو مطالبا پيش ڪيائون. جنهن تي لاچار انگريزن به هڪ شاهي اعلان ڪيو ته ”اسين جلد ئي هندستانين کي حڪومت ڏينداسون.
انهيءَ وعدي تي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جنگ ۾ انگريزن طرفان ڀرپور حصو ورتو. نتيجي طور

پندرهن لک هندستاني سپاهي فوج ۾ داخل ٿي ۽ سٺ ڪروڙ رپيا جنگي فند ۾ ڏنائون، پر جڏهن جنگ بند ٿيڻ بعد سنه 1917ع ۾ هندستانين کي خود حڪومت ڏيڻ جو بل پيش ڪيو ويو تڏهن انگريز پنهنجي ڪيل وعدي تان ڦري ويا، جنهن تي هنن شور ڪيو ته انگريزن ”رولٽ ائڪٽ ۽ ڊفينس آف انڊيا“ پاس ڪري انقلابين کي اڻ ڄاڻايل مدي تائين جيل ۾ رکڻ شروع ڪيو(1). هن سلسلي ۾ گورنمينٽ جي طرفدار اخبار ”سچائي“ لکي ٿي ته:

”پنجاب ۾ جيڪي فساد ٿيا تن ۾ ڏوهين تي مارشل لا هيٺ قاعدي پٽاندر مقدمن هلائڻ لاءِ جيڪي مارشلا ڪميشنون مقرر ڪيون ويئون هيون تن 114 ڪيس هلايا ۽ انهن ڪيسن ۾ تهمتين جو تعداد جن تي مقدمو هلائڻ ۾ آيو 852 هو جن مان 581 ڄڻن کي ڏوهي ٺهرايو ويو ۽ 271 کي ڇوٽڪارو ڏنو ويو. 351 ڄڻن کي مختلف سزائون ڏنيون ويون“(2). انهيءَ تان هندستانين کي ڏاڍي چڙ لڳي. مهاتما گانڌي ”ستيا گره“ جو اعلان ڪيو ته سڄي هندستان ۾ بي چيني پيدا ٿي

ويئي. هڙتالون ٿيون، جنهن تي مهاتما گانڌي، ڊاڪٽر ڪچلو ۽ ڊاڪٽر ستياپالي کي گرفتار ڪيو ويو. تان ته ساري هندستان ۾ ڄڻ آگ لڳي ويئي. سڀني هنڌن تي سخت وڳوڙ پيدا ٿيا ۽ نتيجي طور انگريزن هندستانين تي تمام گهڻا ظلم ڪيا. پنجاب ۾ جليانو الا باغ ۾ جلسي جو اعلان ڪيو ويو هو ۽ ان ڏينهن تي هند جو به اتي هڪ ڌرمي ميلو هو. جيتوڻيڪ حڪومت طرفان جلسي ڪرڻ جي منع ڪئي ويئي هئي، پر تنهن هوندي به پنجويهه هزار کن عوام گڏ ٿيو هو. جنهن ۾ لالا هنسراج تقرير ڪري رهيو هو، اهڙي وقت ۾ باغ جي سوڙهي دروازي تي مشين گن سان فائير ڪيا ويا، سورهن سئو رائونڊ هليا، جنهن ۾ ڪيترا مرد، زالون ۽ ٻار قتل ٿي ويا. اهڙا ظلم ڪيترائي ڏينهن جاري رهيا. ڪرفيو پڻ لڳايو ويو. ايڏن ظلمن جي انصاف جي پتلي سڏائيندڙ انگريز حڪومت جنرل ڊائر کي پوري پگهار سان ولايت موڪليو ۽ اتي عوام طرفان کيس ساڍا ست لک رپيا تحفي طور ڏنا ويا.

سنه 1920ع ۾ ڪانگريس جو اسپيشل اجلاس لالا لجپتراءِ جي زير صدارت ٿيو، جنهن ۾ قطع تعلقات جو پروگرام هنن نڪتن سان شروع ڪيو ويو ته ”انگريزي مال، اسڪولن، ڪورٽن ۽ نوڪرين جو بائڪاٽ ڪري ساڻن هر طرح جا لاڳاپا ٽوڙجن. هن جنگ ۾ جرمنيءَ سان گڏ ترڪيءَ به هارايو، تنهن ڪري انگريزن ترڪيءَ جي هٿ هيٺ جيڪي عربي ملڪ هئا، سي کانئن کسي انگريزن ۽ فرينچن پاڻ ۾ ورهائي کنيا ۽ هڪ ترڪيءَ جو حصو يونانين کي ڏنائون، باقي جيڪو ملڪ بچيو، تنهن تي انگريزن تسلط ڄمايو. انهيءَ ڳالهه تان ناراض ٿي، هند جي مسلمان عالمن (جيڪي ترڪيءَ جا خير خواهه هئا) ”خلافت تحريڪ“ هلائي. اهڙيءَ طرح ٻنهي طرفن انگريزن لاءِ ”ترڪ موالات“ يعني ڪا به دوستي نه رکڻ جو پروگرام هلايو ۽ ساڳين ٺهرائن جي ڪري بيشمار ماڻهن نوڪريون ڇڏي ڏنيون. وڪيلن وڪالت ترڪ ڪئي، ماڻهن ڪورٽن مان مقدما ڪيرائي ڇڏيا، انگريزي ڪپڙي کي جلايو ويو. انهيءَ ڪري

پڪيٽنگ شروع ٿي. انگريزن گرفتاريون شروع ڪري جيل پري ڇڏيا، پر عوام جي جوش ۾ ڪمي نه آئي(1).

هن سلسلي ۾ مسٽر رضوان احمد روزنامه جنگ ۾ لکي ٿو ته: ”7 -نومبر 1921ع تي خالقڏني هال ڪراچيءَ ۾ بغاوت جي مقدمه ۾ فيصلو ڏنو ويو ته انهن کي ٻه ٻه سال قيد بامشقت ڏني وڃي ٿي، جن ۾ هيٺان قومي اڳواڻ شامل هئا:

مولانا محمد علي آف رامپور

مولوي حسين احمد آف ديوبند

ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو آف امرتسر.

پير غلام مجدد آف مٽياري

مولوي نثار احمد آف ڪانپور

ڪرشنا تيرٿ عرف ونڪٽرامن

مولانا شوڪت علي آف رامپور

مذڪوره شخصن تي الزام لڳايا ويا ته هنن مسلم آفيسرن ۽ مسلح فوج جي سپاهين کي برطانوي حڪومت خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ برغلايو. اهڙا پمفلٽ ۽ اشتهار استعمال ڪيا“(1). انهيءَ زماني

۾ سنڌ ۾ مخلص مرحوم جو هي شعر سنڌ جي ٻچي ٻچي جي زبان تي هو:

”سچ چئي جلدي وڃن ٿا مرد ميدان جيل ۾،

ويو وني آهي انهن کي فضل يزدان جيل ۾!“

البت عين وقت تي انگريزن جي چالاڪيءَ ڪري مسلم ليگين جا ٻه حصا ٿي ويا. هڪڙا انگريزن جي برپا ڪيل امن سڀائن ۾ شامل ٿي وڃي جيءُ حضوري ڪرڻ ۽ فائدا حاصل ڪرڻ لڳا ۽ ٻيا قطع تعلقات ۾ شريڪ ٿي هر طرح قربانيون ڏيڻ لڳا ۽ ساڳي حالت هندو مهاسڀا سان به ٿي.

هن صورتحال انگريزن کي ايڏو ته پريشان ڪيو جنهن جي ڪا حد حساب ڪا نه هئي. هنن جي آفيسرن ته ڏپ وچان پنهنجي بنگلن ۾ سمهڻ ڇڏي ڏنو ۽ نا معلوم هنڌن تي وڃي سمهڻ لڳا. آخر سندن عقل پلٽو کاڌو ۽ هنن ٻه شخص ميدان ۾ آندا هڪ شري سوامي شر ڌانند، جو قطع تعلقات وقت انگريزي گولين اڳيان سينو تاڻي بيهي رهيو ۽ مسلمانن جو ايڏو ته پيارو هو جو کيس مسجد ۾ تقرير ڪرڻ لاءِ اجازت ڏنائون. پر جيل اندر اهڙو ته چڪر ڦريو جو جڏهن سندس ڇهه سال سزا

گهڻائي ٻن سالن اندر ڪيس آزاد ڪيو ويو ته يوپي طرف وڃي هن اول ننڪانا مسلم راجپوتن کي شڌ ڪري هندو آريه بڻايو. اهڙيءَ طرح سڄي هندستان ۾ اها تحريڪ شروع ٿي ويئي ۽ ٻئي طرف وري حضرت خواجه حسن نظامي به هلچل شروع ڪئي.

قطع تعلقات جا اڳواڻ ته جيل ۾ هئا پر هي نوان اڳواڻ ساري هند ۾ سڌي ۽ تبليغ جو محاذ ايڏو ته وسيع ڪري ويا جو هندو مسلمان پاڻ ۾ وڙهي پيا. ڪاڏي ويئي محبت ڪاڏي ويو اتحاد، هڪ طرف ”ڪفر ٿوڙ محاذ“ ته ٻئي طرف ”مليڇ ٿوڙ اڏو“ هن زد ۾ ڪيترائي هندو ۽ ڪانگريسي مسلمان به لڙهي ويا. هندو مسلمان هڪ ٻئي جي اڳواڻن کي کليو کلايون گاريون ڏيڻ لڳا ۽ مسلمانن کي هند مان ڪڍي عربستان ڏي ڌڪڻ جا دڙڪا ڏيڻ لڳا(1).

انهيءَ کان اڳ واري سياسي ماحول بابت پير علي محمد راشدي اخبار جنگ ۾ لکي ٿو ته:

”انهيءَ دور ۾ وڏن سياسي ليڊرن جي وچ ۾ اختلاف ٿيندا هئا. ڪڏهن ته شديد صورت اختيار

ڪندا هئا پر اهي شخص وضعدار، ذميدار، مذهب ۽ شريف ماڻهو هئا. شخصي طرح هڪ ٻئي سان نفرت ڪندا هئا پر ٻئي ڪنهن جي جان يا آبروءَ جا دشمن نه هئا. انهن کي پنهنجو اصول هو. ڪيتريون ئي تحريڪون انهن ڏينهن ۾ هلنديون هيون: ڪانگريس، ليگ، مهاسڀا، جميعت العلماءِ، خلاف، تنظيم، احرار، نيلي پوش، سرخ پوش، خدائي خدمتگار، شهيد گنج، جناح ليگ، شفيع ليگ، اڪالي دل، گور دواپر ٻنڌ هڪ، خاڪسار وغيره، پر هڪ ڳالهه سڀني ۾ مشترڪ هئي ته سندن تحريڪن ۾ اختلاف ڪيترائي شديد نوعيت جا هئن پر شخصي طرح اهڙي حرڪت نه ٿيندي هئي جنهن مان مجموعي طرح قوم جي بدنامي، بي آبروئي ٿئي يا خودا اعتمادي کي نقصان پهچي وغيره(2).“

## فصل ٽيون

### ”سنڌ جون سياسي حالتون“

(الف) آل انڊيا سياسي جماعتون ۽ سنڌ:

19 صديءَ ۾ ڪيتريون ئي سياسي پارٽيون هندستان اندر وجود ۾ آيون. انهن جا مقصد ۽ مول متا اهي ئي هئا ته هندستان ۾ خود مختياريءَ جو حق ونجي. هڪ ٻئي پٺيان فرقه ورانه جماعتون مذهبي بنياد تي ٺاهيون ويون. سڀني سياسي پارٽين وقت بوقت پنهنجي مقصدن ۽ قاعدن ۾ ڦير ڦار پئي ڪئي. ال انديا ليول تي جيڪي به سياسي پارٽيون هيون، انهن گهڻو ڪري ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي جهڙوڪ: آل انديا ڪانگريس پارٽي ۽ آل انديا مسلم ليگ اهي ٻئي جماعتون هندستان ۾ مقبول هيون. ٻيون سياسي پارٽيون گهڻو ڪري مذهبي بنياد تي ٺاهيون ويون هيون. جهڙوڪ: هندو مهاسڀا، خلافت ڪاميٽي، جميعت العاماءَ هند ۽ خاڪسار پارٽي.

سنڌ، آل انديا سياسي جماعتن ۾ شامل رهي. هر پارٽيءَ جون شاخون سنڌ ۾ به قائم ٿيون. جيڪا به هندستان ۾ تحريڪ هلي تنهن سنڌ تي اثر پئي وڌو. سنڌ هر تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. هندستان ۾ قائم ڪيل سياسي جماعتون جن جا مرڪز گهڻو ڪري دهلي، بمبئي ۽ لکنو هئا، تن ۾ سنڌ جي

ماڻهن دلچسپي پئي ورتي. ڪانگريس طرفان ”هلايل هوم رول ليگ“ ”هند خالي ڪريو“ ”لوڻ تحريڪ“ وغيره انهن تحريڪن ۾ سنڌ وڏو ڪردار ادا ڪيو. مسلمانن طرفان خلافت تحريڪ لاءِ سنڌ هندستان جي ٻين صوبن کان وڌيڪ حصو ورتو. ”خلافت تحريڪ“ جي فند ۾ وڏ ۾ وڏ چندو سنڌ مان وصول ڪيو ويو. ”هجرت تحريڪ“ ۾ سنڌي مسلمان مهاجر ٿيا. جيڪي ٻه سنڌ کي الوداع چئي هجرت ڪري ويا سي دربدر ٿي نهايت ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ فوت ٿي ويا. هزارن جي تعداد ۾ ماڻهن وطن ڇڏي افغانسان هجرت ڪئي مگر مرڪزي علائقن مان ڪو ٻه مسلمان هجرت ڪري نه ويو. سنڌ ۾ مذهبي تعليم جو جذبو هو. هر مذهبي مسئلي تي سنڌ جا مسلمان قربان ٿيا. هن سلسلي ۾ لاڙڪاڻه گزيٽ لکي ٿي ”ڪيترا ماڻهو پنهنجيون جايون ٻنيون وڪڻي خلافت تحريڪ ۾ ساٿ ڏيڻ لاءِ هجرت واسطي اسٽيشن تي تيار ٿي آيا. مورخه 9 جولاءِ 1920 تي مهاجرن سان ڀريل اسپيشل گاڏيون لاڙڪاڻي

مان روانيون ٿيون جو انهن ڏينهن ۾ لاڙڪاڻو هجرت ڪاميٽيءَ جو هيڊ ڪوارٽر هو(1).
انگريزن جي شروع کان ئي ”هندستان ۾ اها پاليسي هئي ته ”ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو“ جيئن ته قطع تعلقات تحريڪ ۾ گهڻو هٿ مسلمان جو هو انهيءَ ڪري انگريزن وري هندن جي پٺڀرائي ڪئي. سرڪاري دفترن ۾ هندن جون پرتيون ٿيڻ لڳيون ۽ ولائتي ڪمپنين جون ايجنسيون به هندن کي ملڻ لڳيون جنهن ڪري کين نفعو زياده ٿيو ۽ سندن اقتدار وڌڻ لڳو. ساڳئي وقت کين اهو به انديشو هو ته متان مسلمان حڪومت ۾ شامل ٿين انهيءَ ڪري مسلمانن جي خلاف انگريزن جا ڪن پرڻ شروع ڪيائون. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو ته مسلمان هڪ طرف سياسي، تجارتي ۽ صنعتي طرح برباد ٿي چڪا هئا ته ٻئي طرف وياج ۾ سندن الهه تلهه چٽ ٿي ويو. انهيءَ وقت کان وٺي مسلمان جو تنزل شروع ٿيو. هيڪاري اقتصادي حالتن مسلمانن ۽ هندن جي اصلاح ۽ اتفاق کي تباهه ڪري ڇڏيو اتان ئي خصومت ۽ باهمي عداوت جو بنياد شروع ٿيو.

آخر سنڌ ۾ جيئن ته مسلمان جي گهڻائي هئي، انهيءَ ڪري خيال ڪيائون ته ڇو نه سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪرائي، اتي پنهنجو اقتدار قائم ڪري، مسلم قوم کي ترقي ڏيارجي. انهيءَ خيال جي مدنظر ”سنڌ محمدن ائسوسئيشن توڙي سنڌ پراونشل ڪانفرنس“ طرفان سنڌ جي جدائي جي سوال کي وزير هند مسٽر مانٽيگو (جو انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيل هو) جي آڏو پيش ڪيو ويو(1). جنهن جي صلاح سان مسٽر حاجي بئريسٽر بمبئي ڪائونسل ۾ سنڌ جي جدائي بابت ريزوليشن آندو. پر واري نه ملڻ سبب اتي ئي رهجي ويو. ان کان پوءِ به اهو معاملو هلندو رهيو. اخبارون لکنديون رهيون. مسلم اڳواڻ جون گڏجاڻيون ٿينديون رهيون(2).

(ب) سنڌ جي بمبئي کان علحدگي ۽ صوبائي خودمختياري جي تحريڪ:

انگريزن سنڌ جي فتح ڪرڻ کان پوءِ سنت ئي انتظامي سهوليت خاطر ان کي بمبئي ڪاتي سان ملائي ڇڏيو. هن زبردستي واري ڳانڍاپي جو درو اسي سال کن هليو.

بنيادي ۽ فطرتي تفاوتن جهڙوڪ: جاگرافي، آبهوا، زبان، زراعتي ۽ اقتصادي حالتن، گذشته تواريخ ۽ نسل جي ڪري هي ميلاپ صوبي جي مادي تعمير خواهه سياسي ترقي لاءِ رڪاوٽ ثابت ٿيو. سنڌ جون خاص حالتون ۽ سندس جداگانه مسئلا بمبئي جا سياستدان يا حڪومت چڱيءَ طرح سمجهي نه سگهيا ۽ نڪي وري منجهن سنڌ جي معاملات لاءِ دلچسپي ۽ همدردي پيدا ٿي سگهي(1).

نون سڌارن ملڻ جي اميد جاڳڻ سان سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ جي تحريڪ ” آزاد سنڌ“ جي نالي ۾ سنڌ جي خيرخواهن طرفان جاري ٿي. جنهن جي فرقه پرست هندو گروه طرفان هيٺين دليلن جي بنياد تي سخت مخالفت ڪئي ويئي:

سنڌ جي مالي حالت ڪمزور هئڻ ڪري هوءَ جدا صوبي جي خرچن جو بار کڻي نه سگهندي.

سنڌ ۾ سياسي بيداري ڪا نه آهي، جنهن ڪري سندس چونڊيل عيوضي حڪومت چڱيءَ طرح هلائي نه سگهندا ۽ انتظام جي مٽي پليد ڪري ڇڏيندا.

مسلمان سنڌ ۾ گهٽائي جو فائدو وٺي هندو اقليت جي اقتصادي ۽ معاشرتي مفاد کي نقصان پهچائيندا.

انهن اعتراضن جا جواب ”آزاد سنڌ“ جي حامين طرفان هيٺين نموني ڏنا ٿي ويا:

سنڌ کوٺ وارو پرڳڻو نه آهي، پر جي ڪٽي هجي به، ته بمبئي کي ان جو بار کڻن لاءِ ڪهڙو ضرور آهي؟ جنهن صورت ۾ ڪراچيءَ جي بندرگاهه تان مرڪزي حڪومت کي گهٽي پيدائش ٿئي ٿي، ان ڪري ڪجهه عرصي لاءِ سنڌ مرڪز کان مدد ملڻ لاءِ حقدار ٿي سگهي ٿي.

اهڙيءَ طرح ڊلن وڌائڻ ۽ خرچ ۾ تخفيف ڪرڻ سان تعميري ڪمن لاءِ پيسا مهيا ڪري سگهن ٿا.

سنڌ ۾ جيڪڏهن سياسي بيداري پيدا نه ٿي آهي ته ان جي ذميداري بمبئي جي حڪمران طبقي جي غلط پاليسي ۽ ڪم توجهيءَ تي آهي. سنڌ کي جدا ڪري، اتي جي ماڻهن کي پنهنجي حڪومت پاڻ هلائڻ جي موقعي ڏيڻ سان سياسي بيداري پيدا ڪري سگهجي ٿي.

هندن جو ڊپ، ته مسلمان گهڻائيءَ جو فائدو وٺي سندن مفاد کي نقصان پهچائيندا، انصاف تي مبني نه آهي. هندن واپار، زمين ۽ سرڪاري نوڪرين تي پنهنجي واجبي حصي کان گهڻو قبضو ڪري ڇڏيو آهي. اڳتي هلي مسلمانن اگر پنهنجي واجبي حقن جي گهر ڪئي ته اهو ڪو اهڙو سبب نه آهي جنهن ڪري صوبي کي آزاديءَ کان محروم ڪجي! جيڪي دليل هندو ڏين ٿا، سي درحقيقت پنهنجي ناجائز اقتدار جي قائم رکڻ لاءِ ٿا ڏين، ورنه اهي ڪي واجبي سبب نه آهن. جن ماڻهن سنڌ جي تحريڪ آزاديءَ ۾ نمايان حصو ورتو. تن مان مکيه هيٺان صاحب هئا.

شيخ عبدالمجيد سنڌي.

خانبهادر محمد ايوب کهڙو

پير علي محمد راشدي

سيد ميران محمد شاهه

مسٽر چيٺمل پر سرام

مسٽر جمشيد نسروانجي.

اها تحريڪ نيٺ وڃي ڪامياب ٿي ۽ سنڌ کي پهرين اپريل 1936ع کان جدا صوبو بنايو ويو“(1).

(ت) ”خود مختياريءَ بعد سنڌ ۾ سياسي چڪتاڻ“

سنڌ ته جدا ٿي پر اڳيان سنڌ جي حڪومت جو صحيح ڪاروبار هلائڻ جو سلسلو هو ته ڪهڙو طريقه ڪار اختيار ڪجي، جنهن جي ذريعي حڪومت جو ڪاروبار سهڻي نموني هلي ۽ عوام کي به بيدار ڪري منظم ڪجي. انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آل انڊيا ليول جون ٻه مکيه جماعتون ”ڪانگريس“ ۽ ”مسلم ليگ“ هيون، جي ٻئي پاڻ ۾ ڪو نه ٺهنديون هيون. انهيءَ ڪري آزاد خيال ليڊرن ايراي ڪيب ته سنڌ جي حڪومت هلائڻ لاءِ هڪ اهڙي پارٽي ٺاهجي جنهن جو آل انڊيا اختلافي مسئلن ۽ هنگامي سوالن سان ڪو واسطو نه هجي بلڪه اها صرف صوبه جي تعمير ۽ ترقي لاءِ غير فرقيوار ۽ اقتصادي بنيادن تي قائم ڪجي. ان سلسلي ۾ سر غلام حسين جي زير صدارت هڪ ميٽنگ ”حيدر منزل مسلم ڪالوني

ڪراچي“ ۾ ٿي، جنهن ۾ هيٺيان صاحب شريڪ ٿيا:

خانبهادر الهه بخش سومرو
خانبهادر محمد اصوب کهڙو
شيخ عبدالمجيد
علامه آءِ آءِ قاضي
سر غلام حسين
حڪيم فتح محمد سيوهاڻي
مسٽر چيٺمل پرسرام
مسٽر حاتم علوي
سيد ميران محمد شاهه

انهن ميمبرن جون به ٿي گڏجاڻيون ٿيون، پر ڪنهن خاطر خواهه نتيجي تي ڪو نه پهتا. آخر ساليانو اجلاس 31 آڪٽوبر 1936ع تي سر عبدالله هارون جي جاءِ تي ڪٺو ٿيو، جتي مسلمانن کان سواءِ هندن مان راءِ بهادر هوتچند چاندومل، مسٽر ريواچند ٿڏاڻي ۽ ديگو مل ٿڏاڻي حاضر هئا. بدقسمتيءَ سان ميٽنگ ۾ ٻن ڏيٽي ليڊرن سر شاهنواز ڀٽه ۽ سر غلام حسين کان سواءِ سيد ميران محمد شاهه کي وڏيڪ ٿيون ليڊر

ڪري چونڊڻ تي سر غلام حسين برخلافي ڪري جدا ٿي ويو ۽ پنهنجي هڪ جدا ”مسلم پوليٽيڪل پارٽي“ ۽ اتحاد پارٽي ٺهيون. اتحاد پارٽي ٺهڻ بعد ڪم شروع ڪيو ويو. ان جا هيٺيان مقصد هئا:

اقتصادي بنيادن تي فرقيوار ساز سلوڪ پيدا ڪرڻ.

ملڪ جي سڀني فرقن کي نوڪرين، تعليم ۽ واپار ۾ سهولتون ڏيڻ.

آبادگارن ۽ مزدورن جي مفاد کي ترقي ڏيارڻ ۽ نان بئراج ايراضيءَ لاءِ آبپاشيءَ جو خاص انتظام ڪرڻ.

ڳوٺڻ جي سڌاري، گهرو هنرن جي واڌاري ۽ ڳوٺاڻن کي موجوده زماني جون سهولتون مهيا ڪري ڏيڻ.

ننڍن ڪاتيدارن کي وياج خورن ۽ وڏن زميندارن جي چنبي کان بچائڻ.

هارين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ

آبادگارن کي قرض کان آجو ڪرڻ.

ملڪ جي تعليم، تندرستي ۽ رشوت دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ

صوبي جي مڪمل اٽانومي لاءِ ڪوشش ڪرڻ.
جڏهن اليڪشنون شروع ٿيون ته گهڻو ڪري سڀني جاين تي اتحاد پارٽي جي ٽڪيٽ تي اميدوار بيٺا، ڪيترين جاين تي سر غلام حسين جي ”مسلم پوليٽيڪل پارٽي“ ۽ شيخ عبدالمجيد جي ”سنڌ آزاد“ پارٽيءَ طرفان اميدوار بيٺا(1). ڪو به هندو اتحاد پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي اميدوار ڪو نه بيٺو. انهن مان هڪڙا ڪانگريس جي ٽڪيٽن تي بيٺا ۽ ٻيا گهڻو ڪري آزاد حيثيت ۾ بيٺا. اليڪشن جو نتيجو هن طرح نڪتو:
اتحاد پارٽي، 22 ڪانگريس 7، سر غلام حسين پارٽي3، شيخ عبدالمجيد پارٽي 3، باقي هندو ۽ مسلمان ميمبر شخصي اثر تي، بنا ڪنهن پارٽي ٽڪيٽ جي چونڊ جي آيا.
سنڌ ۾ پارٽيءَ جي بنياد تي حڪومت ٺاهڻ جو اڳي تجربو ڪو نه هو. ماڻهن ۾ ڪانگريس جا ميمبر ۽ شيخ عبدالمجيد جائي ميمبر هئا، جي سنڌن قومي خدمت جي ڪري عام ماڻهن جي همدرديءَ سان ڪامياب ٿيا هئا.

چوندن پوري ٿيڻ بعد سنڌ ۾ سياسي بيداريءَ جي عدم موجودگيءَ جو وجهه وٺي، گورنر ”سر لانسيلاٽ گرهام“ جمهوري اصولن کي ڇڏي، سر غلام حسين کي وزارت ٺاهڻ لاءِ گهرايو. جيتوڻيڪ سندس ٿن چئن ميمبرن کان مٿي ڪو به مددگار ڪو نه هو، پر هن وقت جو فائدو وٺي، هندن کي وزير ۽ اسپيڪر جي آڇ ڪري، کين پنهنجو طرفدار ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ پهرين وزارت ٺهي.

سنڌ اسيمبليءَ ۾ ان وقت ڪانگريس ۽ اتحاد پارٽي مخالف بينچن تي ويٺل هيون. گهڻو ڪري سندن مڪاني پروگرام ۽ اصول هڪ جهڙا هئا، تنهن ڪري هنن گڏجي ڪم ڪيو.

نتيجو اهو نڪتو جو سر غلام حسين جا نوان طرفدار ميمبر پبلڪ جي وڌندڙ مخالفت ڏسي، کيس ڇڏيندا ويا. سندس وزارت ڊهڻ تي هئي، ته چالاڪي ڪري اتحاد پارٽيءَ سان ڪن بنيادي ڳالهين تي ٺهراءُ ڪري، وزارت کي ٽٽڻ کان بچائي ورتائين.

سر غلام حسين سياسي تجربو رکندڙ هو. بمبئي سرڪار جي ميمبريءَ وقت به حڪومت جي انتظام ۾ ڪافي بهرو ورتو هئائين، پر اڳتي هلي ڪي هندو ميمبر ۽ ڪيترا مسلمان به سندس برخلاف ٿي پيا. وزارت ۾ ردبدل ٿيندي رهي. آخر نتيجو اهو نڪتو جو سر غلام حسين ڪي وزارت تان استعفا ڏيڻي پيئي.

---

(1) فيرزو اللغات (مولوي فيروز الدين) فيروز سنز لاهور 1964ع ص 797.

(1) مصنف مظهر الحق ايم اي ”سياسات“ پشاور 1969ع. ص 9.

(1)Aziz “A History of Pakistan” Lahore P. 127.

(2) سنڌ پبلسٽي ڪاميٽيءَ طرفان ڇپايل ”هفتيوار سچائي“، وسيت 14 آگسٽ 1919ع، ص 7.

(1)Khalid Ghaznavi “Indian Aggressions Against Pakistan”, Lahore 1966, 9. 44.

(1) ليکڪ رضوان احمد ”جنگ آزادي ڪي جهلڪيان“ روزنامه جنگ ڪراچي مورخه 5 نومبر 1982ع.

(1) محمد عثمان ڏيپلائي ”1857ع جي جنگ“ اسلاميه دار الاشاعت حيدرآباد، 1957ع، ص 60.

[2] پير علي محمد راشدي جا تاثرات ”مشرق و مغرب“ روزنامه جنگ 6 سيپٽمبر 1981ع.

[1] محمد لائق زرداري ”تحريڪ پاڪستان ۾ سنڌ جو حصو“ ڊي فل لاءِ (سنڌ يونيورسٽي) تحقيقي مقالو سنه 1978ع. ص 29-30.

[1]Dr. Sini S.M. “The Evolution of India Muslim Thought” Lahore 1970 p. 259.

[2] سيد ميران محمد شاهه جو مضمون ”سنڌ جي علحدگي“ تان ورتل الوحيد سنڌ آزاد نمبر، ص 115، جون 1936ع.

[1] Mohammad Ayoob Khoro “Story of Suffering of Sind” Larkana 1930 p. 13.

[1] جي ايم سيد ”نئين سنڌ لاءِ جدوجهد“ اسلاميه پريس حيدرآباد، سنه 1952ع ص 5-6.

Daily Gazette Karachi, Feb 16, 1937. [1]

ان ڪان پوءِ خانبهادر الهه بخش اتحاد پارٽيءَ جي ليڊر جي حيثيت ۾ ڪانگريس ۽ آزاد هندو گروهه جي مدد سان وزارت ٺاهي.

خانبهادر 23 مارچ 1938ع تي نئين وزارت ٺاهي. چارج وٺڻ بعد هن پنهنجي وزارت جي

پاليسيءَ  بابت نوٽيس ڪيو. ان ۾ چاٽايل هو ته سنڌ جي مڪاني حالتن کي مد نظر رکندي هن ترميمن سان ڪانگريس جو تعميري پروگرام عمل ۾ آندو ويندو. در حقيقت ڪانگريس ۽ اتحاد پارٽيءَ جي پروگرامن ۾ ڪو خاص تفاوت ڪو نه هو. هن صاحب ڪراچيءَ جي خالقڏنه هال ۾ هندو مسلمان جي ميٽنگ سڏائي پنهنجي پنهنجي پاليسيءَ جو اعلان ڪيو. هن وزارت کي ڪامياب بنائڻ لاءِ جي ايم سيد گهڻي جفا ڪشي ڪئي. پير الاهي بخش کي ساڻ ڪري سنڌ جو گشت ڪيو ۽ نئين وزارت بابت عام ماڻهن کي ويساهه ڏياريو انهي ڪري عام ماڻهن جو رايو وزارت جي فائدي ۾ بدلجي ويو.

ان کان پوءِ هن وزارت خلاف ڪيترا منصوبا سيٽا ويا ته ڪنهن نموني ختم ٿئي پر هي پنهنجي لياقت ۽ قابليت سان وزارت هلائيندو رهيو. انهيءَ وچ ۾ ڪيترا اهڙا واقعا ٿيا جن هن وزارت کي پريشان ڪري رکيو، جهڙوڪ:

هند طرفان هنومان مندر جو سوال پيدا ٿيو. اهو سرڪاري پلاٽ بنسبت هو. جتي هڪ هندو ٻائي

ڪراچيءَ جي آلٽري ميدان ۾ بنا اجازت مندر ٺاهي قبضو ڪيو هو. جنهن کي سرڪار زوريءَ بي دخل ڪيو. انهيءَ تي هندو مچرجي پيا ڏاڍو شور مچايائون. اهڙيءَ طرح ٻيو واقعو ”سکر منزل گاهه“ وارو رونما ٿيو جنهن سياسي رنگ اختيار ڪيو ۽ ان تي ڏاڍي خونريزي ٿي. ڪيترائي ماڻهو جيل ۾ ويا، جن ۾ ڪيترائي مسلمان ليڊر به هئا جيئن ته:

جي ايم سيد، آغا نظر علي پٺاڻ، ڊاڪٽر محمد يامين، مسٽر نعمت الله قريشي، شيخ واجد علي وڪيل شڪارپوري، قاضي فضل الله وڪيل، آغا غلام نبي پٺاڻ، پير غلام مجدد سرهندي، سيد صادق علي شاهه ۽ شيخ اختر علي شڪارپوري وغيره. آخر هن وزارت کي استعفا ڏيڻي پيئي(1). خانبهادر الهه بخش جي وزارت بعد 18 مارچ 1940ع ۾ مير بنده علي وزارت ٺاهي. ٿورن ئي ڏينهن بعد اسيمبلي اجلاس ٿيو. جنهن ۾ هندو مسلم سمجهوته کي پائدار بنائڻ تي زور ڏنو ويو. انهيءَ سلسلي ۾ مسٽر چيٺمل پرسرام ”سنڌ پيپلس ائسوسئيشن“ برپا ڪئي ته ان ۾ هندو مسلمان

ڳڌجي اختلافي مسئلن تي گفتگو ڪن ۽ عام ماڻهن سان تعلقات وڌائين. اتحاد پارٽيءَ جي ڌهڻ کان پوءِ خاص سنڌ جي سوالن ۽ اقتصادي بنيادن تي هندن مسلمانن کي هڪ پليٽ فارم تي آڻڻ جي هيءَ ٻي ڪوشش هئي، پر اها به ڪامياب نه ٿي.
سيپٽمبر 1940ع ۾ سکر واري منزل گاهه واري فساد جي سلسلي ۾ ورهايل ڪميٽيءَ جي جج جسٽس ويسٽن رپورٽ ظاهر ڪئي جنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته فسادن ۾ 151 هندو ۽ 14 مسلمان فوت ٿيا. ان ڪانسواءِ ٻنهي ڌرين جا ڪيترائي ماڻهو زخمي ٿيا. انهيءَ ئي جج منزل گاهه واري جهڳڙي نبيرڻ لاءِ هندن ۽ مسلمانن کان بيان وٺي الهندي طرف واري جاءِ کي مسجد مقرر ڪري، هڪ ڪميٽي جي حوالي ڪيو(2).
منزل گاهه وارو جهڳڙو اڃا مانوئي نه ٿيو ته ”حر“ تحريڪ شروع ٿي. حر معنى آهي آزادي ۽ حق جي راهه ۾ لڙڻ وارو. هن تحريڪ جي عملي ڪارنامن جو مختصر بيان هن طرح آهي:
”سيد احمد“ بريلوي پنهنجي مهم ۽ جهاد کندي شهيد ٿي پيو پر سک سنڌ تي حملي ڪرڻ کان

روڪجي پيا. ان ڪان پوءِ جلد ئي انگريزن جي حڪومت آئي جنهن ڪري پير صاحبن پنهنجي پاليسي بدلائي، مسلمانن جي علمي ۽ مذهبي ترقي لاءِ صرف ڪرڻ شروع ڪئي. هي جو انقلابين جو گروهه پيدا ٿي چڪو هو تنهن جي لاءِ حالتن بدلجڻ ڪري ڪو طريقه عمل نه رهيو ۽ پير صاحبن جي گوشهءِ نشينيءَ ڪري هو لائحه عمل ۾ آزاد رهيا. تنهنڪري منجهانئن ڪي اهڙيون ڳالهيون صادر ٿيڻ لڳيون جنهن ڪري سرڪار کي مٿن ۽ پير صاحبن تي سخت نظر رکڻي پيئي. نتيجو اهو نڪتو جو پير صاحب سرڪاري اجازت کانسواءِ ٻاهر به نڪري نه سگهندا هئا. انهي ڪري هن جماعت ۾ سرڪاري احڪام جي بر خلاف ناراضگي پيدا ٿي جا 1896ع ڌاري وڃي بغاوت جي درجي تي پهتي. جڏهن بچو بادشاهه ۽ پيرو وزير جي نالي سان هنن ٿرپارڪر ضلعي جي ڪنهن حصي ۾ آزاد حڪومت جو اعلان ڪيو، تڏهن انگريزن کي ان بغاوت ختم ڪرڻ ۾ ٻارهن سال کن لڳي ويا. هن بغاوت کي دٻائڻ لاءِ انگريزن ۽ انهن جي مددگار آفيسرن

جيڪي طريقا اختيار ڪيا تن هنن ۾ سخت نفرت ويهاري ڇڏي. هيٺيان مکيه مثال انهن سختين جا آهن جي مختلف وقتن تي سرڪار طرفان حرن مٿان اختيار ڪيون ويون:

بنا تميز ڏوهاري يا بي گناهه هئڻ جي سندن ڳوٺن کي باهيون ڏنيون ويون.

سندن چوپائي مال ۽ ماڻهن کي بندوقن جو نشانو بنايو ويو.

سندن عورتن جي بي عزتي ڪرڻ.

بنا عدالتي فيصلي جي سندن زمينون ۽ ملڪيتون ضبط ڪرڻ.

گڏيل ڏنڊ ۽ چٽيون ڳوٺن مٿان وجهڻ.

مارشال لا ڪورٽن جي ذريعي سون ماڻهن کي ڳريون سزائون، موت يا قيد جون ڏيڻ.

جماعت جي ماڻهن کي بنا عدالتي فيصلي جي لوڙهن ۾ رکڻ.

ڪيترن کي صوبن کان جلا وطن ڪري جيلن يا خاص ڪئمپن ۾ رکڻ.

ڪيترن کي ڏوهاري ٺهرائي، وقت بوقت ٺاڻن تي حاضريون ڏيارڻ.

ڪمائيندڙ مردن کي سندن زالن ۽ اولاد کان جدا ڪري، پوين کي گذر معاش جي انتظام ڪرڻ کان سواءِ ڇڏي ڏيڻ.
مڪاني پوليس عملدارن ۽ انهن جي چاڙتن جي خبرن تي وقت بوقت هنن سان سختيءَ جو برتاءُ ڪرڻ.
اهڙين حالتن هيٺ هو تقريباً چاليهارو ڪن سال رهيا. اهو سمورو وقت هو پوليس جا غلام رهيا. سندن حالت جانورن کان به بدتر هئي.
پير صاحب پاڳاري، صبغت الله (دوم) تي انگريزي حڪومت ڪيس هلائي اٺ سال سزا ڏني هئي. ان مان هو جنگ شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ آزاد ٿي آيل هو. جيل کان ٻاهر نڪتو ته انگريزي سلطنت جو وڏو دشمن بنجي پيو. آخرڪار ڪيس انگريزي حڪومت جي برخلاف منظم بغاوت ڪرڻ جي الزام ۾ مارشل لا ڪورٽ ۾ ڪيئن هلائي موت جي سزا ڏني.
جيتوڻيڪ پير صاحب انگريزن جي سنڌ تي غاصبانه قبضو ڪرڻ جي خلاف ملڪ ۽ قوم جي آزادي خاطر جهاد ڪري جان ڏني. سندس درجو

مجاهد اعظم، رئيس الاحرام ۽ شهيد جو هو پر زماني جي بي قدريءَ جي اها حالت آهي ته جيڪي ظلم سان مقابلو ڪن ۽ ملڪ جي آزاديءَ لاءِ لڙن تن کي گور ۽ ڪفن به نصيب نه ٿئي ۽ انهن جو نالو وٺڻ به ڏوهه سمجهيو وڃي ۽ جيڪي ملڪ کي غلام بنائين يا ان ۾ مدد ڪن تن کي وڏن لقبن سان ياد ڪري انهن جو يادگارون قائم ڪيون وڃن.

انهن ڏينهن ۾ حر بغاوت ڪيتري قدر ملڪ ۾ پکڙيل هئي، ان جو اندازو هيٺين ڳالهين مان لڳائي سگهجي ٿو:

سنڌ سرڪار جي طاقت کان ملڪ ۾ امن امان رکڻ زور ٿي ويو، جنهن ڪري مرڪزي حڪومت کي ملٽري موڪلي سنڌ جي اٺڪل ويهه هزار چورس ميلن تي مارشل لا لاڳو ڪري حڪومت هلائڻي پيئي. مارشل لا هڪ سال جي عرصي تائين قائم رهيو جو ان وقت جي دؤر ۾ هڪ خاص مثال هو.

مزڪوره مارشل لا ايراضيءَ جي گهڻي حصي ۾ گهڻو ڪري رات جو ڪرفيو آرڊر جاري رهيو.

مسلح آهني موٽر ڪارون، هوائي جهاز، پئراشوٽون بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪتب آندا ويا.
سنڌو نديءَ جي ڪاٻي پاسي هڪ سال تائين ريلوي گاڏيون رات جو نه هلايون ويون.
وچ ۾ هن تحريڪ ايتري قدر شدت اختيار ڪئي جو ٽيهن هزارن کان به مٿي فوج رائفلن ۽ مشين گنن سان هن تحريڪ کي دٻائڻ ۽ فنا ڪرڻ لاءِ ڪم آندي ويئي.
پير صاحب جي رهڻ وارو مڪان پير ڳوٺ وارو ۽ سانگهڙ وارو بنگلو بارود سان تباهه ڪيا ويا.
پير صاحب جي صاحبزادن کي جلا وطن ڪري ولايت موڪليو ويو ۽ پير صاحب جي گادي ختم ڪئي ويئي.
1942ع تائين حرن جون سنڌ ۾ اٽڪل پندرهن ڪئمپون هيون، جن ۾ اٽڪل ٻارهن هزار ماڻهو نظر بنديءَ ۽ مصيبت ۾ زندگي بسر ڪندا رهيا(1).

## فصل چوٿون

# حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جو سياست ۾ آغاز، سياسي نظريه مختلف سياسي پارٽين ۾ شموليت ۽ ڪردار

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ سياسي زندگي، نوشهري فيروز ۾ رهائش دوران اختيار ڪئي. ان وقت ۾ در ٻيلي جي مشهور سياسي شخصيت سيد الهه آندو شاهه (نوشهري فيروز واري مدرسه هاءِ اسڪول جو برپا ڪندڙ) سان سندس ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. جنهن ۾ سياست ٻنهي ڌرين جو بحث مباحثه ٿيندو هو.

سياست بابت حڪيم صاحب جا خيال هوندا هئا ته "انسان هڪ مجسمو آهي ۽ سياست ان جو روح. جنهن انسان ۾ سياسي شعور نه آهي سو هڪ بت يا بي جان جسد جي مثل آهي. اسلام اگرچ خدا شناسي، زهد، تقوى، عبادت، احڪام، اخلاق وغيره جو مجموعو آهي مگر سڀ کان وڌيڪ هو سياسي مذهب آهي. خلافت، حڪومت، آمريت، اطاعت، تنظيم، قانون، عدالت، احسان، جهاد، صلواة، زڪواة، خيرات. اهي ۽ ٻيا اهڙا اسلامي

امور (جن جو ذڪر سندس لکيل ڪتابن ۾ موجود آهي) سڀ سياست سان تعلق رکن ٿا. گويا اسلام سچو ئي سياسي مذهب آهي. جنهن جو هر هڪ پهلو يا اصول سياست سان لاڳاپو رکندڙ آهي. يورپ جي سياست اسلامي سياست تان نقل ڪيل آهي. مگر جڏهن منجهس عقل ۽ نفس مردود جي مداخلت ٿي آهي تڏهن کان مخلوق خدا لاءِ عذاب ۽ لعن بنجي پيئي آهي.

حڪيم صاحب جا سياسي خيال انهيءَ نوعيت جا هئا. کيس شاهه صاحب سان ملاقات جي دوران اهڙن عملي ۽ سياسي نڪتن بيان ڪرڻ جو گهڻو موقعو ملندو هو. حڪيم صاحب جي وڏن مان ڪو به انگريز سرڪار جو پگهاردار يا جاگيردار ڪو نه هو، انهيءَ ڪري پاڻ به سرڪاري نوڪري اختيار نه ڪيائين کيس شروع کان ئي انگريزن جي غلاميءَ کان نفرت هئي. اهو ئي سبب هو جو تحريڪ خلافت، قطع تعلقات ۽ آزادي وطن جو طرفدار رهيو.

”ڪمال ۽ زوال“ ڪتاب لکڻ جو به خاص مقصد اهو هوس ته سنڌي مسلمان سياست کان پوريءَ

طرح واقف ٿين ۽ ان جي اصولن تي عمل ڪن. ان وقت تائين علم سياست تي ڪو اهڙو سليس ڪتاب لکيل ئي ڪو نه هو، جنهن جي مطالعي ڪرڻ سان مسلمانن ۾ سياسي بيداري پيدا ٿئي ها(1).

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي شروع کان ئي قومي آزاديءَ جو متوالو هو. سندس هر تحرير توڙي تقرير مان آزاديءَ جو عڪس نظر اچي ٿو. ان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ پهريون هن درس ڏنو، ملڪ ۾ رهندڙ سڀني قومن جو هڪ ٻئي ۾ اتفاق ۽ اتحاد هجڻ جو، پوءِ چاهي هو هندو هجن يا مسلمان، عيسائي هجن يا موسائي، ٻڌ ڌرمي هجن يا پارسي. مطلب ته سڀني جو ايڪي ۾ رهڻ ضروري آهي. ان باري ۾ حڪيم صاحب پنهنجي هڪ مضمون ”انسانيت ئي سڀني جو مذهب هئڻ گهرجي“ ۾ لکي ٿو ته:

”آءُ خود انهيءَ خيال جو ماڻهو آهيان ته انسان کي پهريائين انسان ٿيڻ گهرجي، پوءِ هندو يا مسلمان. انسانيت ئي دين الفطرت ۽ دين الخالص آهي. جيڪڏهن ڪنهن هندو يا مسلمان ۾ انسانيت

ڪانهي، بلڪه هو وحشي ٿي ٿو گذاري ته آءُ يقين سان چوندس ته نه هو هندو آهي ۽ نه مسلمان. انسانيت کي سمجهڻ ۽ نباهڻ ئي مذهب آهي. جيڪڏهن ڪو هندو يا مسلمان انسان سڏائي جانورن جهڙا ڪم ڪري ٿو ته اهو لا مذهب چئبو. انسان جي معنى ئي آهي هڪ ٻئي سان انس، ٿاهه ۾ هلڻ.“

هندستان جي غلامي وڃائڻ لاءِ قومي تعليم ضروري آهي. مگر هندستان جي نا تعليم يافته ۽ غلام ملڪ جي ماڻهن کي آزاديءَ سان آشنا ڪرڻ لاءِ اول اول لازمي آهي، هنن جي دماغن ۽ دلين کي لائق ۽ صالح بنائجي. علم به اهو نه، جو غلام بنائڻ لاءِ پڙهايو وڃي ٿو، جنهن سان غلاميءَ جا مجسما تيار ٿين ٿا، بلڪه قومي تعليم سان ملڪ ۽ ماڻهن جي جهالت کي وڃائي، آزاديءَ کي سمجهڻ جو عقل انهن ۾ پيدا ڪرڻ گهرجي. جيسين ماڻهن ۾ اهڙي تعليم نه هوندي، تيسين منجهائن اها اميد رکڻ ته هو آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندا، ٻبرن کان ٻير گهرڻ جي برابر آهي. نا تعليم يافته غريب، بجاءِ هن جي، جو هو تحريڪ آزاديءَ جا حامي

ٿين، پاڻ مخالف ٿي پوندا. جيڪڏهن حامي ٿيندا، ته به ٿوري وقت لاءِ، وقت جي جذبي جي ڪري، سو جذبو به اڪثر مذهبي غيرت مان پيدا ڪيل هوندو. اهڙي جذبي جو آزاديءَ سان ڪو واسطو نٿو سمجهان(1).“

حڪيم صاحب بر صغير (هندو پاڪ) جي ترت آزاديءَ جو حامي هو. انگريز شهنشاهت جو سخت دشمن هو. انگريز نوڪر شاهي ۽ سندس طرز حڪومت ۽ ذارئي مال ڪان ڪيس سخت نفرت هئي. هو قومي خيالن (Nationalist) جو مسلمان هو ۽ جميعت العلماء هند جو رڪن هو، جا ڪانگريس سان شراڪت ڪري ملڪي آزادي حاصل ڪرڻ چاهيندي هئي. هو انگريزن کي مسلمانن جو بدترين دشمن سمجهندو هو، جن پنهنجي سازشن سان مسلمانن کي تنزل جي حالت تي رسايو. قومي مال ۽ وطن جي ٺهيل شين سان محبت هوندي هيس، پاڻ هميشه اهي واپرائيندو هو. حريت ۽ ديني تعليم کي قومي احيا جو ذريعو سمجهندو هو. متعين سياسي ۽ مذهبي نظرين جي ترجمان سندس هفتيوار اخبار ”اصلاح“ هئي

(جنهن جو تفصيلوار ذڪر باب ٽئين ۾ اچي چڪو آهي) جا سنه 1936ع ۾ جميعت العلماء سنڌ جي سرپرستي هيٺ ڪيائين ۽ نومبر 1939ع تائين مذڪوره اصولن تي هلايائين. ان جي وسيلي سنڌ اسيمبليءَ جي پهرين چونڊ ۾ جميعت العماءَ سنڌ جي اميدوارن جي ڀرپور تائيد ڪيائين.

حڪيم صاحب جي عملي سياسي زندگيءَ جو آغاز ان وقت کان ٿيو، جڏهن پاڻ مستقل طور اچي ڪراچيءَ ۾ آباد ٿيو. انهيءَ ڪري ٿلهي ليکي سنڌ محمدن ائسوسئيشن کان مسلم ليگ جي قيام تائين سندس سياسي خدمتن جو دامن پکڙيو پيو آهي. انهيءَ سموري عرصي جي سياسي تاريخ ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو خاڪو هيٺ ڏجي ٿو:

(الف) ”سنڌ محمدن ائسوسيئشن ۽ مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي“:

سنه 1877ع ۾ مسلمانن ”انڊين ائسوسيئشن“ جي سياسي سرگرمين کان علحدگي اختيار ڪئي. هن جماعت ۾ اڪثريت هندن جي هئي، انهيءَ ڪري

مسلمانن هڪ الڳ ”سينٽرل محمدن ائسوسيئشن“ نالي ڪلڪتي ۾ پارٽي ٺاهي جنهن جو بنياد سيد امير علي سنه 1877ع ۾ رکيو. ٿوري ئي وقت ۾ هندستان جي مختلف علائقن ۾ هن جماعت جون شاخون کلي ويون. هيءَ تحريڪ اتحاد جي حامي هئي. غير مسلم تنظيمن سان سندس ڪا دشمني ڪا نه هئي. انهن جماعتن کي اهو کليو اختيار هو ته آزاديءَ سان هو پنهنجي راءِ جو اظهار ڪن. پر اهي معاملا، جي خاص مسلم قوم سان تعلق رکندڙ هجن انهن بابت راءِ زني نه ڪن.

هيءَ مسلمانن جي پهرين جماعت هئي، جنهن مختلف وقتن تي حڪومت اڳيان پنهنجا مطالبا پيش ڪيا. جهڙوڪ: مسلم قوم جي تعليم، ملازمت، مذهب، سياست ۽ معاشرتي معملات ۾ مناسب حقن جو حاصل هئڻ. سنه 1883ع ۾ انگريز حڪومت طرفان پاس ٿيل بنگال جي ميونسپل بل جي باري ۾ هن جماعت پنهنجي خيالات جو اظهار ڪيو ته:

مسلم قوم جي گهٽي تعداد کي ووٽ ڏيڻ جي حق لاءِ جائداد جو شرط رکيو ويو آهي، ان کي نرم ڪيو وڃي.
اقليتي طبقي جي ماڻهن کي علحده نمائنده منتخب ڪرڻ جو حق ڏنو وڃي.
سنه 1885ع تائين هيءَ تحريڪ سرگرم عمل رهي پر پوءِ سر سيد جي ”انڊين نيشنل ڪانگريس“ جي وجودد ۾ اچڻ بعد هن جي اهميت گهٽي گهٽجي ويئي(1).
”سنڌ محمدن ايسوسئيشن“ سنڌ جي مسلمانن جي پهرين جماعت ۽ سياسي تنظيم هئي، جا 16 مارچ 1884ع ۾ حسن علي افنديءَ، مولانا الهه بخش ابوجهي جي مدد سان ڪراچيءَ ۾ ٺاهي. (هن جماعت جو سيد امير عليءَ جي جماعت ”سينٽرل محمدن ايسوسئيشن“ سان ڪو تعلق نه هو). هي جماعت سنڌ جي ماڻهن جي سياسي شعور جو نتيجو هئي(2).
حسن علي آفندي ڪراچيءَ ۾ مسلمان زميندارن جي ميٽنگ سڏائي، جنهن ۾ ٿيهٺ ماڻهو شريڪ ٿيا. جنهن جو صدر حسن علي آفندي ۽

سيڪريٽري مولوي الهه بخش ابوجهي کي چونڊيو ويو (3).

هن جماعت جو خاص مقصد هو ته سنڌ جي مسلمانن ۾ تعليمي چاهه پيدا ڪيو وڃي. هن جماعت جون شاخون لاڙڪاڻه، سکر ۽ شڪارپور ۾ قائم ڪيون ويئون(1).

هن ايسوسئيشن پنهنجي قيام کان وٺي اختتام (سنه 1936ع) تائين سنڌ جي وس آهر علمي، ادبي، تعليمي، سماجي، مذهبي ۽ سياسي خدمتون سرانجام ڏنيون. ”سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي“ هن ئي جماعت جي خدمتن جو نتيجو آهي. ان کان سواءِ مختلف موڙن ۽ موقعن تي هيءَ جماعت سنڌ واسين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ لاءِ وقت جي حڪمرانن تائين سندن دانهون ۽ فرياد پهچائيندي هئي. خاص ڪري جڏهن ان زماني جا گورنر سنڌ جي دوري تي ايندا هئا ته هيءَ جماعت کين دعوتون ڏيئي قومي مسئلا انهن اڳيان پيش ڪندي هئي. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هن جماعت جو مکيه ڪارڪن هو (2)

اهو حڪيم فتح محمد صاحب جهڙن وطن دوست ۽ اسلام پسند انسانن جي ڪوشش جو نتيجو هو، جو هيءَ جماعت ڪنهن حد تائين سرڪار پرستيءَ کان جند ڇڏائي سگهي. سنه 1927ع ۾ جڏهن لاڙڪاڻي ۾ هندو مسلم جهڳڙا ٿيا، تڏهن هن جماعت لاڙڪاڻي جي مسلمانن جي ڀرپور مذهبي خدمت ڪئي ۽ خاص طور تي لاڙڪاڻه ”دي“ ملهايو ويو. هن جماعت کان اهڙي قسم جي فيصلي ڪرائڻ ۾ حڪيم صاحب جو وڏو هٿ هو. هن جماعت آخر ۾ ”سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگي“ واري تحريڪ جي به گهڻي پٺڀرائي ڪئي(3). حڪيم صاحب سنڌ جي آزاديءَ جي خوشيءَ ۾ ”حب وطن“ نغمه لکيو (جنهن جو ذڪر شاعريءَ واري حصي ۾ اچي چڪو آهي).

**(ب) تحريڪ خلافت ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي:**

يورپ جي پهرين مهاڀاري لڙائي (سنه 1914ع) ۾ لڳي. انهن ڏينهن ۾ ترڪي سڄي دنيا ۾ مسلمانن جي واحد آزاد سلطنت هئي. ترڪيءَ جي سلطان کي سڄي دنيا جا مسلمان خليفة المسلمين ڪري

سڏيندا هئا، گويا مسلمانن طرفان ڪيس خلافت مليل هئي. انهيءَ لڙائيءَ ۾ برطانيه ۽ سندس حامي هڪ طرف هئا ته ٻئي طرف جرمني ۽ سندس مددگارن ۾ ترڪيءَ جي عثماني خلافت به شامل هئي. جڏهن انگريزن کي لڙائيءَ ۾ فتح حاصل ٿي، تڏهن مسلم حڪومت ترڪيءَ کي ٽڪر ٽڪر ڪري اتحادين ۾ ورهائڻ ۽ مسلم خلافت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺا. آخر ترڪيءَ کي ورهايو ويو، جنهن جو ڪجھ حصو انگريزن ۽ يونانين کي مليو. انهن اتي وڃي ترڪن تي اهڙا ته دل ڏاريندڙ ظلم ڪيا، جو دنيا جي ماڻهن کي ڏندين آڱريون اچي ويون[(1)].

جيئن ته ترڪيءَ جو سلطان مسلم دنيا جو خليفو هو، انهيءَ ڪري اسلامي دنيا ۾ بي چيني پيدا ٿي، خاص طرح سنڌ ۽ هندستان جي مسلمانن ۾ زياده بي آرامي هئي، جي اڳي ئي انگريزن کان تنگ هئا، جو هڪ ته سنه 1957ع واري جنگ آزاديءَ ۾ انگريزن طرفان وڏا وڏا ستم سٺا هئون. انهيءَ سلسلي ۾ هڪ هندو تاريخدان مسٽر جوشي لکي ٿو:

”لکنوءَ ۾ رات جو هڪ بجي سرڪاري فوجون بندوقن ۽ توبن سان شهر ۾ داخل ٿيون ۽ قتل عام شروع ڪري ڏنائون. ڏينهن جو عالم باغ واري ميدان ۾ ماڻهن، گهوڙن ۽ هاٿين جا لاش جلي سڙي رهيا هئا. حضرت گنج ۾ (جنهن هنڌ آئوٽرام صاحب رهيل هو) اتي ڪيترن ماڻهن جا لاش وڻن ۾ لٽڪيل نظر اچي رهيا هئا(1).“ انهن کان سواءِ انگريزن طرفان جيڪي ظلم ڪيا ويا، تن ۾ ڪال ڪوٺيون، جسم داغڻ، عصمت دري، لوٽ مار وغيره شامل هئا(2).

پيو ته جنگ پوري ٿيڻ کان پوءِ برٽش حڪومت جي پڌرائي مورخه 20 آگسٽ 1917ع موجب بر صغير جي باشندن سان جيڪي واعدا ڪيا ويا هئا، ته کين اندين حڪومت ۾ پورا حق ڏنا ويندا، حڪومت جي معاملن ۾ کانئن صلاح مشورا ورتا ويندا، انتظاميه ۽ عدليه ۾ وڏا عهدا سونپيا ويندا وغيره(3). مگر انگريز گورنمينٽ پنهنجا وعدا ڪو نه پاڙيا. خاص طرح مسلم قوم کي نظر انداز ڪيو ويو.

هندستاني انگريزن جي غلاميءَ ۾ رهي ڏاڍو تنگ ٿي پيا هئا ۽ پئي واجهايائون ته وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪا راهه پيدا ٿئي، انهيءَ ڪري هند ۽ سنڌ جي علمائن گڏجي هڪ جماعت تيار ڪئي، جنهن کي ”خلافت ڪاميٽيءَ“ جي نالي سان سڏايائون.

**انهيءَ سلسلي ۾ سيد حسن رياض لکي ٿو:**

لکنوءَ جي سنه 1919ع واري مسلم ڪانفرنس ۾ ان خيال تي گفتگو ٿي ته خلافت حرمين شريفين ۽ پاڪ جاين جي تحفظ لاءِ ڪو مستقل نظام هئڻ گهرجي. اتي بمبئيءَ جي سيٺين ”مجلس خلافت“ جي نالي سان هڪ انجمن قائم ڪئي آهي. ان کي ”آل انڊيا سينٽرل خلافت ڪميٽي“ نالو ڏنو ويو آهي. جنهن جو صدر سيٺ چوٽاني ۽ حاجي صديق کتري سيڪريٽري مقرر ٿيو .”حاجي صديق جي نظر بنديءَ کان پوءِ مولانا شوڪت علي سيڪريٽري ٿيو(1).

آل انڊيا سينٽرل خلافت ڪاميٽيءَ جي سنڌ ۾ برانچ قائم ڪئي ويئي جا سنڌ خلافت ڪاميٽيءَ جي نالي سان مشهور ٿي. سنڌ ۾ ان جو باني مولانا تاج محمود امروٽي هو. جنهن سنڌ ۾ مختلف هنڌن

(جهڙوڪ 6-7-8 جون سنه 1920ع لاڙڪاڻه، جولاءِ ۽ سيپٽمبر 1921ع خالقڏنه هال ڪراچي) ۾ زبردست جلسا ڪرايا جن ۾ هندن ۽ مسلمانن جا وڏا وڏا ليڊر شمال هئا(2).

هن تحريڪ جا خاص هيٺيان مقصد هئا:

مسلمان جون پاڪ جايون ترڪن جي حفاظت ۾ رهن.

خلافت برقرار رهي.

ترڪي سلطنت جون حدون اهي ساڳيون رهن جيڪي جنگ کان اڳ هيون (3).

”خلافت تحريڪ“ مطالعي هيٺ آيل دور ۾ هند توڙي سنڌ جي عوام ۽ عالمن جي گڏيل هڪ بي مثال تحريڪ هئي. خاص طرح سنڌ هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. حقيقت جي نگاهه کان ڏٺو ويندو ته خلافت تحريڪ جو جسم هند ۾ هو ته ان جو روح سنڌ ۾ هو. رئيس غلام محمد ڀرڳڙي، رئين جان محمد جوڻيجو، مولانا تاج محمود امروٽي، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هن تحريڪ جا سنڌ ۾ روح روان هئا. رئيس ڀرڳڙي ۽ شيخ سنڌي ته ڪيترن مکيه

اجلاسن جي صدرات ڪئي. ان ڪان سواءِ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي ڪوشش سان ”عدم تعاون“ تحريڪ جي ابتدا ٿي. ان ڪان علاوه هجرت تحريڪ جو آغاز سڀ ڪان اڳ سنڌ مان ٿيو. خلافت تحريڪ جي تاريخ ۾ رئيس جان محمد جوڻيجو ”رئيس المهاجرين“ جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو(1).

مولانا فتح محمد سيوهاڻي هن تحريڪ جو ابتدا ڪان انتها تائين ڀرپور ساٿ ڏنو ۽ ڪيترو ئي وقت سنڌ خلافت تحريڪ جو سيڪريٽري ٿي رهيو. سنڌ ۾ هن تحريڪ طرفان جيڪي ڏينهن ملهايا ويا ۽ ڪانفرنسون ٿيون تن ۾ حڪيم صاحب شرڪت ڪئي(2).

هن سلسلي ۾ محترم جي ايم سيد لکي ٿو ته ”مون سنه 1919ع ۾ پنهنجي ڳوٺ سن ۾ هڪ خلافت ڪانفرنس مولوي فتح محمد سيوهاڻي (مرحوم) جي صدارت هيٺ سڏائي جتي آس پاس جا هزارها ماڻهو اچي گڏ ٿيا(3).“

---

(1) نئين سنڌ لاءِ جدوجهد.

(2) ليڪ ايم آر مائيدا سباڻي ”مظلوم سنڌ“ حيدرآباد جولاءِ 1947ع ص 266.

(1) نئين سنڌ لاءِ جدوجهد.

(1) ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل کان معلوم ڪيل.

(1) حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو مضمون ”الوحيد“ مورخه 27 مارچ 1924ع.

(1) مصنف احسان الحق ۽ محمد شفيق علوي ”تاريخ پاڪستان“ (اردو) ص 39-40، 1979ع لاهور.

(2) ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جو مقالو ”سنڌ مهمدن ايسوسئيشن“ بابت چند غلط فهميون، روزنامه هلال پاڪستان، مورخه 13 مارچ 1981ع.

(3) مولوي الهه بخش ابوجهي جو ”مسدس ابوجهه“ سنڌي مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، ص 3، سنه 1934ع.

(1) سيد ممتاز حسين شاهه ”سنڌ مدرسة الاسلام جو سنڌ جي علمي، ادبي ۽ سياسي تاريخ ۾ حصو “ ڊي فل لاءِ ٿيسز، ص 396، سنه 1979ع.

(2) مصنف علي محمد شاهه راشدي ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ جلد پيو، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ص 377. سنه 1980.

(3) ”مهراڻ رسالو“ سوانح نمبر، 1957ع، ص 62.

(1) محمد اسماعيل عرساڻي ۽ الهه بخش ٽالپر ”تاريخ هندو پاڪستان“ 1956ع، ص 199.

[1]Purn Chandra Joshi “Rebellion 1857” Delhi 1957, P. 238.

[2] محمد صادق صديقي ”تاريخ عالم اسلام“ حصو پنجون، جهانگير بوڪ ڊيپو لاهور، 1942ع، ص 842.

[3]C. H. Philips “Revolution of Indian and Pakistan” Oxford Press London, 1964, P. 264.

[1] سيد حسن رياض پاڪستان ناگزير تها“ ڇاپو ٻيو سال 1970ع ص 83.

[2] ”نئن زندگي“ آگسٽ 1968ع ص 23.

[3] ڊاڪٽر عبدالمجيد ۽ عبدالغفور چوڌري ”پاڪستان جو اپياس“ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ حيدرآباد سنه 1981ع ص 159.

[1] ايڊيٽر مولانا غلام مصطفى قاسمي ”الرحيم ماهنامه“ حيدرآباد مارچ 1972ع ص 27-29.

[2] جي ايم سيد ”جنب گذاريم جن سين“ ادبي بورڊ حيدرآباد 1967ع ص 255.

[3] جي ايم سيد ”نئين سنڌ لاءِ جدوجهد“ حيدرآباد 1952ع ص 31.

**(ث) جميعت العلماءَ ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي:**

هيءَ جماعت ان وقت قائم ٿي، جڏهن 23 نومبر 1919ع ۾ خلافت ڪانفرنس جو پهريون اجلاس دهليءَ ۾ ٿي رهيو هو. ان ۾ جشن صلح ۾ شرڪت ڪرڻ جي هڪ فتوى مرتب ڪئي ويئي، جنهن تي بر صغير جي عالمن صحيحون ڪيون. انهيءَ ئي وقت هڪ مجلس شورى منعقد ڪئي ويئي، جنهن ۾ طئي ڪيو ويو ته صرف گڏيل مذهبي و سياسي ڳالهين ۾ مسلمان عالم اسلام جي رهنمائيءَ جو فرض ادا ڪن. انهيءَ تي حاضرين مجلس طرفان اتفاق راءِ سان ”جميعت العماءَ هند“ قائم ڪئي ويئي، جنهن جو مستقل صدر مفتي ڪفايت الله ٿيو ۽ ناظم مولانا احمد سعيد کي مقرر ڪيو ويو(4).

”جميعت العلماءَ هند“ جو پهريون اجلاس 28 ڊسمبر 1919ع ۾ امر تسر ۾ منعقد ٿيو. انهن ڏينهن ۾ اتي ڪانگريس، مسلم ليگ ۽ خلافت ڪميٽيءَ جا جلسا ٿي رهيا هئا. جمعيت العماءَ جي اجلاس ۾ پهرين جلسي جي صدارت مولانا قيام الدين

عبدالباريءَ ۽ ٻئي جلسي جي مفتي ڪفايت الله ڪئي. انهن جلسن ۾ اهو فيصلو ڪيو ويو ته مسجدن ۾ سلطان المعظم جو خطبو پڙهيو وڃي. هن جماعت جا خاص مقصد هئا:

غير مسلم برادريءَ سان همدردي ۽ اتفاق سان رهڻ.

مذهبي حقن جي نظرداريءَ ۽ حفاظت ڪرڻ.

مسلمانن جي رهنمائي ڪرڻ.

جميعت العلماءِ جو پيو اجلاس 19 کان 21 نومبر 1920ع ۾ دهليءَ ۾ منعقد ٿيو، جنهن جو صدر شيخ الهند مولانا محمود حسن ديوبندي هو، جو تازو مالٽا کان آزاد ٿي آيو هو. مولانا ابوالڪلام آزاد به جيل مان آزاد ٿي، ان جلسي ۾ شريڪ ٿيو جنهن ۾ ”ترڪ موالات“ جو ٺهراءُ پاس ٿيو. ان ۾ خاص ڳالهيون هيٺيون هيون:

مسلمانن کي شرعي حڪمن ڏانهن متوجه ڪيو وڃي.

حڪومت طرفان مليل خطاب، عهدا، ڪائونسل ميمبريون، ملازموت، فوج ۽ سرڪاري تعليم کي ترڪ ڪيو وڃي.

انگلستان سان تجارتي تعلق ختم ڪيو وڃي ۽ عدالتن ۾ ڪيسن جي پيروي نه ڪئي وڃي.
خلافت تحريڪ ۾ شامل ٿيندڙ پائرن کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ۽ ساڻن خوشگوار تعلقات قائم ڪرڻ گهرجن.

قومي بيت المال ۽ تبليغي شعبه قائم ڪرڻ گهرجي

قومي درسگاهون سرڪاري امداد وٺڻ بند ڪن.
انهيءَ جلسي جي ڪارروائي پنج سئو عالمن جي صحيحن سان شايع ڪئي ويئي، جنهن کي حڪومت ضبط ڪيو ۽ انگريز جميعت العلماءَ جا دشمن ٿي پيا.
ان باري ۾ هڪ مغربي مورخ مسٽر سمٿ پنهنجي ڪتاب "Modern Islam in India" ۾ لکي ٿو ته:
”اسلام جا پوئلڳ برٽش حڪومت جي بلڪل خلاف هئا. انهيءَ سلسلي ۾ هو ”جمييعت العماء هند“ جي وسيلي پرپور پروپئگنڊا ڪندا رهيا“ (1).

اهڙيءَ طرح انگريزن جي طرفدار ”امن سڀا“ طرفان پڌرائي ڪئي ويئي ته:
”اڄڪلهه جيڏانهن ڏسو ويجهي تيڏانهن سوراج، قطع تعلقات يعني سرڪار سان لاڳاپا ٽوڙڻ جي ڳالهه پيئي ٻڌجي جنهن کي انگريزيءَ ۾ ”نان ڪوآپريشن“ چيو وڃي ٿو، جتي ڪٿي گهٽين ۾ بازارن ۾ ننڍا ٽوڙي وڏا ڇوڪرا سوراج جا گيت عجيب سنڌي سرن ۾ پيا ڳائيندا وتن. اهو نمونو هاڻي ڳوٺن ۾ به پيو ٻڌجي“(2).
جميعت العلماءَ هند طرفان مختلف هنڌن تي هيٺيان مکيه جلسا ٿيا:
مورخه 19 نومبر 1921ع تي مولانا ابوالڪلام جي صدارت هيٺ لاهور ۾ جلسو ٿيو، جنهن ۾ هندستانين کي ولايتي شين جي واپرائڻ، فوج ۽ پوليس ۾ ملازمت کان منع ڪئي ويئي.
اپريل 1922ع تي سهارنپور ۾ مولانا حسين احمد مدنيءَ جي صدارت ۾ جلسو منعقد ٿيو، جنهن ۾ هندستان جي سياسي حالتن جو جائزو ورتو ويو.
مورخه 31 ڊسمبر کان 2 جنوري 1924ع تائين ڪئناڊا ۾ جلسو ڪيو ويو. جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جا

وڏا علماءَ شريڪ ٿيا هئا. ان ۾ مولانا حسرت موهاني جي مبارڪ باد جي ٺهراءَ پاس ٿيا، جنهن جيل جون تڪليفون برداشت ڪيون هيون(1).

مورخه 11 کان 16 جنوري 1925ع ۾ مولانا سيد محمد سجاد جي صدارت هيٺ مرادآباد ۾ جلسو منعقد ٿيو.

مورخه 14 مارچ سنه 1926ع ۾ مولانا سيد سليمان ندويءَ جي صدارت ۾ ڪلڪتي ۾ جلسو ٿيو جنهن ۾ آزاديءَ جي قرارداد پاس ڪئي ويئي. هن جلسي کي سنڌ مان مولانا امروٽيءَ به خطاب ڪيو هو(2).

مورخه 2 کان 5 ڊسمبر 1927ع ۾ پشاور ۾ جلسو منعقد ٿيو جنهن ۾ شيعن، سُنين جي جهيڳڙن تي افسوس جو اظهار ساڻن ڪيئن سان بائيڪاٽ ۽ جناح صاحب جي چوڏهن نڪاتن جي تائيند ڪئي وئي.

مورخه 3 کان 6 مئي 1930ع ۾ شاهه معين الدين اجميريءَ جي صدارت هيٺ امروهه ۾ جلسو منعقد ٿيو. جنهن ۾ هندستان جي آزاديءَ لاءِ ڪانگريس سان شرڪت جي عمل جي تائيد ڪئي ويئي.

مورخه 31 مارچ کان پهرين اپريل 1931ع تي مولانا ابوالڪلام آزاد جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ جلسو منعقد ٿيو جنهن ۾ سڄي هندستان جا نمائندا شريڪ ٿيا. ان ۾ سول نافرماني، ديسي ڪپڙي واپرائڻ جي ترغيب ۽ پرسنل لا جي حفاظت جا ٺهراءَ پاس ٿيا. هن جلسي کي ڪامياب بنائڻ لاءِ حڪيم صاحب گهڻو پاڻ پتوڙيو. (ان جلسي جي سموري ڪارروائي ”الوحيد“ ۾ ڇاپيل آهي)(3).

مورخه کان 6 مارچ 1939ع ۾ زير صدارت مولانا عبدالحق مدني جي دهڪيءَ ۾ جلسو منعقد ٿيو جنهن ۾ هندستانين جي فائدي ۾ سترهن قراردادون پاس ٿيون.

مورخه 7 کان 9 جون 1930ع ۾ سيد حسن احمد مدنيءَ جي صدارت هيٺ جونپور ۾ جلسو منعقد ٿيو.

اهڙيءَ طرح مورخه 20 کان 22 مارچ 1942ع ۾ مولانا حسين احمد مدنيءَ جي صدارت هيٺ

لاهور ۾ جلسو ٿيو. جنهن ۾ قومي اتحاد، وطن جي آزادي ۽ ملڪي شين واپرائڻ تي زور ڏنو ويو(1).
”جميعت العلماءَ“ اها جماعت هئي جنهن جڏهن ترڪيءَ جي ظالم سلطان وحيد الدين، عيسائي اتحادين سان ملي جمهوريه پسند نوجوان ترڪن کي پسپا ڪرڻ ۽ سلطنت جي تائيد ۾ شيخ الاسلام قسطنطنيه فتوى ڏني ته ”جيڪي شخص مصطفٰي ڪمال ۽ ان جي ساٿين کي قتل ڪندا اهي جنت ۾ ويندا“ تڏهن هن جماعت جي علمائن ان فتوى جي سخت مخالفت ڪئي ۽ مصطفى ڪمال جي حمايت ۾ بيان ڏنا“(2).
حڪيم فتح محمد سيوهاڻي شروع کان آخر تائين هن جماعت سان نڀائيندو آيو، ۽ جميعت العلماءَ جي مکيه اڳواڻن مان هڪ هو. مولانا محمد صادق (کڏي) وارو حڪيم صاحب علي الترتيب انهيءَ جماعت جا صدر ۽ جنرل سيڪريٽري ٿي رهيا. هن جماعت سنڌي عوام جي ڀرپور سياسي خدمت سر انجام ڏني. هن جماعت جو بنياد به سنڌ ۾ خلافت تحريڪ سان گڏ شروع ٿيو هو. مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هن جماعت کي سنڌ ۾

مقبول بنائڻ ۾ پکيڙڻ ۾ اهم پارٽ ادا ڪيو. سندس اخبار ”اصلاح“ هن جماعت جو مکيه آرگن ۽ ترجمان هئي(1). هن جماعت ۾ رهي، وس آهر پنهنجي ملڪ ۽ عوام جي خدمت ڪيائين. خاص طرح پهراڙيءَ جي سنڌي مسلمانن جي اقتصادي حالت ڏسي، کيس دلي درد محسوس ٿيندو هو. اهڙو اظهار محترم جي ايم سيد ڏانهن لکيل هڪ خط ۾ ڪيو اٿائين ته:

”ڏسان ٿو ته اسان جي سنڌ جا مسلمان سخت کان سخت ۽ جلد کان جلد ڪوشش ڪرڻ کان سواءِ دنيا ۾ رهڻ جي لائق ٿي ڪين سگهندا. آخر سنڌ جا غريب مسلمان به ته خدا جي مخلوق آهن. هو به هڪ شاندار تاريخ جا مالڪ آهن. هو جهالت ۽ دنيا جي حالت کان بي خبر هئڻ ڪري ذليل زندگي گذاري رهيا آهن. افسوس جو هنن جا ليڊر به خود غرض ۽ هنن جي جهالت مان ناجائز فائدو وٺندڙ آهن“(2).

جميعت العلماءَ سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ به اهم ڪارناما سر انجام ڏنا، انهن مان پهريون هو ”سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ جي تحريڪ“ جي

پڌيرائي ۽ ٻيو هو ”ڏيهي واپار ۽ صنعت کي ترقي ڏيارڻ جي تحريڪ.“
سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگي جي مسئلي کي سنڌ کان سواءِ هند جي مختلف سياسي پارٽين جي پليٽ فارم تي هن جماعت سڀ کان اڳ پهچايو، جيئن ته هيءَ جماعت ڪانگريس جي ڪنهن حد تائين هم خيال هئي، ان ڪري هندستان جي انهيءَ مکيه جماعت هن مسئلي تي به سوچڻ ۽ لوچڻ شروع ڪيو.
مطالعي هيٺ آيل دور ۾ جڏهن ”خلافت تحريڪ“ دوران ”عدم تعاون“ ۽ ”ترڪ موالات“ جون تحريڪون هليون هيون ته ان وقت سنڌ ۽ هند جي سياستدانن عوام کي ڏيهي تجارت ۽ واپار کي ترقي وٺرائڻ ڏانهن متوجه ڪيو هو. مٿئين ظالم حڪمرانن جي هر هڪ شيءِ ۽ مصنوعات کان مستنفر ٿي چڪا هئا. هنن ولائتي ڪپڙو پائڻ ڇڏي ڏنو هو ۽ غير ملڪي مال جو بائيڪاٽ ڪيو هو. اها وقت جي ضرورت هئي ته عوام جي انهيءَ جذبي کي صحيح موڙ ڏنو وڃي. پر بدقسمتيءَ سان ”خلافت تحريڪ“ جو خاتمو اچي

ويو. مگر ان کان سواءِ ”جميعت العلماءَ“ انهيءَ عوام جي قيادت ڪئي ۽ قوم کي دگ ڏسيو. هن جماعت عوام جي جذبن ۽ امنگن جي ڀرپور پٺڀرائي ڪئي. ولائتي ڪپڙي پهرڻ خلاف فتوائون ڪڍيون ۽ ڏيهي وسيلن کي ترقي وٺرائڻ جي حق ۾ تبليغون ڪيون. مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي قيادت ۾ هن جماعت اهو فرض ڀلي ڀت پورو ڪيو. سنڌ ۾ هن جماعت جا جيڪي به مکيه جلسا ۽ فيصلا ٿيا، سيوهاڻي مرحوم انهن سمورن واقعن کي متاثر ڪيو ۽ جماعت جي مڪمل قيادت ڪئي. هن جماعت خاص طرح هندو مسلم اتحاد تي زور ڏنو. حڪيم صاحب جيتوڻيڪ هندو مسلم اتحاد جو حامي هو ۽ ٻنهي قومن (هندن ۽ مسلمانن) ۾ اتحاد پيدا ڪرڻ لاءِ جي ايم سيد صاحب سان شامل ٿي تمام گهڻيو ڪوششون ڪيائين، پر ان ۾ کين ڪاميابي حاصل نه ٿي. انهيءَ سلسلي ۾ پير علي محمد راشديءَ جي ايم سيد ڏانهن لکيل هڪ خط ۾ ڄاڻائي ٿو ته:

”تون مسلم عوام ۾ سياسي شعور پيدا ڪرڻ گهرين ٿو، ان لاءِ قومي اتحاد ضروري ٿو

سمجهين. ائون سمجهي نٿو سگهان ته ان قومي اتحاد کي هندو ڪيئن قبول ڪندا(1).

راشدي صاحب جي اها ڳالهه ڪنهن حد تائين سچي هئي . هندو اڪثر ڪري ظاهريءَ طرح اتحاد جا حامي نظر آيا ٿي پر اندرونيءَ طور سخت مخالف هئا. جيئن ته پڳوان تولاڻي لکي ٿو ته:

”اها هڪ بيهودي ڪوشش ٿيندي ته هندستان ۾ رهندڙ ڌار ڌار فرقن، جن ۾ هندو ۽ مسلمان مکيه آهن، انهن ۾ اڻ مندائتو اتحاد آڻجي. پل ته هندو پاڻ کي هندو سمجهن، چو ته مسلمان، مسلمان ئي رهڻا آهن(1).“

**(د) مسلم ليگ ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي:**

اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ ويهين صدي جي آغاز ۾ بر صغير ۾ تحريڪ آزادي شروع ٿي ته هند نهايت چالاڪي ۽ عياري سان مسلمانن کي پاڻ سان ملائي برطانيه سامراج خلاف هڪ متحده محاذ ٺاهيو. هندن دور انديشي ڪري مسلمانن کي اقليتي جماعت جي حيثيت سان سياسي طور هندو اڪثريت ۾ ضم ڪري کين متحده هندستاني

قوميت جا حسين و دلڪش خواب ڏيکاري مسلمانن جي جدا گانه حيثيت کي ختم ڪرڻ ٿي چاهيون. مهاتما گانڌي انهيءَ مڪروهه سازش جو مرڪزي ڪردار هو، کيس يقين هو ته هندستان ڪڏهن نه ڪڏهن ضرور آزاد ٿيندو ۽ انگريزن کي آخر هي ملڪ ڇڏڻو پوندو. ان بعد هندستان جا هندو پنهنجي اڪثريتي بنياد تي کين محڪوم بنائيندا(2). سياسي شعور رکندڙ مسلمان اڳواڻن هندن جي انهيءَ سازش کي تاڙي ورتو انهي ڪري جداگانه چونڊن ٿيڻ جي مطالبي لاءِ مورخه 16 سيپٽمبر 1906ع ۾ نواب وقار الملڪ جي صدارت هيٺ لکنوءَ ۾ مسلمانن جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ مسلم قوم جي تنظيم قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ انهيءَ تنظيم جو نالو ”دي انڊيا مسلم ليگ“ رکيو ويو جنهن جو صدر هز هائينيس سر آغا خان کي منتخب ڪيو ويو(1). ان سلسلي ۾ محترم جي الانا پنهنجي ڪتاب ”پاڪستان موومينٽ“ ۾ ڄاڻائي ٿو ته:

”مورخه 30 ڊسمبر 1906ع ۾ نواب وقار الملڪ جي صدارت هيٺ مسلم اڳواڻن جي ڍاڪا ۾

گڏجاڻي ٿي ۽ فيصلو ڪيو ويو ته هندستان جي سڀني حصن مان مسلمان نمائندا ڍاڪا ۾ گڏ ٿين ۽ هڪ جماعت ٺاهين جيڪا انڊيا مسلم ليگ“ جي نالي سان سڏي ويندي. ان جا هيٺيان مقصد هوندا:

(الف)مسلمانن ۾ برطانيه حڪومت لاءِ وفاداريءَ جو احساس پيدا ڪرڻ ۽ اهڙي غلط فهميءَ کي دور ڪرڻ ته مسلمان برٽش حڪومت جي ڪنهن به فيصلي جي خلاف آهن.

(ب)هندستان ۾ مسلمانن جي سياسي حقن ۽ مفادن جي حفاظت ڪرڻ ۽ پنهنجا جائز مطالبا با وقار نموني حڪومت اڳيان پيش ڪرڻ.

(ٿ)هندستان جي مسلمانن کي ٻين قومن جي تعصب کان يا انهن جي مقابلي ۾ اڇڻ جي احساس کان بچائڻ(2).“

آخر قائداعظم محمد علي جناح جڏهن مسلم ليگ جو صدر ٿيو تڏهن مذڪوره پروگرام تي باقاعدي عمل ڪيو ويو. سندس سرڪردگيءَ هيٺ مختلف وقتن تي مسلم ليگ طرفان جمله 87 ريزوليوشنس پاس ڪيا ويا (تفصيلوار ذڪر محترم جي الانا پنهنجي ڪتاب ”پاڪستان موومينٽ“(3)۾ ڄاڻايو

آهي) انهن لڳاتار ڪوشش جي نتيجي ۾ سنڌ بمبئيءَ کان جدا ٿي ۽ پاڪستان آزاد ٿيو.
سنڌ مسلم ليگ جي شاخ 3 نومبر 1917ع ۾ قائم ڪئي ويئي، ان جو پهريون اجلاس تاريخ 11 نومبر 1917ع ۾ سيد اسد الله شاهه جي صدارت هيٺ منعقد ٿيو. جنهن ۾ صرف تعليم يافته ماڻهو شريڪ ٿيا(1).
سنه 1919ع ۾ جڏهن قائداعظم محمد علي جناح کي مسلم ليگ جو صدر بنايو ويو ته سنڌ جي مسلمانن هن تنظيم ۾ وڏي دلچسپي ورتي. محمد علي جناح، جنهن جو تعلق سنڌ سان هو ۽ نوجوان تعليم يافته وچولي طبقي سان واسطو رکندڙ، آئيني ۽ جمهوري اصولن تي هلندڙ هو، انهيءَ ڪري هند جا مسلمان به مسلم ليگ سان دلچسپي وٺڻ لڳا.
مورخه 10 فيبروري سنه 1924 ۾ ڊاڪٽر عبدالمجيد (سابق سيڪريٽري سنڌ مسلم ليگ) جي دعوت تي ڪوٺايل جلسي ۾ اٽڪل چاليهه جدا جدا خيالن جا مسلمان گڏ ٿيا. جلسو ڊاڪٽر شيخ نور محمد جي صدارت هيٺ ٿيو. مسٽر محمد خان مسلم جي اڳين ڪمن جو ذڪر ڪيو ۽ شيخ

عبدالمجيد، قاضي عبدالرحمان، حڪيم فتحم محمد سيوهاڻي ۽ ٻين ڪيترن صاحبن مسلم ليگ کي وري زندهه ڪرڻ جي ضرورت تي زور ڏنو. حاجي عبدالله هارون پنهنجي والده جي بيماريءَ سبب نه اچي سگهيو ۽ هڪ خط مجبوريءَ جو موڪليائين(2). هن جلسي ۾ هيٺئين ڪارروائي ٿي:

ٺهراءَ پاس ٿيو ته مسلم ليگ کي وري زنده ڪيو وڃي.

سنڌ ۾ ليگ جو پروگرام ڏنو وڃي.

جداگانه نيابت بابت سنڌي مسلمانن جا رايا گڏ ڪرڻ.

نوڪرين، مقامي جماعتن ۽ ڪائونسلن ۾ مسلمانن جي حقن بابت فيصلو ڪرڻ.

سنڌ کي بمبئي صوبي کان جدا ڪرڻ. زبان جي اصول تي جدا حڪومت جي صوبي بنائڻ لاءِ فيصلو ڪرڻ.

هندستان جي حڪومت ۾ جيڪي آئنده سڌارا ٿيڻا آهن، تن بابت سنڌ جي مسلمانن جا رايا معلوم ڪرڻ ۽ ٻيا ضروري ڪم ڪرڻ.

ٺهراءَ پاس ٿيو، جنهن ۾ مسلم ليگ جي ڪم لاءِ
25 ميمبرن جي ڪاميٽي ٺاهي ويئي.
ان بعد مسلم ليگ جا هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا:
صدر: سيٺ حاجي عبدالله هارون
نائب صدر: محمد ڪامل شاهه
سيڪريٽري: ڊاڪٽر شيخ نور محمد
خزانچي:مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي(1).
حڪيم صاحب سنڌ جي وطن دوست ۽ عوام جي
خير خواهه سياستدانن مان هڪ هو، ان ڪري
سنڌ جي ڀلائي ۽ ترقي بابت جيڪا به پارٽي يا
تنظيم قائم ڪئي ويندي هئي ته پاڻ ان ۾ ضرور
شرڪت ڪندو هو. هي صاحب ان وقت تائين
مسلم ليگ جو سرگرم ڪارڪن رهيو، جيستائين
اها سنڌ سطح تي منظم ڪئي ويئي هئي، پر پوءِ
جڏهن سنڌ مسلم ليگ کي آل انڊيا مسلم ليگ ۾
ضم ڪيو ويو، تڏهن پاڻ ان کان علحدگي اختيار
ڪيائين.

## (ر) سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگي ۽ حڪيم

**فتح محمد سيوهاڻي:**

سنه 1919ع ۾”انڊين نيشنل ڪانگريس“ جي پراونشل پوليٽيڪل ڪانفرنس هڪ پنجن ڄڻن جي سب ڪاميٽي مقرر ڪئي، جنهن ۾ هڪ پارسي ۽ چار هندو ميمبر مقرر ڪيا ويا هئا. اها ڪاميٽي فقط سنڌ جي جدائي بابت مڪمل رپورٽ تيار ڪرڻ لاءِ مقرر ٿيل هئي، جنهن تحقياقت ڪري رپورٽ ڏني ته سنڌ جو خودمختيار ۽ آزاد صوبو ٿيڻ ضروري آهي. ان جا هيٺيان سبب هئا: علحدگيءَ کان اڳ سنڌ تقريباً 90 سال کن بمبئيءَ سان ملحق هئي، جنهن ڪري سنڌ جي تاريخي حيثيت ختم ٿي چڪي هئي ۽ اقتصادي لحاظ کان وڏي نقصان هيٺ اچي ويئي جو سنڌ جي ساليانه اپت چار ڪروڙ رپين جي لڳ ڀڳ هئي ۽ بجيٽ ۾ مشڪل سان سنڌ کي ٻه ڪروڙ رپيا ملندا هئا. (1)

سنڌ بمبئيءَ کان ڏيڊ هزار ميلن جي مفاصلي تي هئي، جنهن ڪري سنڌ جي عوام کي سرڪاري

ڪمن سان اچڻ وڃڻ ۾ ڏاڍي مشڪلات در پيش ايندي هئي.
طبعي، آبهوا، تمدني ۽ معاشرتي لحاظ کان سنڌ ڌاريو صوبو نظر آيو ٿي. مکيه ڳالهه اها هئي ته سنڌ جي ٻولي بمبئي ۽ ان جي ڀين سپني پاڳن جي ٻولي کان نرالي هئي.
سپني کاتن جا مکيه عملدار بمبئيءَ ۾ رهيا ٿي، جي سال ۾ فقط هفتو ڏيڍ سنڌ جي سير تي ايندا هئا. جهن کري نه ته هو سنڌ جي معاملات کان پوريءَ طرح وقف ٿي ٿيا ۽ نه وري هتي جا مسئلا پوريءَ طرح هل ڪري ٿي سگهيا. سنڌ تعليمي نقطئه نظر کان پست حالت کي پهتل هئي. انهن ڳالهين کي خيال ۾ رکي سنڌ ديس جي خيرخواهن، پبلڪ جي سچن خادمن ۽ قومي ڪارڪنن سنڌ جي جدا ڪرڻ ۽ کيس مستقل صوبو بنائڻ لاءِ ڪوششون شروع ڪيون.
ڊسمبر سنه 1921ع ۾ ڪلڪته ۾ (هندن ۽ مسلمانن جي گڏيل) ساليانه قومي گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ سنڌ مان شيخ عبالمجيد ۽ حاجي مير محمد بلوچ

شموليت ڪئي ۽ سنڌ جي علحدگيءَ جو سوال اٿاريو(1).

ان کان پوءِ جلدي انڊين نيشنل ڪانگريس جو پائيتاليهون اجلاس منعقد ٿيو، جنهن ۾ سنڌ کي ڌار صوبو بنائڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ٿيو. انهيءَ معاملي ۾ سڀئي سياسي پارٽيون متفق شامل راءِ ٿيون. اهڙيءَ طرح سنه 1919ع ۽ 1931ع ۾ سنڌ جي علحدگيءَ بابت ڪانفرنسون منعقد ٿيون(2).

جيئن ته هن کان اڳ ۾ اهو ذڪر اچي چڪو آهي ته حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جميعت العلماءَ جو سرگرم عمل رڪن هو ۽ انهيءَ ئي جماعت جي پليٽ فارم تان ڪئي مرتبا ”سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگي“ واري تحريڪ کي هٿي ڏني ويئي. ان مان ثابت ٿئي ٿو ته خود حڪيم صاحب هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو.

هن تحريڪ دوران به قابل ذڪر واقعا رونما ٿيا. انهن مان پهريون ۽ مکيه واقعو سنڌ جي هندو ۽ مسلمان سياستدانن جو اهو سمجهوتو، جيڪو سندن وچ ۾ سنڌ جي علحدگيءَ بابت ٿيو، حڪيم صاحب انهيءَ سمجهوتي جي دستاويز تي صحيح

ڪندڙن مان هڪ هو(1). جيڪڏهن ائين چئجي ته هن انهيءَ سمجهوتي ڪي عمل ۾ آڻڻ ۾ هندو مسلم اتحاد ڪي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو.

سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ جي تحريڪ جڏهن عوامي تحريڪ بنجي ويئي ته سنڌ ۾ ”سنڌ آزاد ڪانفرنس“ جي نالي سان مکيه چار ڪانفرنسون ٿيون. انهن سمورين ڪانفرنس ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ شرڪت ڪئي. انهن ڪانفرنسن جي نتيجي ۾ سنه 1927ع ۾ ”سنڌ آزاد ڪانفرنس“ جي نالي سان هڪ سياسي پارٽيءَ جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ تي ميمبر جي حيثيت سان ڪنيو ويو(2).

## (ل) صوبائي خودمختياريءَ بعد حڪيم صاحب جو سنڌ جي سياست ۾ حصو

سنڌ جي علحدگيءَ بعد هندو ۽ مسلمانن جا لاڳاپا حد کان وڌيڪ خراب ٿي ويا. سنڌ جا سياستدان ٻن گروهن ۾ تقسيم ٿي ويا. مسلمان سياستدانن آل انڊيا مسلم ليگ طرف توجهه ڏنو ته ٻئي طرف

وري هندن آل انديا ڪانگريس کي پنهنجو سهارو چاتو. انهيءَ ڪري صوبائي خودمختياري کان پوءِ جيڪا وطن دوست سياستدانن کي اميد پيدا ٿي هئي، سا پوري نه ٿي سگهي، ان جي بر عڪس سنڌ جي سياست مذهبي ڪٽر پڻي جو شڪار ٿي ويئي. حڪيم صاحب اهڙين حالتن پيدا ٿيڻ کان اڳ سياست ۾ هندو مسلم اتحاد قائم ڪرائڻ جون ڀرپور ڪوششون ڪيون ۽ پنهنجي هم خيال ساٿين ۽ سياستدانن سان ملي ”اتحاد پارٽي“ ۾ شامل ٿيو، مگر اها ڪوشش به ڪامياب نه ٿي(1).

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هڪ مڃيل سياستدان هو. سنڌ جي مختلف قومن ۾ قدر ۽ عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. هن صاحب عملي سياست ۾ حصو وٺي عوام جي خدمت ڪئي. سنه 1946ع ۾ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو عوام طرفان چونڊيل ميمبر ٿيو. انهيءَ دؤر ۾ سياسي جوابداريون محسوس ڪندي پنهنجي تڪ (ڪڏي) جي باشندن لاءِ پاڻ پتوڙي، سندن تڪليفون دور ڪرائي، کين زندگيءَ جون بنيادي سهولتون ميسر ڪيائين. جهڙوڪ: ڪراچيءَ جي ان

علائقي ۾ پاڻي پهچائڻ (ان کان اڳ اها سهولت ڪڏي وارن باشندن کي پوريءَ طرح ميسر نه هئي) صفائيءَ جو انتظام رکڻ، سرڪاري پلاٽ تان عوام جون بي دخليون بند ڪرائڻ تعليم جو پورو بندوبست ڪرڻ، رستا ٺهرائڻ وغيره. انهيءَ ايراضيءَ ۾ قائم ڪرايل چوڪرن جو ثانوي اسڪول اجا تائين تعليمي خدمتون سر انجام ڏيئي رهيو آهي(2).

ان کان پوءِ غريب ۽ پورهيت طبقي کي خوشحال ڏسڻ لاءِ هاري پارٽيءَ جي قيام ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ به حصو ورتائين.

هن دور ۾ سنڌ جي تاريخ ۾ ڪيترا اهڙا دلخراش واقعا ٿيا، جن ڪيس دل شڪستو ڪري وڌو، جهڙوڪ ”مسجد منزل گاهه سکر“ وارو وقعو، جنهن جي مسلم ليگي اڳواڻن پٺڀرائي ڪري، سياسي فائدا حاصل ڪرڻ ٿي گهريا ۽ ٻيو ”پاڪستان ٺهراءُ“ پاس ٿيڻ ڪري سنڌ ۾ هندو مسلم جهڳڙا زور وٺي ويا ۽ منجهن اتحاد آڻڻ نا ممڪن ٿي پيو.

انهن حالتن حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ کي حد ڪان زيادو متاثر ڪيو ۽ سندس صحت تي ڏاڍو برو اثر پيو، تان ته سندس اچي پساهه پورا ٿيا ۽ اسان کان هميشه لاءِ موڪلائي ويو.[(1)]

---

[(4)] سيد طفيل احمد بنگلوري ”مسلمانون کا روشن مستقبل“ لاهور 1937ع، ص 509.

[(1)]Welferred K. Smith “Modern Islam in India” London 1947 p. 23.

[(2)] حيدرآباد پبلسٽي ڪميٽيءَ طرفان ڇپايل ”پڙرنامو“ اپريل 1924ع.

[(1)] مولانا فضل الحسن حسرت موهاني ”ڪليات حسرت موهاني“ لاهور، ص 34-35، نومبر 1976ع.

[(2)] ڊاڪٽر صالح محمد شاهه ”تذڪره امروٽي“ مقالو ريديو پاڪستان تان نشر ڪيل.

[(3)] ”الوحيد“ مورخه 3 اپريل 1931ع.

[(1)]Khalid Ghaznavi: ‘Indian Aggressions against Pakistan’, Lahore 1966. P.44.

[(2)] ”مسلمانون کا روشن متقبل“ ص 633.

[(1)] ليکڪ مير شفيع احمد علوي ”نئين زندگي“ دشمبر 1957ع.

[2] جي ايم سيد ”اچ پڙ چڪيم چاڪ“ حيدرآباد جون 1977ع. ص 38

[1] پير علي محمد راشديء ”خط ۽ مضمون“ حيدرآباد، 1970ع. ص 81.

[1] پگوان تولاڻي ”هندو مسلم اتحاد“ ڪوهه نور پريس حيدرآباد 1939ع، ص 24.

[2] اسلم ملڪ ” انقلاب منزل بمنزل “ سيالڪوٽ اپريل 1974ع ص 114.

[1] صلاح الدين ناسڪ ”تحريڪ آزادي“ اردو بازار لاهور نومبر 1975ع ص 87.

[2]S.M. Ikram “Modern Muslim India and British Pakistan” Lahore 1965 P. 165.

[3]G.Allana “Pakistan Movement Historic Documents Karachi 1968 P. 23.

[1] روز نامه ”الوحيد“ ڪراچي 27 جنوري 1924ع.

[2] روزنامه ”الوحيد“ ڪراچي، 16 نومبر 1938ع.

[1]Original Copy of Resolution of All Sindh Muslim League Committee Karachi, 12th Feb. 1924.

[1] مولانا سيد حسين احمد مدنيءَ جو مضمون الوحيد اسپيشل آزاد نمبر ص 28، 1936ع.

[(1)]Moulana Mohammad Irfan (See: General Khilafat Committee) “Brief History of the Movement of Separation of Sindh” Alwaheed Special 1936. P. 57.

[(2)] الوحيد اسپيشل آزاد نمبر، ص 122.

[(1)] حڪيم احسن صاحب کان معلوم ڪيل.

[(2)] محترم جي ايم سيد ”سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديء“ ضميمو ص 121، حيدري پريس حيدرآباد 1968ع.

[(1)] پروفيسر اياز قادري ”مٺيءَ لڏو مان“ ڪراچي، ص 28، نومبر 1974ع.

[(2)] مير شفيع احمد علوي ”مرحوم علامه فتح محمد سيوهاڻي“ ”نئين زندگي“ 1957ع.

[(1)] حڪيم محمد احسن صاحب کان معلوم ڪيل.

# ضميمو – 1

## حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي زندگيءَ جا مکيه واقعات

| واقعو | سن | هنڌ |
|---|---|---|
| 1. ولادت | 1300هه مطابق 1883ع | سيوهڻ |
| 2. پرائمري ۽ قرآن شريف جي تعليم | 1888 کان 1891ع | سيوهڻ |
| 3. عربي ۽ فارسي جي تعليم | 1891 کان 1901ع | سيتا ۽ پيروشاهه تعلقو ميهڙ |
| شاعريءَ جي شروعات | 1897ع طالب العلميءَ جي دوران | سيتا ۾ |
| 5. درس و تدريس ۽ طب جي شروعات | 1901ع کان | سيوهڻ |
| 6. سنڌ مدرسي ۾ ملازمت | 1903ع | |
| 7. تصنيفات جي شروعات | 1904ع | ڪراچي |
| 8. صحافتي زندگي جي شروعات | 1906ع "الحق" جو ايڊيٽر ٿيو. | سيوهڻ حيدرآباد |
| 9. نوشهري مدرسي ۾ ملازمت | 1907ع | نوشهرو فيروز |
| 10. سنڌ محمدن ائسوسيئيشن سان وابستگي (سياسي زندگيءَ جي ابتدا) | 1907ع | ڪراچي |
| 11. شادي | 1908ع | سيوهڻ |

| | | |
|---|---|---|
| 12. حيدرآباد ۾ قيام | 1908ع کان 1910ع | حيدرآباد |
| 13. مستقل قيام | 1910ع | ڪراچي |
| 14. ماهوار "اسلام" جي سرپرستي | 1913ع | ڪراچي |
| 15. تحريڪ خلافت ۾ شموليت | 1919ع | ڪراچي |
| 16. جميعت العلماءِ سنڌ ۾ شموليت | 1922ع | ڪراچي |
| 17. مسلم ليگ سان وابستگي | 1924ع | ڪراچي |
| 18. غازي امان الله جي خدمت ۾ سپاس نامه پيش ڪرڻ | 1928ع | ڪراچي |
| 19. سنڌي ستار سوسائٽيءَ جو صدر ٿيڻ | 1933ع | ڪراچي |
| | | ڪراچي |
| 20. ڪراچي هيلٿ ڪاميٽيءَ جو چيئرمين مقرر ٿيڻ | 1935ع | ڪراچي |
| 21. ميونسپل ڪارپوريشن جو ميمبر چونڊجڻ | 1936ع | ڪراچي |
| 22. اتحاد پارٽيءَ ۾ شموليت | 1937ع | ڪراچي |
| 23. شعرجي ڪسوٽي ڪاميٽيءَ جو چيئرمين ٿيڻ | 1941ع | ڪراچي |
| 24. وفات ماهه 6 ذوالحج 1361هه مطابق 14 ڊسمبر | 1942ع | |

# ضميمو –2
# مددگار سنڌي ڪتاب

| نمبر | لکندڙ | ڪتاب جو نالو |
|---|---|---|
| 1. | مترجم مخدوم امير احمد | "فتح نامه عرف چچ نامو" سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنه 1954ع |
| 2. | مير علي شير مترجم مخدوم امير احمد | "تحفة الڪرام" سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. سنه 1957ع |
| 3. | غلام رسول مهر | "تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر" حصو پهريون سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. سنه 1963ع |
| 4. | مرزا قليچ بيگ | "قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ڇاپو ٻيو. ادبي بورڊ حيدرآباد 1966ع |
| 5. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "آئينه سڪندر" تذڪرو لعل شهباز قلندر (اردو) |
| 6. | ڀيرومل مهرچند آڏواڻي | "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنه 1956ع |
| 7. | پروفيسر غلام علي الانا | "سنڌي نثر جي تاريخ" اديبات حيدرآباد سنه 1966ع |
| 8. | خليفو محمد قاسم | "ديوان قاسم" حيدرآباد سنه 1936ع |
| 9. | محمد صديق مسافر | "ديوان فاضل" سنڌي ادبي سوسائٽي حيدرآباد 1927ع |
| 10. | ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل | "بلبل سنڌ" حيدرآباد سنه 1951ع |
| 11. | لطف الله بدوي | "ڪليات خادم" سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1958ع |

| | |
|---|---|
| 12. پروفيسر منگهارام ملڪاڻي | "سنڌي نثر جي تاريخ" ادبي مرڪز حيدرآباد سنڌ 1977ع |
| 13. عبدالجبار جوڻيجو | "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" حيدرآباد سنڌ 1973ع |
| 14. ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ | "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو" سکر 1964ع |
| 15. جي ايم سيد | "جنب گذاريم جن سين" سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ 1967ع |
| 16. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "اسلامي چوٿون ڪتاب" الوحيد پريس ڪراچي، سنڌ 1925ع |
| 17. ايڊيٽر عثمان علي انصاري | "سنڌي نصاب لازمي"يارهين ٻارهين جماعت لاءِ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ڪراچي 1961ع |
| 18. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "اخلاق محمدي" ڪراچي سنڌ 1914ع |
| 19. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "ڪمال ۽ زوال" ڪراچي سنڌ 1923ع |
| 20. ڊاڪٽر ڊر محمد پٺاڻ | "ڪراچي ضلعي جو سنڌي ٻولي ۽ علم و ادب ۾ حصو" ڊي فل لاءِ ٿيسز 1979ع |
| 21. ڪريم بخش خالد | "سنڌي صحافت" سکر سنڌ 1955ع |
| 22. محمد عثمان ڏيپلائي | "1857ع جي جنگ" اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد 1957ع |
| 23. محمد لائق زرداري | "تحريڪ پاڪستان ۾ سنڌ جو حصو" تحقيقي مقالو ڊي فل لاءِ پيش ڪيل |
| 24. جي ايم سيد | "ٿيئن سنڌ لاءِ جدوجهد" حيدرآباد سنڌ 1952ع |

| | | |
|---|---|---|
| 25 | ايم آر ماڻيڪاساڻي | "مظلوم سنڌ" حيدرآباد سنه 1937ع |
| 26 | پير علي محمد راشدي | "اهي ڏينهن اهي شينهن" جلد پهريون سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد |
| 27 | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "حيات النبي" ڪراچي سنه 1913ع |
| 28 | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "سيرت النبي" ڪراچي سنه 1914ع |
| 29 | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "دينيات" ڪتاب پهريون |
| 30. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "دينيات" ڪتاب ٻيو |
| 31. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "دينيات" ڪتاب ٽيون ۽ اسلامي ٻارڙو ڪتاب |
| 32. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "اسلامي ڪتاب" ڪتاب پهريون ڪراچي |
| 33. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | اسلامي ڪتاب" ڪتاب ٻيو ڪراچي |
| 34. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | اسلامي ڪتاب" ڪتاب ٽيون ڪراچي |
| 35. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | اسلامي ڪتاب" ڪتاب چوٿون ڪراچي |
| 36. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "فتح محمدي" شڪارپور 1914ع |
| 37. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "نورالايمان" ڪراچي |
| 38. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "ميرن جي صاحبي" شيخ الاسلام ڪراچي 1924ع |
| 39. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "ابوالفضل ۽ فيضي" سنڌ پرنٽنگ پريس شڪارپور 1936ع |
| 40. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "قلندر نامه سنڌي" شهباز اڪيڊمي حيدرآباد سنه 1972ع |
| 41. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "بهار ڪلام عرف بهار اخلاق" ست نارائڻ پريس ڪراچي 1938ع |
| 42. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | "آفتاب ادب" سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي 1956ع |

| | | |
|---|---|---|
| 43. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | ”دل پر گهاءُ ڪندڙ مناجات“ |
| 44. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | ”خدا هڪڙو آهي“ |
| 45. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | ”مثنوي داستان قوم“ |
| 46. | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | ”سنڌ جي تاريخ“ ڀاڱو ٻهرين |
| 47. | ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل | ”ادب ۽ تنقيد“ ادبي مرڪز حيدرآباد سنڌ 1975ع |
| 48. | مرزا قليچ بيگ | ”سنڌي شعر“ ساهتيہ سوسائٽي حيدرآباد 1914ع |
| 49. | مولوي الهہ بخش ابوجهو | ”مسدس ابوجهو“ سنڌي ادبي سوسائٽي حيدرآباد 1934ع |
| 50. | سيد ممتاز حسين شاهہ | ”سنڌ مدرسة السلام ڪراچي جو سنڌي علم و ادب ۽ سياسي تاريخ ۾ حصو“ پي ـ ايڇ ڊي لاءِ مقالو، سنڌ يونيورسٽي 1979ع |
| 51. | ڊاڪٽر عبدالمجيد ۽ عبدالغفور چوڙي | ”پاڪستان جو اڀياس“ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ حيدرآباد 1981ع |
| 52. | مرتب مولانا دين محمد وفائي سنڌ خلافت ڪاميٽي | ”اظهار ڪرامت“ ڪراچي 1919ع<br>”امن سڀا ۾ شامل ليڊرن بابت فتويٰ“ ڪراچي |
| 53. | ترتيب سيد حسام الدين راشدي | ”ماڪ ڦڙا رابيل“ ڪراچي |
| 55. | پاڪستان پبليڪيشن | ”مهراڻ جا ماڻڪ“ ڪراچي |
| 56 | محمد اسماعيل عرساڻي ۽ | ”تاريخ هند و پاڪستان“ حيدرآباد 1956ع |
| 57. | الهہ بخش ٽالپر<br>جي ايم سيد | ”آج ۽ جڪير جاڪ“ حيدرآباد جون 1977ع |
| 58. | پير علي محمد شاهہ راشدي | ”خط ۽ مضمون“ حيدرآباد 1981ع |

| | |
|---|---|
| 59. ڀڳوان ڏولاڻي | "هندو مسلم اتحاد" حيدرآباد 1939ع |
| 60. جي ايم سيد | "سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي" حيدرآباد 1968ع |
| 61. پروفيسر اياز قادري | "مثنيءَ لاڙومان" ڪراچي 1974ع |
| 62. مير خان جت | "حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جون صحافتي خدمتون" |
| 63. دين محمد وفائي (مرحوم) | صحافت تي مقالو سنڌ يونيورسٽي سنہ 1981ع ص 22. "تذڪره مشاهير سنڌ" سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1984ع |
| 64. پير علي محمد شاهه راشدي | "اهي ڏينهن اهي شينهن" جلد پهريون سنڌي ادبي بورڊ 1981ع |

## سنڌي اخبارون ۽ رسالا

1. "مدرسه منعلي" ڪراچي ڊسمبر 1903ع
3. اخبار تعليم (ماهوار) حيدرآباد آگسٽ 1904ع
4. سچائي مارچ 1981ع
5. کان 13 "الوحيد" ڪراچي 14 آگسٽ 1919ع 27 جنوري
1924ع 13 فيبروري 1924ع 27 ۽ 28 مارچ
1924ع 3 اپريل 1931ع 25 آگسٽ 1935ع الوحيد
آزاد نمبر جون 1936ع ۽ 16 نومبر 1938ع ان کان سواءِ
سنه 1920 کان 1942ع تائين سيني پرچن جا ايڊيٽوريل
نوٽ مقالي ۾ جاچايل آهن
14. "لاڙڪاڻو گزيٽ" 17 جولاءِ 1920ع
15. (ماهوار) "پڌرنامو" حيدرآباد پبلسٽي ڪميٽي اپريل
16. 1924ع
17 ۽ 18 رسالو توحيد (ماهوار) ڪراچي آڪٽوبر 1924ع
19 کان 22 رسالو الجامعه ڪراچي آڪٽوبر 1925ع ۽ جون 1926ع
رسالو اصلاح ڪراچي 11 ڊسمبر 1936ع ۽ 3 جون 11
23 کان 25 جون 1937ع ۽ 25 جون 1937ع
سنڌو (ماهوار) شڪارپور ڊسمبر 1934، جون 1940ع ۽
26 آگسٽ 1946ع
27 الحقيقت (هفتيوار) 7 آڪٽوبر 1933ع
28 تحفة الاحباب (ماهوار)
29 کان 34 "اديب سنڌ" لاڙڪاڻو اپريل 1941ع
نئين زندگي (ماهوار) ڪراچي ماهه ڊسمبر 1956ع مئي
1957ع ڊسمبر 1957ع جنوري 1960ع ڊسمبر
35 ۽ 36 1960ع آگسٽ 1967ع
"مهراڻ سه ماهي" حيدرآباد سوانح نمبر 1957ع ۽ نمبر 1
1964ع

.37 ”سروي مخزن“ هالا، سال 54 ـ 1955ع

39 ـ 38 ”روزنامہ عبرت حيدرآباد مورخہ 14 ڊسمبر 1960ع ۽ 24 ڊسمبر 1961ع

.40 قلندر شهباز سيوهاڻي اطلاعات کاتو حيدرآباد جنوري 1963ع

.42 ـ 41 ”روزنامہ هلال پاڪستان“ ڪراچي مورخہ 3 مارچ 1981ع ۽ 27 مارچ 1983ع

.43 الرحيم (ماهنامہ) حيدرآباد مارچ 1972ع

.44 الصادق (ماهنامہ) ڪراچي آگسٽ ۽ سيپٽمبر 1982ع

.45 ”ماهنامہ شريعت“ سکر، جلد 9 شمارو 1 ـ 4

.46 ”رسالو سنڌي ادب“، سنڌ الاجي سنڌ يونيورسٽي جلد نمبر 1 سنہ 1979ع

.47 ”تذڪره امروٽي“، ڊاڪٽر صالح محمد شاه ريڊيو پاڪستان تان ڪريرنشر ڪيل

## اردو کتاب


1. پنجاب یونیورسٹی "تاریخ ادبیات مسلمانان پاکستان و هند" لاهور جلد 12.
2. مولوي فیروزالدین "فیروزالغات" لاهور 1964 ع
3. مظهر الحق ایم اي "سیاسات" پشاور 1969 ع
4. احسان الحق اور محمد شفیع علوي "تاریخ پاکستان"، لاهور 1979 ع
5. سید حسین ریاض "پاکستان ناگزیز تها" 1970 ع
6. اسلم ملک "انقلاب منزل بمنزل" سیالکوٹ 1974 ع
7. صلاح الدین نا سک "تحریک آزادي"، اردو بازار لاهور 1975 ع
8. محمد صادق صدیقي "تاریخ عالم اسلام حصه 5" جهانگیر بک ډیپو لاهور 1942 ع
9. سید طفیل احمد منگلوري "مسلمانون کا روشن مستقبل" لاهور 1937 ع
10. مولانا فضل حسن حسرت موهاني "کلیات حسرت موهاني" لاهور 1976 ع
11. عبدالقدوس هاشمي "تقویم تاریخي" هجري و عیسوي سنون کي تطابقي جدول) اداره تحقیقات کراچي 1965 ع
12. مولانا حسین احمد مدني "تحریک ریشمي رومال" 1920 ع


.

اردو اخبارون

1. پير علي محمد راشدي، ”مشرق و مغرب“ روزنامہ جنگ
ڪراچي 6 سيپٽمبر 1981ع

2 رضوان احمد ”جنگ“ آزادي ڪي جھلڪيان ”جنگ“ 5 نومبر
1982ع

فارسي ڪتاب

1. يوسف ميرڪ بن ميرا ابوالقاسم ”تاريخ مظهر شاهجهاني“
سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ 1962ع

2 شيخ محمد اعظم ابن شيخ محمد صلح ”جواهر عباسيہ“

3. لالا وڃيرام ولد عزت راءِ ”مرآت“ لاهور 1850ع


# English Books


Henry Cousens “The Antiquities of Sind” Calcutta 1929.

S.O. Beeton “Dictionary of Geography” London 1868.

Adrain Daurte "The Begger Sant of Sewhan" Karachi.
P. Hardy "The Muslim of British India" Karachi 1973.
Aziz "A History of Pakistan" Lahore 1979.
Walfred K. Smith "Modern Islam in India" 1947.
Puran Chandra Joshi "Rebellion 1857" Dehli 1957.
C. H Philips "The Revolution of India and Pakistan" Oxford Press London 1964.
G. Allana "Pakistan Movement" Historic Documents May, 1968.
Khalid Ghaznavi "Indian Aggressions Against Pakistan" Lahore 1966.
Dr. Lini S. M. "The Evolution of India and Muslim thought" Lahore 1930.

Muhammad Ayoub Khohro “Story of Suffering Sind” Larkana 1930.
Dr. S. M. Ikram “Modern Muslim India and British Pakistan Lahore 1965.
Reports, News, Resalas, ETC:

Original Copy of Resolution of Sind Muslim Leage Committee Karachi 12th Feb: 1924.

Daily Gazette Karachi Feb 16th, 1937.

3.Muhammad Irfan “Brief History of Movement of Separation of Sind” Al-Waheed Special 1936.

# ضميمو –2

## حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي مکيه مضمونن، تقريرن ۽ خطن جو تفصيل:

| | | |
|---|---|---|
| مورخه 1-3-1925ع | (الجامع) | "وقف ملڪيت" |
| مورخه 1-3-1925ع | (الجامع) | "اولاد جي تعليم" |
| مورخه 11-6-1926ع | الوحيد | "جهونا مارڪيٽ ڪراچيءَ جي ووٽرن کي خطاب" |
| مورخه 23-3-1924ع | الوحيد | "خلافت مقدس سان اڄڪلهه جي ليڊرن جي همدردي ڇو؟ سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي جي اليڪشن بابت ڪانگريس جي قاعدي پر سيوهاڻيءَ جو اعلان" |
| مورخه 27-3-1924ع | الوحيد | "ڊاڪٽر شير نور جي خط جو جواب (ڇهن صفحن پر)" |
| مورخه 28-3-1924ع | الوحيد | "آزاديءَ جي مراديم نتيجو" |
| مورخه 14-2-1931ع | الوحيد | "ديسي ڪپڙي واپارين جي قائدي پر بيان" |
| مورخه 8-3-1931ع | الوحيد | "جميعت العلماءِ هند جي مجلس استقباليه جي جلسي کي خطاب" |
| مورخه 13-3-1931ع | الوحيد | "جميعت العلماءِ جي اجلاس جو احوال" |
| مورخه 10-4-1931ع | الوحيد | "جميعت العلماءِ جي گڏيل اجلاس تي سرسري نظر ۽ سنڌ جي مسلمانن کي اپيل" |

| | | |
|---|---|---|
| مورخہ 25ـ4ـ1931ع | الوحيد | ”حڪيم فتح محمد صاحب جو الوحيد جي نالي مسلم نيشنلسٽ پارٽيءَ بابت خط“ |
| مورخہ 8ـ5ـ1931ع | الوحيد | ”سنڌ جي مسلمانن کي ٻاڏ ۾ اتفاق ڪرڻ جي اپيل“ |
| مورخہ ڊسمبر 1934ع | سنڌو | ”سهڻي ۽ سلوڻي سنڌ ي“ |
| مورخہ 30ـ10ـ1931ع | الوحيد | ”مسلم قومي پارٽيءَ جي جلسي کي خطاب“ ڊاڪٽر انصاريءَ جي قائدي ۾ |
| مورخہ 15ـ1ـ1937ع | اصلاح | ”سنڌ اسيمبليءَ جي اليڪشن بابت حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جو اعلان“ |
| مورخہ جون 1940ع | | ”هندو مسلم اتحاد لاءِ پيغام“ |

نوٽ: انهن کان سواءِ ان وقت سنڌ جي پين اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس ڪيترائي مضمون ۽ خط شايع ٿيل آهن.

محترم جي ايم سيد وٽ حڪيم صاحب جا سئو کن خط محفوظ آهن. انهن جو ذڪر سيد صاحب پنهنجي ڪتاب ”اڄ پڻ چڪيم چاڪ“ ۾ ڇاپايو آهي. اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر خليل وٽ سندس سوين خط موجود آهن.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book26/Book_page1.html

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book26/Book_page16.html

محمد عمر چند مارچ 2021